# شمعِ رسالت صلی اللہ علیہ وسلم




علامہ محمد ساجد فاروقی طاہری

كتاب جو نالو: شمع رسالت
مرتب: علامہ محمد ساجد فاروقي طاهري
ڇپرائيندڙ: ميلادِ مصطفٰي آرگنائيزنگ مورو
اشاعت اول: ذوالحج 1433 ھ بمطابق 20-10-2012
تعداد: 1000
كمپوزنگ: وفا نذير طاهري 03223159722
قيمت:150

ملڻ جو هنڌ

1. درگاهہ الله آباد شريف كنڊيارو.
ضلع نوشهروفيروز سنڌ
فون نمبر:03008925296
03033395022
03333797854

بسم الله الرحمن الرحيم

## نعت شريف

سٹي سڏڙا ھي سائل جا ڪرم ڪر يارسول الله ﷺ

گناھن ۾ تہ گھايل جا ڪرم ڪر يارسول الله ﷺ

(1) ڪڏھن تي چنڊ چيريو تو ڪڏھن تي سج اڀاريو تو،

انھئيءَ آڱر اشاري سان مدد ڪر يارسول الله ﷺ

(2) پڙھيا تي ڳوھ ڪڏ ڪلما ڪڏھن ٹڑ تي ھلي آيو،

ڪڏھن ھرٹيءَ تي ٻاڏايو اغثني يارسول الله ﷺ

(3) سڏيو توکي صدا سھٹا آ رحمت ربَ جھانن جِي،

انھئيءَ رحمت مان ڪو ذرڙو عطا ڪر يارسول الله ﷺ

(4) ڪنڌياري مان ڪري دانھون ٻڌي "فاروقي" تو ٻانھون،

سُٹي تو آقا ﷺ سڀ آھون رحم ڪر يارسول الله ﷺ

شاعر :

*مفتي محمد ساجد فاروقي طاھري*

(دعائن جو طلبگار)

**مقصود احمد نقشبندي طاھري**

# انتساب

حضور اڪرم نور مجسّم شفيع المذنبين سرڪار دو جهان محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي ذات اقدس ۽ جميع صحابہ ڪرام رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جي نالي منسوب ڪريان ٿو. جن جي خون اقدس ۽ رات ڏينهن جي اوجاڳن ۽ تڪليفن جي ذريعي دين اسلام جو پيغام روءِ زمين جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گونججي رهيو آهي.

# پيش لفظ

اَلحَمَدُ للهِ ربِّ العٰلمين. والصلواة والسلام عليٰ سيدنا الانبياءِ والمرسلين وعليٰ آلہ واصحابہ وازواجہ وذريتہ واهل بيتہ اجمعين.

سڀ تعريفون الله تعاليٰ جي لاءِ جنهن اسان جهڙن ابوجهن تي مهرباني فرمائي پنهنجو محبوب ڪريم ﷺ اسان ڏانهن هادي بڻائي موڪليو، انهيءَ محبوب ڪريم ﷺ جو شان اعليٰ ۽ اتم آهي جنهن جي لاءِ پوري ڪائنات کي پيدا فرمايو ويو، انهيءَ محبوب ﷺ جي ذات اقدس سراپا رحمت آهي. اسان تي انهيءَ محبوب جا ڪروڙين ڪرم آهن، جنهن اسان جي لاءِ رات ڏينهن ڪريم رب کي پڪاريو تہ:

**اللّٰهُمَّ اغفِرلِاُمَّتِي**

اي الله منهنجي امت کي بخش فرماءِ.

انهيءَ محبوب جي عشق محبت جا ذڪر پوري ڪائنات ۾ هلي رهيو آهي مون بہ هي چند محبت جون ڳالهيون گڏ ڪري، دنيا وارن تائين محبوب ﷺ جن جي سيرت وصورت ۽ صحابہ ڪرام جي محبت ۽ ادب جا انمول هيرا پيش ڪري رهيو آهيان، جنهن جو مقصد هيءُ آهي تہ آئون بہ محبوب ﷺ جن جي دامن سان وابستہ آهيان آئون بہ آقا ﷺ جو ادنيٰ غلام آهيان، انهيءَ آقا ﷺ جن جي صدقي مون ناچيز کي هي خوبصورت خدائي ڏسڻ نصيب ٿي. مون جهڙي ڪوجهڙي ڪان محبوب جن هي قلمي ڪم وٺي رهيا آهن، هي بہ محبوب ﷺ جي نگاه رحمت جو ڪمال آهي، ورنہ مون جهڙي گنهگار جي ڪهڙي حيثيت آهي؟ محبوب ﷺ جن جو شان ڪائنات جي وجود کان پهريان بہ روشن هو تہ قيامت تائين، حشر تائين روشن هوندو، جنهن محبوب ڪريم ﷺ جن جو شان رب ڪريم بيان ڪري ٿو، انهيءَ کي هي عاجز زبان ڇا بيان ڪندي؟

خدا مدح آفرين مصطفيٰ بس
محمد ﷺ حامد حمد خدا بس

”حضور ﷺ جن جي تعريف لاءِ الله تعاليٰ جي ذات ئي ڪافي آهي ۽ الله تعاليٰ جي حمد لاءِ محبوب ﷺ ئي ڪافي آهن.“اسين تہ صرف هي آرزو ڪري رهيا آهيون.

**محمد از توهي خواهم خدا را**
**خدا يا از تو عشق مصطفيٰ را**

”مان تہ صرف حضرت محمد ﷺ جي ذريعي الله تعاليٰ کي ڳولڻ جي آرزو ٿو ڪريان، اي مالڪ ڪريم مان توکان محبوب مديني واري گهوٽ جي عشق جي اميد ٿو ڪريان.“

حقيقت ۾ جڏهن انسان الله تعاليٰ ۽ محبوب ڪريم ﷺ جي فرمان تي عمل ڪري پنهنجي وجود کي سنت نبوي جو پابند بنائي ٿو تہ الله تعاليٰ بہ انهيءَ کي پنهنجي خاص رحمت ۽ عشق مصطفيٰ ﷺ عطا فرمائي ٿو.

محبت جو اصول بہ هي آهي تہ پنهنجي آقا ﷺ جي هر عمل کي سيني ۾ سانديون ۽ ان سان ئي محبت ڪريون اهو ئي محبوب ڪريم ﷺ اسان جو هادي آهي انهيءَ جي هر قول فعل تي عمل ڪريون.

صحابہ ڪرام جيڪي پنهنجي محبوب جا حقيقي محب هئا انهن صحابہ ڪرام جي محبت جا، ادب ۽ عشق جا ڪجهہ محبت ڀريا موتي گڏ ڪري هن ڪتاب ۾ جمع ڪيا آهن. منڍ ۾ مصطفيٰ ﷺ جي مختصر طور تي ولادت باسعادت ۽ حسن مصطفيٰ ﷺ جون جهلڪيون بہ هن ڪتاب ۾ شامل ڪيون ويون آهن ڪوشش ڪئي اٿم تہ پهريان آقا ﷺ جي ولادت ۽ محبوب جي جسم اطهر جي لاءِ صحابہ ڪرام جو مشاهدو ۽ محبت وادب کي بيان ڪيان.

ان کان بعد ٻئي حصي ۾ قرآن ڪريم ۽ حديث مبارڪ مان محبت مصطفيٰ ﷺ جو ثبوت ۽ صحابہ ڪرام جي عشق محبت جا موتي بيان ڪيا اٿم.

اهي عشق ومحبت جا انمول موتي اگر دل و دماغ کي حاضر رکي محبت ۽ ادب سان پڙهيا وڃن تہ اسان جي عملي زندگي ۾ انقلاب اچي ويندو انهيءَ فڪر کي سامهون رکندي هن ڪتاب جو نالو **شمع رسالت** رکيو اٿم.

هي عاجز اهل علم جي خدمت ۾ گذارش ڪري ٿو ته اگر ڪا هن ڪتاب ۾ ڪمي ڪوتاهي نظر اچي ته اها صرف منهنجي ڪم علمي، ڪم عقلي تصور ڪئي وڃي باقي آقا ﷺ جي محبت جو ثبوت صحابه ڪرام جي عشق ۽ ادب مان لڳايو وڃي.

هن ڪتاب کي منظر عام تي آڻڻ ۾ پياري دوست محترم جناب فقير رحمان گل طاهري صاحب خصوصي تعاون فرمايو.

دعا آهي ته الله تعاليٰ هن تحفي کي قبول فرمائي ۽ پنهنجي محبوب جي قرب جو ذريعو بنائي حقيقي محبت جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

بنده عشق شدي، ترڪ نسب ڪن جامي
ڪه درين راه فلان ابن فلان چيزي نيست

يعني:
عشق جو غلام ٿيءُ، نسب کي ڇڏي ڏي،
ڇو ته عشق جي راهه ۾، نسب ڪي ناهي ڏسبو.

احقر العباد

محمد ساجد فاروقي طاهري

جامعه عربيه غفاريه
درگاهه الله آباد شريف
ڪنديارو ضلع نوشهروفيروز
آڪٽوبر 2012ع

# تقريظ

## شيخ الحديث والتفسير استاد العلماءُ
## قبلہ مولانا حبيب الرحمان گبول طاهري صاحب

# حَامدًا وَّ مُصلِّيًا وَّ مُسلِمًا

امابعد! عزيزالقدر مولانا محمد ساجد صاحب جو عشق ۽ محبت سان معطر ۽ منور ڪتاب شمع رسالت مختلف مقامن کان مطالعو ڪري مسرت حاصل ٿي.

حضور اڪرم ﷺ جو عشق ساڻن والهانہ محبت ئي ايمان جو اصل سرمايو آهي، ان بنا دين ۽ ايمان جو وجود ئي باقي نہ ٿو رهي. لاايمان لہ لمن لا محبت لہ.

جيڪي واقعات ڪتاب پڙهندي نظر مان گذريا مفيد ۽ موثر نظر آيا.

دعا آهي تہ الله سبحانہ تعاليٰ مولانا موصوف صاحب جي محنت کي مقبول فرمائي ۽ اهل علم توڙي عوام الناس کي ان مان ماڻڪ موتي ميڙڻ جي توفيق عطا بخشي

**آمِين يَارَبِّ العَالَمِين بِجَاهِ سَيدالمُرسَلِين عَليہ وعَليٰ آلہ من الصَّلوٰاتِ اَفضَلُهَا ومن التَّسلِيمَاتِ اَڪمَلُهَا.**

رقمہ

**فقير حبيب الرحمان گبول طاهري حبيب بخشي**

**درگاهہ الله آباد شريف ڪنڊيارو،**

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمدلله رب العٰلمين والصلواة والسلام عليٰ سيدنا محمد وعليٰ آلہ واصحابہ وازواجہ وذريٰتہ واهل بيتہ اجمعين.

امابعد! فاعوذُ بِاللهِ مِنَ الشَّيطٰنِ الرَّجِيمْ. بِسْمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمْ. "قُلْ بِفَضْلِ اللهِ وَبِرَحْمَتِہ فَبِذَالِکَ فَلْيَفرَحُوْا هُوَ خَيْرٌ مِمَّا يَجْمَعُوْنَ." صَدَقَ اللهُ الْعَلِيُّ الْعَظِيْمْ وَصَدَقَ رَسُوْلُہُ النَّبِيُّ الْکَرِيْم وَنَحْنُ عَليٰ ذَالِکَ لَمِنَ الشّٰهِدِيْنَ وَالشّٰکِرِيْنَ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِ الْعٰلَمِيْن.

هي عظيم الشان ربيع الاول جو مهينو اسان مسلمانن جي لاءِ سڀ کان وڏي عيد جو مهينو آهي، هن مهيني ۾ ٻنهي جهانن جو سردار حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ پوري ڪائنات جي لاءِ رحمت بڻجي آيو، انهيءَ محبوب جي رحمت جي صدقي اسان توهان بلڪہ پوري ڪائنات کي وجود نصيب ٿيو.

# نور محمدي ﷺ

ڪائنات جي تخليق کان پهريان حضور ﷺ جن جي نور مبارڪ کي پيدا فرمايو ويو ۽ انهيءَ کان بعد ۾ ئي ڪائنات جو وجود بنيو، هي سنسار آقا ﷺ جن جي صدقي پيدا ٿيو، هي دنيا جي خوبصورتي انهيءَ آقا ﷺ جي زلفن جي صدقي نصيب ٿي. محبوب ﷺ جن جي نور مبارڪ جي اوليت جي لاءِ ڪافي روايتون ملن ٿيون هتي چند بيان ڪجن ٿيون:

حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته هڪ دفعي حضور ﷺ جن حضرت جبرائيل عليه السلام کان سوال ڪيو ته توهان جي عمر ڪيتري آهي؟

**فقال يارسول الله ﷺ لست اعلم غير ان في الحجاب الرابع نجما يطلع في كل سبعين الف سنة مرة رائيته اثنين وسبعين الف مرة فقال: يا جبرائيل وعزت ربي جل جلاله انا ذالک کوکب.** (سيرت الحلبي ص 30 ج1)

”حضرت جبرائيل عليه السلام عرض ڪيو يارسول الله ﷺ مون کي عمر جو ته علم ناهي پر حجاب ربي جي چوٿين پردي ۾ هڪ ستارو 70 هزار سال کان بعد ظاهر ٿيندو هو ان کي مون 72 هزار ڀيرا ڏٺو آهي. حضور ﷺ جن فرمايو ته مون کي رب جي عزت جو قسم اهو ستارو مان ئي هئس.“

انهيءَ حديث مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪائنات جي وجود کان پهريان ته الله تعاليٰ پنهنجي محبوب ﷺ جي نور کي پيدا فرمايو. حضرت امام محدث ابن جوزي رحمته الله عليه فرمائي ٿو ته مون وٽ هڪ حديث پهتي آهي. حضور ﷺ جن فرمايو ته:

**اول ما خلق الله نوري ومن نوري خلق جميع المخلوقات (ميلاد النبوي ص 22)**

"الله تعاليٰ پهريان منهنجو نور پيدا فرمايو پوءِ انهيءَ مان پوري ڪائنات پيدا فرمائي."

اها حقيقت آهي تہ ساري ڪائنات حضور ﷺ جن جي نور مبارڪ مان ئي پيدا ٿي آهي. اهو نور محمدي لوح و قلم وڪرسي ڪان پهريان پيدا فرمايو ويو جيئن حضرت عباده بن صامت رضي الله تعاليٰ عنہ ڪان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ:

**ان اول ما خلق الله القلم فقال اكتب قال ما اكتب فقال اكتب القدر فكتب ما كان وما هو كائن الي الابد (جامع ترمذي 457)**

"بيشڪ الله تعاليٰ پهريان قلم کي پيدا فرمايو، پوءِ قلم کي فرمايو تہ لِک، عرض ڪيائين تہ ڇا لکان؟ الله تعاليٰ فرمايو تہ جيڪو توڪان پهريان ٿيو ۽ جيڪو بعد ۾ ٿيندو اهو لِکُ."

ان مان معلوم ٿيو تہ قلم کي پهريان پيدا فرمايو ويو پر الله تعاليٰ حڪم فرمايو جيڪو توڪان پهريان ٿيو آهي،اهو لِک. انهيءَ مان مراد نور محمدي ﷺ آهي. معلوم ٿيو تہ نور محمدي سڀ ڪان پهريان آهي. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ ڪان روايت آهي:

**قلت يارسول الله ﷺ متيٰ كنت نبيا قال رسول الله كنت نبيا وآدم بين الروح والجسد. (مسند احمد بن حنبل 59 ج 5)**

"مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ توهان ڪڏهن ڪان نبي آهيو پاڻ ﷺ فرمايائون تہ حضرت آدم عليہ السلام روح ۽ مٽيءَ جي وچ ۾ هو تہ ان وقت بہ مان نبي هئس."

احاديث مبارڪ مان ثابت آهي تہ حضور ﷺ جن حضرت آدم عليہ السلام ڪان پهريان بہ نبي هئا پر ظاهري ولادت بعد ۾ ٿي، انهيءَ ۾ هڪ راز هو

تہ پلي سڀ انبياءِ ڪرام پهريان اچن ۽ محبوب ﷺ جن جو تذڪرو ڪندا رهن تہ جيئن دنيا وارن کي بہ خبر پئي تہ محبوب ﷺ جن جو شان ڪيڏو نہ بلند ۽ بالا آهي. هن دنيا جي تختي تي سڀ کان پهريان الله تعاليٰ حضرت آدم عليہ السلام کي انساني صورت ۾ پيدا فرمائي جنت ۾ رهايو، جڏهن حضرت آدم عليہ السلام کي جنت ۾ رهايو ويو تہ ان وقت حضرت آدم عليہ السلام جنت ۾ هڪ عجيب منظر ڏٺو، اهو منظر حضرت آدم عليہ السلام ٻڌائي ٿو تہ "مون جنت جي ماڙين ۾ عرش جي ٿنڀن تي هر محل جي در وديوراين ۾ سدرة المنتهيٰ جي پنن تي، شجر طوبيٰ جي پنن تي، حورن جي ڳچين تي، ملائڪن جي اکين جي وچ ۾ مَنڙي محمد مصطفيٰ ﷺ جو نالو پاڪ لکيل ڏٺو." پوءِ مون عرض ڪيو تہ "يا الله هيءُ ڪنهن جو نالو مبارڪ توهان جي نالي سان گڏ آهي؟" ان وقت الله تعاليٰ فرمايو تہ اي آدم عليہ السلام هي تنهنجي نبي ﷺ جو نور آهي هن جو نالو آسمانن ۾ احمد ﷺ آهي ۽ زمين ۾ محمد ﷺ آهي، اگر هن محبوب ﷺ کي پيدا نہ ڪيان ها تہ تو کي بہ پيدا نہ ڪيان ها!. **(سيرت الحلبيہ ج 1 ص 15)**

انهيءَ مان معلوم ٿيو تہ حضرت آدم عليہ السلام جي پيدائش کان پهريان ئي نورمحمد ﷺ پيدا ٿيل هو ۽ انهيءَ نورمحمد ﷺ جي صدقي ۾ هيءَ ڪائنات ٺهي آهي.

حضرت آدم عليہ السلام کي جڏهن جنت مان ڪڍيو ويو ۽ زمين تي رهايو ويو تہ انهيءَ وقت حضرت آدم عليہ السلام زاروقطار روئندو رهندو هو. هڪ دفعي حضرت آدم عليہ السلام هن طرح دعا گهري تہ:

**يارب بحرمة هٰذا الولد ارحم هٰذا الوالد فنودي ياآدم لو تشفعت الينا بمحمد ﷺ في اهل السماءِ و الارض لشفعناک.**

"ياالله حضرت محمد ﷺ جي صدقي هن جي والد حضرت آدم عليہ السلام تي رحم فرماءِ، ان وقت الله تعاليٰ جي طرفان فرمايو ويو تہ اي آدم عليہ السلام اگر منهنجي محمد ﷺ جي صدقي زمين ۽ آسمانن وارن جي مغفرت گهرين ها تہ بہ انهن سيني کي بخش ڪري ڇڏيان ها!."
معلوم ٿيو تہ منهنجي محمد ﷺ جي صدقي حضرت آدم عليہ السلام کي بہ معافي ملي ۽ شان مصطفيٰ ﷺ جو مرتبو بہ ٻڌايو ويو تہ پوري ڪائنات کي بہ انهيءَ محبوب جي صدقي شفا ملندي.
سڀ کان پهريان نور مصطفيٰ ﷺ حضرت آدم عليہ السلام جي پيشاني ۾ رکيو ويو ان کان بعد ۾ ان جي اولاد ۾ منتقل ٿيندو آيو ۽ هر نبي پنهنجي دور ۾ حضرت محمد ﷺ جن جي اچڻ جون خبرون انسانن کي ٻڌائيندو آيو. هر دور جي ماڻهن کي خبر هئي تہ آخر الزمان نبي ﷺ پيدا ٿيندو جنهن جي صدقي هي ڪائنات پيدا ٿي آهي آخر نور محمد ﷺ حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي پيشانيءَ ۾ چمڪيو.

## آب زم زم:

سر زمين مڪہ جتي ڪعبۃ الله شريف جي پرسان حضرت اسماعيل عليہ السلام جي ڪري آب زم زم ظاهر ٿيو ۽ اڳتي هلي اهو هڪ کوهہ بنجي ويو جنهن ڪري هتي جرهم قبيلي جا ماڻهو رهڻ لڳا جيڪي شروع ۾ تمام سٺا انسان هيا پر اڳتي هلي انهن بدڪرداريون شروع ڪيون. انهن جو سردار عمر بن حارث هڪ تمام سٺو انسان هيو. جنهن هنن ماڻهن کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ناڪام رهيو، ان ڪري سوچيائين تہ شايد هنن جي ڪري ڪو عذاب نازل نہ ٿئي، انهيءَ ڪري ڪعبۃ الله شريف جو سامان بہ سون جا هرڻ ۽ ٻيون ڪجهہ تلوارون هيون جيڪي ڪٽي آب زم زم واري کوهہ ۾ دفن ڪري ڇڏيائين ان وقت آب زم زم ختم ٿي چڪو هو. آخر ڪار جرهم قبيلي تي خزاعہ نالي هڪ

قبيلي جي ماڻهن حملو ڪيو جنهن ڪري جرهم قبيلي جا ڪافي ماڻهو قتل ٿي ويا باقي يمن جي طرف ڀڄي ويا.

## نور مصطفيٰ ﷺ جي ظهور جو وقت

جڏهن رسول الله ﷺ جي ظهور جو وقت ويجهو آيو ته حضرت عبدالمطلب رضي الله عنه (رسول الله ﷺ جو ڏاڏو) خواب ڏٺو جنهن ۾ بار بار حڪم ڪيو ويو ته آب زم زم جو کوهه کوٽاءِ، ان جي نشاني هيءَ آهي ته اتي ڪِولين جو سوراخ آهي ۽ هڪ اڇي سيني وارو ڪانوُ چيٽن ۽ خون ۾ چُنهب هڻي رهيو هوندو. صبح جو حضرت عبدالمطلب رضي الله عنه اٿيو ۽ ان سوراخ تي پهتو پر ڪانوُ نه هو اچانڪ هڪ ڳئون آئي ۽ سوراخ جي ڀرسان ڪِري پئي ۽ ماڻهن ان کي ذبح ڪيو ان ڪري اتي چيٽا ۽ خون ٿي ويو هڪ اڇي رنگ جو ڪانو آيو جيڪو چيٽن ۾ چنهب هڻڻ لڳو، ان مان حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنه معلوم ڪيو ته هتي ئي آب زم زم آهي. پاڻ ان وقت کوٽڻ جو ارادو ڪيائون ته قريشن مخالفت ڪري ڏني، ان ڪري شام ۾ هڪ جادوگرياڻي رهندي هئي ان کان فيصلو ڪرائڻ ويا، مڪه کان به ٽولا ٿي نڪتا، رستي ۾ حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنه وارن جو پاڻي ختم ٿي ويو، مخالفن کان پاڻي گهريائون ته انهن به نه ڏنو، جنهن ڪري اُڃ ڏاڍو تپايو، جنهن ڪري ڪُڏا ڪٽي انهن ۾ ويهي رهيا ته بس هتي ئي موت اچي!. ڪجهه ٽائيم ويهڻ کان پوءِ حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنه اچانڪ ٻاهر نڪري چيو ته "هي بزدلن جو ڪم آهي، اٿو ته اڳتي سفر ڪيون" جيئن ئي اڳتي هليا ته پاڻ آواز ڏنائون ته هتي منو پاڻي موجود آهي، پوءِ سيني اهو پاڻي پيتو ۽ حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنه مخالفن کي به سڏ ڪيو، ته اچو اوهان به پاڻي پيئو ۽ جانورن کي به پياريو، جڏهن سيني پاڻي پيئي ڍئو ڪيو ته ان وقت مخالف چوڻ لڳا ته توهان جي صدقي هن رڃ، بيابان ۾

پاڻي مليو آهي اها الله جي مهرباني توهان جي ڪري ٿي، ان ڪري هاڻي واپس مڪي هلون ٿا، آب زم زم به توهان جو آهي پوءِ واپس آيا ان وقت حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنه کي فقط هڪ پٽ حارث هو. پوءِ صبح جو کوهه کوٽڻ لڳا ته قريشن اعتراض ڪيو ته پاڻ حارث کي چيائون ته ”جيستائين مان کوهه کوٽيان ان وقت تائين هنن کي روڪي رک،“ ان وقت عدي بن نوفل طعنو هڻندي حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنه کي چيو ته ”توهان اسان تي رعب ويهارڻ چاهيو ٿا حالانڪ توهان کي اولاد به ناهي، مال به ناهي.“ جو ته مڪي ۾ ماڻهو گهڻيون شاديون ڪندا هئا ۽ اولاد گهڻو هوندو هو ته فخر ڪندا هئا. جڏهن حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنه کي طعنو لڳو ته دعا گهريائين ته يا الله! اگر 10 پٽ ڄاوا ته هڪ کي ڪعبة الله شريف وٽ ذبح ڪندس.آخر ۾ جڏهن کوهه کوٽيائين ته ان مان سون ۽ لوهه نڪتو وري به قريشن جهڳڙو شروع ڪيو جنهن ڪري قرعه اندازي ڪئي وئي، سون ڪعبة الله شريف جي نالي تي نڪتو ۽ لوهه حضرت عبدالمطلب رضي الله عنه جي نالي ۾ نڪتو، پوءِ لوهه مان دروازو ٺهرائي ڪعبة الله شريف ۾ لڳائين ۽ سون کي پگهاري دروازي مٿان لڳرايائين. **(بحواله سيد الوريٰ)**

آب زم زم جي کوهه کوٽڻ کان بعد ۾ تقريبا 30 سال جي عرصي ۾ 10پٽ پيدا ٿيا، ان وقت پاڻ نذر پوري ڪرڻ لاءِ گهٽو ذبح ڪيائون، پر وري خواب ۾ آيو ته نذر پوري ڪر، وري حڪم آيو ته ڏاند ڪنائين وري به حڪم آيو، آخر اُٺ ذبح ڪيائين وري به ساڳيو حڪم آيو پوءِ سڀني پٽن جا نالا وٺي ڪُڻو ڪڍيائين ته نالو حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنه جو آيو جڏهن ان کي ذبح جو ارادو ڪيائين ته قريشن منع ڪئي آخر هڪ ڪاهن کان فيصلو ڪرائڻ آيا ان ڪڻو وڌو، جن ۾ 10 اٺ ۽ حضرت عبدالله جو نالو هو. اهڙي طرح جڏهن حضرت عبدالله ۽ 100 اٺ جو نالو ڪيائون ته

100 اٺن جو نالو آيو 3 دفعا تصديق ڪيائون، پوءِ اٺ ذبح ڪيائون ھاڻي حضرت عبدالله آزاد ھو.

پاڻ ايترا تہ حسين و جميل ھئا جو سندن جي محبت ۾ مڪي جون عورتون مست ھيون.

حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ (حضور ﷺ جن جو چاچو) فرمائي ٿو:

**لما بنيٰ عبدالله بآمنہ احصوا مائتي امراة من بني مخزوم و بني عبد مناف متن و لم يتزوجن اسفاً عليٰ ما فاتهن من عبدالله (الزرقاني علي المواهب ج 1 ص124)**

جڏھن حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جي حضرت بيبي آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها سان شادي ٿي تہ ان وقت 200 عورتون بني مخزوم ۽ بني عبد مناف قبيلي جون ساري زندگي شادي کان انڪار ڪري ويھي رھيون انھيءَ غم ۾ وفات ڪري ويون پر شادي نہ ڪيائون. حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جي حسن و جمال جو اصل راز حضرت محمد ﷺ جن جو نور مبارڪ ھو جيڪو حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جي پيشاني ۾ چمڪي رھيو ھو. **(السيرة الحلبيہ)**

ھڪ دفعي حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ شڪارگاھہ ۾ شڪار ڪري رھيا ھئا تہ اچانڪ جھنگل مان 80،70 ماڻھو تلوارون لھرائيندي حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ کي گھيرو ڪري ڦري آيا ان وقت حضور ﷺ جن جو نانو وھب بہ موجود ھو، اھو حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جي مدد لاءِ ڊوڙيو پر اڪيلو ڇا ٿي ڪري سگھيو ان وقت سفيد گھوڙن تي مشتمل ماڻھن جو ٽولو آيو جنھن يھودين کي ماري ڀڄائي ڇڏيو، ھي منظر ڏسي وھب دل ۾ سوچي ڇڏيو تہ:

**لن يستقيم لِابنتي آمنة زوج غير هٰذا (تاريخ الخميس ج1)**

”منهنجي نياڻي حضرت بيبي آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها جو مڙس هن نوجوان کان سواءِ ٻيو ڪير بہ نہ ٿو ٿي سگهي.“
حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جي حسن و جمال کي ڏسي مکي جي مالدارن جي نياڻين شادي جي آڇ ڪئي پر پاڻ انڪار ڪيائون، هڪ دفعي رستي سان وڃي رهيا هئا تہ فاطمہ نالي عورت سندن کي چيو تہ مون کي هڪ گهڙي وصال جي عنايت ڪر تہ تو کي 100 اٺ ڏيان پاڻ فرمايائون **”حرام ڪم کان بهتر آهي تہ مون کي موت اچي وڃي.“**
هي سندن جي پاڪدامنيءَ جو چٽو دليل آهي جو ڪنهن بہ عورت ڏانهن نظر کڻي نہ ڏسندا هئا اهو ئي هڪ شريف ۽ معزز انسان جو طريقو آهي انهيءَ ڪري حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ ”آئون هميشہ پاڪ پشت مان منتقل ڪيل آهيان.“

## جيجل جي جهوليءَ ۾....

حضور ﷺ جن جو نور نبوت جيڪو حضرت عبدالله رضي الله عنہ جي پيشانيءَ ۾ چمڪي رهيو هو جڏهن حضرت آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها جي شادي حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ سان ٿي ان وقت نور نبوت حضرت آمنہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي بطن اطهر ۾ منتقل ٿي ويو. جڏهن حضرت بيبي آمنہ رضي الله عنها جي بطن اطهر ۾ نور مصطفيٰ ﷺ قرار ورتو تہ ان وقت کان ئي حضرت بيبي آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها کي بشارتون ملڻ شروع ٿي ويون. حضرت بيبي آمنہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ جڏهن حضور ﷺ منهنجي بطن اطهر ۾ آيا تہ منهنجي حالت عام عورتن جهڙي نہ هئي نہ مون کي ڪا تڪليف هئي نہ مون کي ڪا پريشاني هئي نہ ڪا ڪمزوري هئي آئون بلڪل تندرست ۽ آرام سڪون سان هوندي هيس. پاڻ فرمائي ٿي تہ هڪ ڏهاڙي مون کي غيب کان آواز آيو تہ ”اي آمنہ! تو کي مبارڪ هجي تنهنجي پيٽ ۾ ٻنهي جهانن جو

سردار حضرت محمد ﷺ تشريف فرما آهن. جڏهن تنهنجي بطن اطهر مان ٻنهي جهانن جو سردار حضرت محمد ﷺ دنيا ۾ تشريف فرما ٿئي ته ان جو نالو محمد ﷺ رکجان ۽ هيءَ دعا پڙهجان.

**"اعيذه بالواحد من شر كل حاسد."**

حضرت بيبي آمنه رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي ته اسين مڪي پاڪ ۾ کوهن تان پاڻي ڀرڻ وينديون هيوسين پاڻي تمام هيٺ هوندو هو جنهن ڪري اسان کي تڪليف ٿيندي هئي پر جڏهن منهنجو محمد ﷺ بطن اطهر ۾ آيو ته ان وقت کان جڏهن پاڻي ڀرڻ ويندي هيس ته پاڻي کوهه کان پاڻهي مٿي چڙهي ايندو هو ۽ آئون پاڻي ڀري وٺندي هيس جڏهن واپس ورندي هيس ته پاڻي هيٺ لهي ويندو هو، ٻيون عورتون بيٺل ئي رهنديون هيون، اهي سڏ ڪري چونديون هيون اي آمنه! رضي الله تعاليٰ عنها واپس موٽي اچ يا انتظار ڪر ته پاڻي ٻيهر مٿي اچي، پوءِ آئون واپس کوهه تي ايندي هيس ته پاڻي ٻاهر موٽي ايندو هو ۽ سيئي عورتون پاڻي ڀري وٺنديون هيون. حضرت بيبي آمنه رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي ته مڪي پاڪ جي پٿريلي زمين تي هلڻ ۾ پهريان تڪليف محسوس ٿيندي هئي پر جڏهن نبي پاڪ ﷺ منهنجي بطن اطهر ۾ آيا ته ان وقت کان زمين منهنجي پيرن هيٺيان نرم ٿي ويندي هئي.حضور ﷺ جن جيجل آمنه رضي الله تعاليٰ عنها جي بطن اطهر ۾ آيا ته ان وقت کان هر طرف خوشيون شروع ٿي ويون پهريان مڪي پاڪ ۾ ڏڪار هيو پر هاڻي برساتون پوڻ شروع ٿي ويون سڄو علائقو سرسبز شاداب ٿي ويو ماڻهو خوشحال ٿي ويا.

## وفات حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنه:

حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنه هڪ دفعي قريش جي قافلي سان گڏ تجارت جي ارادي سان شام جو سفر شروع ڪيو جڏهن واپس ٿيا ته بيمار

تي پيا، مديني پاڪ کان گذرڻ وقت حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ چيو تہ آئون هتي ڪجهہ ڏينهن مديني پاڪ ۾ رشتہ دارن ۾ رهان ٿو صحتمند ٿي پوءِ ايندس پر پاڻ جيئن ئي هتي رهيا تہ طبعيت بهتر نہ ٿي بالآخر هي 18 سالن جي ڦوهہ جواني جو شهزادو پرديسي حالت ۾ رشتہ دارن، والدين، پائرن کان دور هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويا.
ان وقت حضور ﷺ جيجل امان جي بطن اطهر ۾ تشريف فرما هئا. حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جي وفات جي خبر ملائڪن کي معلوم ٿي تہ ملائڪن شدت غم کان عرض ڪيو تہ:

**ياالاهنا وسيدنا صار نبيک بلا اب فبقي من غير حافظ و مرب**

"اي اسان جا رب اي اسان جا آقا! تنهنجو محبوب نبي ﷺ يتيم ٿي ويو ان جي حفاظت ڪندڙ ۽ تربيت ڪندڙ تہ ڪير بہ نہ رهيو." ان وقت دربار خداونديءَ مان آواز آيو تہ:

**فقال الله تعاليٰ انا وليہ وحافظہ وحاميہ وربہ وعونہ ورازقہ فصلوا عليہ وتبرڪوا باسمہ. (سيدي الوريٰ ج 1)**

"الله تعاليٰ فرمايو تہ مان ان جو دوست آهيان، مان ان جي حفاظت ڪندڙ آهيان، مان ان جو مددگار آهيان مان ان جو حامي آهيان مان ان کي رزق ڏيندڙ آهيان اي ملائڪو! توهان انهيءَ محبوب ﷺ تي درود پاڪ پڙهو ۽ ان جي پاڪ نالي جي ذريعي برڪت حاصل ڪريو."

جنهن محبوب ڪريم ﷺ جي ذات اقدس جو حامي و ناصر و رازق ڪريم رب پاڻ آهي تہ ان جو شان ڪير گهٽائي سگهندو، اهو ئي سبب آهي جو ڪائنات جي پيدائش کان وٺي قيامت تائين ان جو شان بلند و بالا آهي. ڪروڙين سلام ان ڪريم نبي ﷺ جن تي...

# جشن ولادت:

**آيا آس ٿيا مَ، منهنجا پاروچل پنيور ۾ ،**
**پسي پهر پنهل جي، منهنجا ننهن سين نيڻ ٺريام**
**گوندر وسريام، سکن شاخون ڪييون. (شاهه)**

جنهن گهڙيءَ جو ڪائنات جي ذري ذري کي انتظار هو انهيءَ جو وقت قريب ٿي چڪو هو رب ڪائنات ملائڪن کي حڪم فرمايو ته جنت کي سينگاريو وڃي، حورن کي حڪم ٿيو ته هار سينگار ڪري منهنجي محبوب جي استقبال جي تياري ڪن، ملائڪن کي حڪم صادر ٿيو ته محبوب ﷺ تي درود پاڪ پڙهو ۽ ان جي ديدار جو انتظار ڪريو، پوري ڪائنات کي نور مصطفيٰ ﷺ جي صدقي روشن ڪيو ويو، شياطين کي قيد ڪيو ويو، هر طرف بهار جهڙي پياري موسم شروع ٿي وئي، هر طرف انتظار جو عالم هو، آخر اها پياري ۽ خوش نصيب ساعت سومر جي رات جو پاڪ ڦٽڻ مهل شروع ٿي وئي، 22 اپريل 571ع 12ربيع الاول جي سهڻي صبح جو حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جيجل امڙ آمنه رضي الله تعاليٰ عنها جي بطن اطهر مان دنيا ۾ رونق افروز ٿيا.

حضرت آمنه رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿي ته مون حضور ﷺ جن کي جنهن وقت جنم ڏنو ته ان وقت عام عورتن واري حالت ۽ عام ٻارن واري حالت نه هئي بلڪ حضرت محمد ﷺ پاڪ صاف ۽ غسل ڪيل، سينڌ نڪتل، سرمو پاتل، طهر تيل، ناڙو وڍيل، پيدا ٿيا.

**فولدته نظيفا ما به قذر.**

”مون حضور ﷺ جن کي پاڪ صاف جنم ڏنو ڪا به اهڙي شيءِ وغيره ظاهر نه ٿي جيڪا عام ٻارن تي هوندي آهي.“

حضرت بيبي آمنه رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي ته:

**فلما فصل مني خرج معه نور اضاء به مابين المشرق والمغرب**

”جنهن وقت حضور ﷺ جن منهنجي بطن اطهر مان ٻاهر آيا تہ ان وقت مون کان هڪ نور نڪتو جنهن جي ڪري مشرق کان مغرب تائين هر شي روشن ٿي وئي.“

حضرت آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ انهيءَ نور جي ڪري مون مڪي کان شام جو ماڙيون ڏٺيون اتي جيڪي اٺ هيا انهن جو ڳچيون بہ مون کي ڏسڻ ۾ آيون. حضرت آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ:

**رايت ثلثہ اعلام مضروبات، علما بالمشرق وعلما بالمغرب وعلما عليٰ ظهر الڪعبة (سيرت الحلبيہ ج 1)**

”مون ٿي جهنڊاڪوڙيل ڏٺا هڪ اوير طرف، هڪ اولهہ طرف ۾ هڪ ڪعبة الله شريف جي ڇت تي ڏٺم.“

حضرت بيبي آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ:

**انہ لما وقع علي الارض رفع راسہ وقال بلسان فصيح لاالٰہ الا الله واني رسول الله ﷺ.**

”جڏهن حضور ﷺ ولادت کان بعد زمين تي آيا تہ پنهنجو مٿو مبارڪ مٿي ڪٽي فصيح زبان سان “ناهي ڪو معبود مگر الله ۽ مان الله جو رسول آهيان“ فرمايائون. حضرت ام عثمان فاطمہ بنت عبدالله الثقفي ولادت جي وقت بيبي آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها سائنڻ وٽ موجود هئي. ام عثمان رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ:

**واني لانظر الي النجوم تدنو حتي اني لاقول ليقعن عليٰ فلما وضعت خرج منها نور....(خصائص ڪبريٰ ج1)**

”جنهن وقت حضور ﷺ جن جي ولادت ٿي تہ سارو گهر نور ٿي ويو ۽ مون ڏٺو تہ ستارا منهنجي مٿان ڪرڻ جي قريب هئا ۽ هر طرف نور ئي نور هو.“

کیا شان احمدی کا چمن میں ظہور ہے
ہر گل ہرشجر میں میرے آقا کا نور ہے

حضرت بيبي آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ منهنجي پهرين نگاھ جڏهن محبوب تي پئي تہ:

**نظرت اليہ فاذا هو كاالقمر ليلة البدر يسطع كالمسك الاذفر(المواهب اللدنيہ ج1)**

”مون ڏٺو تہ حضور ﷺ جن چوڏهين جا چنڊ جهڙا حسين وجميل هئا ۽ سندن جي جسم اطهر مان ڪٿوري جي خوشبو اچي رهي هئي.“

**چنڊ چوانءِ سچ، جي مٿيان مور مَ پائين،**
**ڪڏهن اڀرين سنهڙو ڪڏهن اڀرين ڳچ**
**جيڪو منهن ۾ ٻرئي ٿو مچ، سو پدم پريان جي پير ۾.(شاھ صاحب)**

حضرت عمرو بن قتيبہ رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ جڏهن حضرت حضور ﷺ جن جي ولادت جو وقت قريب آيو تہ انهيءَ وقت الله تعاليٰ ملائڪن کي حڪم فرمايو تہ سيني آسمانن ۽ جنتن جا دروازا کولي ڇڏيو ۽ سيني کي آقا ﷺ جي اسقبال جو حڪم ڏنو ويو، اهي سڀ زمين تي لهي آيا، دنيا جا جبل فخر مان بلند ٿي ويا، سمندن ۾ موجون اچي ويون، اهل زمين ۾ مبارڪن ۽ بشارتن جو اڻ ڪٽ سلسلو شروع ٿي ويو، هر ملائڪ حاضر ٿي هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏيڻ لڳا. شيطان کي 70 زنجيرن ۾ قيد ڪري بحر خضراءِ ۾ اونڌو لٽڪايو ويو ۽ ٻين شياطين کي بہ زنجيرن ۾ جڪڙيو ويو. سج کي نوراني چادر پهرائي وئي، 70 هزار حورن کي هوام ۾ بيهاريو ويو، جشن ولادت جي خوشيءَ ۾ دنيا جي سيني عورتن کي حڪم ڏنو ويو تہ سڀ حاملہ عورتون پٽ ڄڻين. جڏهن حضور ﷺ جن جي ولادت باسعادت ٿي تہ پوري دنيا نور سان پرجي وئي، آسمانن ۾ زبرجد ۽ ياقوت جا وڻ لڳايا ويا، جيڪي آسمانن ۾ مشهور آهن. شب معراج جي موقعي تي حضور ﷺ جن انهن کي ڏٺو هو. سندن کي

ٻڌايو ويو تہ توهان جي ولادت جي خوشيءَ ۾ هي وڻ لڳايا ويا هئا. شب ولادت حوض ڪوثر جي ڪناري 70 هزار ڪستوريءَ جي خوشبو جا وڻ لڳرايا ويا جيڪي جنت وارن کي خوشبو ڏيندا رهندا، انهيءَ رات آسمان وارا سلامتيءَ جون دعائون گهري رهيا هئا. بُت اونڌا ٿي ڪري رهيا هئا ۽ چئي رهيا هئا تہ قريشن کي خبر ئي ناهي تہ اڄ صديق وامين اچي ويو آهي بيت الله شريف ۾ ڪيترن ئي ڏهاڙن تائين آواز اچي رهيو تہ مون کي نور واپس ڏنو ويندو ۽ جاهليت جي نجاستن کان پاڪ ڪيو ويندو.... (خصائص ڪبريٰ ج1)

**ساري جڳ ۾ جانب لاءِ جنسار ٿي ويا محمد ﷺ اچي ويو ٻيڙا پار ٿي ويا.**

حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ کان هڪ روايت ٿيل آهي ان جو ڪجهہ حصو هن طرح آهي تہ حضرت بيبي آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمايو تہ حضور ﷺ جن ولادت وقت اشهد آگر مٿي ڪٽي خشوع وخضوع سان دعا گهري رهيا هئا مون ان وقت ڪنهن جو آواز ٻڌو، جيڪو چئي رهيو هو تہ حضرت محمد ﷺ جن کي مشرق ومغرب جو سير ڪرايو، سمنڊن جو بہ سير ڪرايو تہ جيئن سڀ انهيءَ ذات اقدس جي شان کي سڃاڻين تہ هن جو نالو مٽائيندڙ آهي جيڪو شرڪ جي سڀني نشانين کي ختم ڪري ڇڏيندو، امان سائنڻ فرمائي ٿي تہ ان وقت مون هڪ سفيد ڪڪر ڏٺو جنهن مان گهوڙن جي هڻڪڻ جو آواز اچي رهيو هو ان وقت ڪوئي چئي رهيو هو تہ حضرت محمد ﷺ کي مشرق کان مغرب تائين سير ڪرايو، انبياءِ ڪرام جي جڳهن جو سير ڪرايو، جن، انسان، پکي پرنده، جيت، جانور هر مخلوق جو تعارف ڪرايو. تمام انبياءِ ڪرام واريون سڀ صفتون وصفون عطا ڪريوس ان کان بعد ۾ پاڻ گم ٿي ويا. جڏهن واپس حضور ﷺ ظاهر ٿيا تہ سندن جي هٿ مبارڪ ۾ هڪ سائو ڪپڙو هو ۽ ڪوئي چئي رهيو هو تہ حضرت محمد ﷺ جن پوري دنيا تي،

قبضو ڪري ورتو آهي، ساري دنيا سندن جي غلامي ۾ آهي. **(خصائص ڪبريٰ ج 1)**

**غلام ہیں غلام رسول کے غلام ہیں**
**غلامی رسول میں موت بھی قبول ہے**
**نہ ہو عشق مصطفی تو زندگی فضول ہے**

مذڪوره روايات مان معلوم ڪري سگهجي ٿو ته جشن عيد ميلاد النبي ﷺ جي خوشيءَ ۾ پوري ڪائنات مسرور ومعمور هئي هر طرف پکي پکڻ، جن ملائڪ، انسان ، حورون، برو بحر، حجر وشجر، هر مخلوق جي خوشي جو انداز منفرد هو. پر شيطانن جي لاءِ، بُت پرستن جي لاءِ تباهي وبربادي هئي، ايران جا بادشاهه وڏا وڏا محل ٿهرائيندا هئا جيڪي پٿر جي مضبوطيءَ جا بي مثال، شاندار ڪفر جا اڏا هئا، باهه جا پوڄاري هزارين سالن کان باهه نه وسائيندا هئا. پر آقا ﷺ جي اچڻ جي صدقي آتش ڪده اجهامي ويا، محلن جا ڪنگرا ڪِري پيا، ڪعبة الله شريف ۾ بُت رکيل هيا اهي اونڌي منهن ڪري رهيا هئا، جيڪي ڪافر بار بار ڪٽي سڌا ڪري رهيا هئا ته انهن بتن مان آواز آيو:

**تردي بمولود اضاءت بنوره**

**جميع فجاج الارض باالشرق والغرابِ. (سيرت الحلبيہ)**

انهيءَ محبوب جي ولادت جي ڪري اونڌي منهن ڪِري رهيا آهيون جنهن جي نور سان مشرق ومغرب روشن ٿي ويا آهن. حضور ﷺ جن جي ولادت کان پهريان عورتن ڪي نياڻين جو اولاد ٿيندو هو ته ڪافر انهن کي زنده دفن ڪري ڇڏيندا هئا پر انهيءَ سال ڪنهن به عورت کي نياڻي نه ڄائي ته متان ڪنهن جي دل ڏکوئجي مکي ۾ ڏڪار هو آقا ﷺ جي صدقي هر طرف سر سبز شادابي ٿي وئي هر طرف نور ئي نور هو، جانورن پکين به هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏنيون، انهيءَ آقا ﷺ جي صدقي هر طرف سڪار و بهار ٿي وئي.حضور اڪرم ﷺ جن جي اچڻ جي

خوشي ۾ الله تعاليٰ پوري ڪائنات جي عورتن ۾ پٽن جي ونڊ ورهائي خوشي جو اظهار ڪيو مشرق و مغرب ۽ ڪعبة الله شريف تي جهنڊا لڳرايا ويا ڪائنات کي روشن ڪيو ويو، اهڙي محبوب ﷺ جي ولادت جي خوشيءَ ۾ جيتري خوشي ڪجي اها گهٽ آهي جو تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

**"لَقَدۡ مَنَّ اللّٰهُ عَلَي الۡمُومِنِيۡنَ اِذۡ بَعَثَ فِيۡهِمۡ رَسُوۡلًا " (پ 4سورة آل عمران)**

"تحقيق الله تعاليٰ مومنن تي احسان ڪيوآهي جوانهن ۾ رسول الله ﷺ موڪليائين."

دنيا ۾ الله تعاليٰ جا لاتعداد احسان آهن انسانن ۽ جنن، ملائڪن پوري ڪائنات جي مٿان جيئن الله فرمايو آهي تہ:

**"وُاِنۡ تَعُدُّوۡا نِعۡمَةَ اللّٰهِ لَاتُحۡصُوۡهَا."(سوره النحل پ 14)**

"اگر توهان الله تعاليٰ جي نعمتن کي ڳڻڻ چاهيو تہ نہ ڳڻي سگهندو"

بي شمار احسان ڪريم رب جا آهن پر سڀ کان وڏو احساس الله تعاليٰ مومن کي ياد ڏياريو آهي تہ مون توهان ۾ رسول الله جي ذات کي رحمت بنائي موڪليو آهي اهو سڀ کان وڏو احسان آهي اهائي سڀ کان وڏي نعمت آهي.

**"لَئِنۡ شَكَرۡتُمۡ لَاَزِيۡدَنَّكُمۡ وَلَئِنۡ كَفَرۡتُمۡ اِنَّ عَذَابِيۡ لَشَدِيۡدٌ " (سورة ابراهيم پ13)**

"اگر توهان شڪر ادا ڪندو تہ (نعمتن ۾) اضافو ڪندس اگر ناشڪري ڪندو تہ منهنجو عذاب سخت آهي."

الله تعاليٰ جي ڏنل نعمتن جو شڪر ادا ڪرڻ سان نعمتن ۾ اضافو ٿئي ٿو. اگر ناشڪري ڪبي، بي قدري ڪبي تہ الله تعاليٰ ان جي لاءِ سخت عذاب کان ڊيڄاريو آهي. دنيا ۾ جيڪي بہ نعمتون آهن اهي سڀ حضور ﷺ جن جي صدقي عطا ٿيون آهن يقينا حضور ﷺ جن جي ذات بابرڪات سڀ کان عظيم نعمت آهي انهيءَ کان وڏي نعمت ڪهڙي ٿي

سگهي ٿي جڏهن آقا ﷺ جي ذات بابرڪات جي ولادت سڀ کان عظيم نعمت آهي ته انهيءَ نعمت جو شڪر ڪرڻ لازم آهي، ان جي لاءِ جيتري خوشي جو اظهار ڪائنات جي ذري ذري شب ولادت ڪيو ان جو مختصر ذڪر مذڪوره روايتن ۾ ٿي آيو آهي.

الله تعاليٰ فرمايو ته:

**”قُلْ بِفَضْلِ اللهِ وَبِرَحْمَتِهٖ فَبِذَالِکَ فَلْيَفْرَحُوْا هُوَ خَيْرٌ مِّمَّا يَجْمَعُوْنَ.“(سورت يونس پ11)**

”فرماءِ الله جي فضل ۽ ان جي رحمت تي پلي ته خوشي ڪن اهو ان کان پلو آهي جيڪو گڏ ڪري رکن ٿا.“

الله تعاليٰ هن آيت ڪريمه ۾ ٻن ڳالهين جو ذڪر فرمائي انهن تي خوشيءَ جي اظهار ڪرڻ جو حڪم فرمايو آهي. (1) فضل ۽ (2) رحمت. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو آهي ته فضل مان مراد علم آهي ۽ رحمت مان مراد حضور ﷺ جن جي ذات مبارڪ آهي يعني آيت ڪريمه مان معلوم ٿيو ته حضور ﷺ جن جي ذات رحمت آهي پوءِ انهي رحمت جي خوشي ۾ خرچ ڪرڻ، گڏ ڪري رکڻ کان بهتر آهي. خرچ ڪرڻ جون مختلف صورتون آهن. ميلاد ملهائڻ ۾ قرآن ڪريم جي تلاوت ڪرائڻ، نعت خواني ڪرائڻ، لنگر پهچائڻ، لائيٽنگ ڪرڻ وغيره وغيره. انهيءَ ۾ جيڪو خرچ ڪجي ٿو اهو بلڪل جائز آهي. حضور ﷺ جن جي ولادت جي وقت ابو لهب (حضور ﷺ جن جو چاچو هو) ڪي سندس ٻانهي ثوبيه ٻڌايو ته تنهنجي ڀاءَ عبدالله رضي الله تعاليٰ عنه جي گهر ۾ هڪ معصوم پيدا ٿيو آهي. ابو لهب کي ڏاڍي خوشي ٿي انهيءَ ڪري ثوبيه کي آزاد ڪري ڇڏيائين، ابو لهب ڪافر هو، جڏهن مري ويو ته حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنه ان کي خواب ۾ ڏٺو ته ان پڇا ڪيس ته ڪهڙا حال آهن؟، ابو لهب چيو ته سڄو هفتو عذاب ۾ گذري ٿو پر سومر جي ڏينهن منهنجي

آگر مان پاڻي نڪري ٿو، جنهن آگر جي اشاري سان رسول الله ﷺ جي خوشي ۾ ٻانهي ثوبيہ کي آزاد ڪيو هيم انهي پاڻي کي چوسيندو رهندو آهيان. (**طبقات ابن سعد**)

الله اڪبر ڪبيرا اگر هڪ ڪافر کي رسول الله ﷺ جي خوشي ڪرڻ جو بہ فائدو پهچي ٿو تہ پوءِ هي غلام جيڪي پنهنجي آقا ﷺ جي ميلاد جي خوشي ۾ ڏينهن رات مست آهن انهن جو ڇا عالم هوندو...!؟

**"ذَالِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيهِ مَنْ يَّشَاءُ."**

"هي الله جو فضل آهي جنهن کي چاهي ان کي عطا فرمائي."

هي ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ناهي جنهن تي محبوب نظر ڪرم فرمائي تہ انهن خوشنصيبن کي جشن عيد ميلاد النبي ملهائڻ جي ۽ ان ۾ شامل ٿيڻ جي توفيق نصيب ٿيندي آهي.

## دائي حليمہ:

جڏهن حضور ﷺ دائي حليمہ جي هنج ۾ آيا تہ هي خاندان خوشحال بنجي ويو دائي حليمہ فرمائي ٿي تہ جنهن ڏاچي تي چڙهي اسين آيا هئاسين اها تمام گهڻي ڪمزور هئي، ليڪن جڏهن حضور ﷺ جن کي سيني سان لڳايم ۽ ڏاچيءَ تي سوار ٿيس تہ اها ٻين پلين ڏاچين کي بہ پوئتي ڇڏي وئي، حليمہ سائڻ فرمائي ٿي تہ جڏهن محبوب اسان وٽ آيو تہ ان وقت پوري علائقي ۾ ڏڪار ڇانيل هو پر تنهن جي باوجود اسان جون ٻڪريون ايترو کير ڏينديون هيون جو پاڙي وارا حيران ٿي ويندا هئا ۽ پنهنجي ٻارن کي چوندا هئا تہ توهان بہ حليمہ سان گڏ ٻڪريون چاريو ۽ پوءِ اهي منهنجين ٻڪرين سان پنهنجيون ٻڪريون ملائي ڇڏيندا هئا. حضرت حليمہ رضي الله تعالیٰ عنها جي نياڻي شيما فرمائي ٿي تہ رسول الله ﷺ جڏهن ٻاهر اُس تي نڪرندا هئا تہ سندن جي مٿان ڪڪر ڇانوَ ڪري هلندا هئا ۽ سندن کي جانور جهڪي جهڪي سلام ڪندا هئا.

هڪ دفعي پاڻ ڪريم ﷺ جي ٻچپن جي زماني ۾ ڏڪار پيو، ماڻهو ابو طالب وٽ آيا، حضور ﷺ جن ڪعبة الله شريف کي ٽيڪ لڳائي هٿڙا کنيا تہ برسات شروع ٿي وئي جنهن ڪري سڄي مڪي پاڪ ۾ باغ بهار ٿي ويو، ماڻهن خوشيون ملهايون، اهڙو منڙو ڪريم ﷺ جنهن کي جهنگل جا جانور بہ پڪاريندا هئا تہ يارسول الله ﷺ اسين بہ تنهنجا غلام آهيون اسان جي مدد فرماءِ.

هرڻي جو مشهور واقعو آهي تہ هرڻي کي هڪ شڪاري قاسائي ٻڌي ڇڏيو. اچانڪ حضور ﷺ اتان گذريا تہ هرڻي ادرڪني واغثني يارسول الله ﷺ چئي پڪاريو، پاڻ ان وٽ ويا ۽ ان کي آزاد ڪرايائون. هڪ دفعي ڪنهن جهرڪي جا ٻچا ڪو اصحابي ڪٽي آيو تہ جهرڪي حضور ﷺ جن جي محفل ۾ دانهن ڪٽي آئي ۽ آواز ڪرڻ لڳي، پاڻ ڪريم ﷺ صحابہ ڪرام کي فرمايو تہ هي جهرڪي دانهن ڪٽي آئي آهي تہ هڪ صحابي عرض ڪيو تہ يارسول الله هن جا ٻچا مون وٽ آهن، پاڻ فرمايائون تہ انهن کي آزاد ڪريو. هڪ دفعي هڪ اُٺ دانهن ڪٽي آيو تہ يارسول الله مالڪ گاهہ ٿورو ٿو ڏئي ۽ ڪم گهڻو ٿو وٺي، پاڻ ڪريم ﷺ جن مالڪ کي نصيحت فرمائي. تہ اُٺ کي گاهہ صحيح نموني کاراءِ. محبوب ڪريم ﷺ جي رحمت تہ پوري ڪائنات لاءِ آهي انهيءَ رحمت مان ڪو بدنصيب رهجي وڃي تہ ان جو نصيب..! جنهن محبوب ڪريم ﷺ جي عشق ۾ سڪل ٽڙ ڪجي جو بہ دانهون ڪري روئندو هو،انهيءَ ڪريم جو هي قلم ڇا شان بيان ڪري سگهندو، ڪروڙين صلوات وسلام انهيءَ محبوب ﷺ تي جنهن اسان جهڙن گنهگارن کي پنهنجو امتي بنايو.

موجوده دور ۾ جيڪو ميلاد جو طريقو آهي ان جو آغاز اربل جي حڪمران سلطان مظفر جي دور ۾ ٿيو.(630 هجري ۾ ان جي وفات ٿي) هي حڪمران نيڪ بااخلاق، عادل حڪمران هو جنهن ميلاد النبي ﷺ جي

خوشيءَ ۾ بادشاهي دسترخوان وسيع ڪيو. جنهن ۾ پنج هزار ٻڪرا، ڏهه هزار مرغ، هڪ لک برتن ۽ ٽي هزار ٿالهه مٺي طعام جا تيار ڪرائي اهي عوام الناس ۾ تقسيم ڪرائيندو هو ۽ اڪثر ڪري پاڻ مهمانن ڪي هٿ ڏورائيندو هو ۽ آخر ۾ سيني ۾ درهم به تقسيم ڪندو هو ان محفل ۾ تلاوت ڪلام پاڪ، محفل نعت، تقريرون، به ٿينديون هيون جنهن ۾ عيد ميلاد النبي ﷺ جن جو بيان شامل هوندو هو.

## حضور اڪرم ﷺ جا نعت خوان صحابي:

حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي ته حضور ﷺ جن حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنه جي لاءِ ممبر رکرائيندا هئا ۽ حضرت حسان رضي الله عنه ان تي بيهي رسول الله ﷺ جن جي نعت پڙهندا هئا ۽ ڪفارن جي شعرن جا جواب ڏيندا هئا حضور ﷺ جن فرمائيندا هئا ته بي شڪ الله تعاليٰ حضرت جبرائيل عليه السلام جي ذريعي حضرت حسان رضي الله عنه جي مدد ڪري ٿو. حضور ﷺ جن جي بارگاهه ۾ تقريبا صحابه ڪرام نعت شريف پيش ڪندا هئا.

معلوم ٿيو ته محفل ميلاد ۾ نعت خواني ڪرائڻ خود سنت مصطفيٰ آهي.

صحابه ڪرام جي دور ۾ ميلاد هن صورت ۾ نه ٿيندو هو ڇو ته صحابه ڪرام جي طبعيت ۾ نيڪي، ڀلائي، اهڙي طرح سمايل هئي جو انهن ڪي ڪنهن جلسي وغيره جي موجوده دور مطابق ضرورت نه پوندي هئي پر اڄ جي صورتحال مختلف آهي، ڪو نماز تي اچڻ لاءِ ايترو جلدي تيار گهٽ محسوس ٿيندو جيترو ٻين ڪمن ڪارين ۾ هوندو انهيءَ ڪري اهڙا پروگرام ڪرائڻ جنهن جي ذريعي دين اسلام جي طرف ماڻهن راغب ٿين اهو بهتر آهي.

حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي دور ۾ قرآن ڪريم ڪي گڏ ڪيو ويو، حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جي دور ۾ تراويح نماز باجماعت

ادا ڪئي وئي. حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه جي دور ۾ جمع جي خطبي کان پهريان آذان ڏني وئي، حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه جي دور ۾ نحو جا اصول لکيا ويا جيڪا مدارس ۾ نحو پڙهائي وڃي ٿي. موجوده دور جي مدارس ۾ جيڪي ڪتاب پڙهايا وڃن ٿا اهي سڀ رسول الله ﷺ جن جي دور ۾ نه هئا، ڇا پوءِ مدرسا بند ڪري ڇڏجن؟؟! مذڪوره شيون ڪڏي ڇڏجن؟ خود نبي ڪريم ﷺ جن ڪڏهن شهداءَ احد تي ويندا هئا اتي خطبو ڏيندا هئا، ڪڏهن ڪفار جي نازيبا ڪلمات جا ممبر تي چڙهي جواب ڏيندا هئا، ڪڏهن پنهنجي ولادت جي خوشي ۾ سومر تي روزو رکندا هئا، پاڻ پنهنجو 40 سالن کان بعد ۾ عقيقو به ڪيائون اهڙي طرح محفل ميلاد ۾ به تلاوت ڪلام ٿئي ٿي محفل نعت به ٿئي ٿي سيرت مصطفيٰ بيان ٿئي ٿي. غريبن، مسڪينن ۽ يتيمن ۾ لنگر تقسيم ٿئي ٿو. مهمانن جي ميزباني ڪئي وڃي ٿي اهي سڀ شيون جائز آهن. حضور ﷺ جن مڪي کان مديني پاڪ آيا ته انصارن جلوس جي صورت ۾ روزانو انتظار ڪيو. جڏهن پاڻ ڪريم ﷺ مديني پاڪ ۾ رونق افروز ٿيا ته انصار جي ٻارن، ڇوڪرين دف تي مشهور نعت جا اشعار چيا، جيڪي تاريخ جو حصو بڻجي ويا. پاڻ ڪريم ﷺ جن انهن کي منع نه فرمائي ۽ نه وري قرآن ڪريم ۾ حڪم آيو ته اها شيءِ حرام آهي ته نه ڪئي وڃي. اهي اشعار هي آهن:

طَلع البدرُ عَلينا مِن ثَنِياتِ الوَداع،وَجبَ الشُكرُ عَلينا مَا دَعا لِلهِ دَاع

اَيُها المَبعُوث فِينَا جئتُ بِالامرِ المَطاع

ترجمو: وداع جي رستي کان اسان تي چوڏهين جو چنڊ روشن ٿيو آهي اسان تي شڪر ڪرڻ واجب آهي جيستائين الله جي طرف سڏي اي اسان جي طرف ايندڙ محبوب نبي ﷺ جنهن امر سان توهان اسان وٽ آيا آهيو ان جي تابعداري ڪئي ويندي.

مفسرين ڪرام، سيرت نگارن ۽ علماءِ ڪرام تمام مستند دليلن سان ميلاد مصطفيٰ ﷺ ملهائڻ کي ثابت ڪيو آهي.جنهن کي اوهان سيرت جي ڪتابن ۾ پڙهي سگهو ٿا.

# حسن مصطفيٰ ﷺ
# سرِ انور مبارڪ

حضور ﷺ جن جو مٿو مبارڪ وچٿرو هو، صفا ننڍو بہ نہ هو، پر خوبصورت درميانہ حسين وجميل ۽ بي مثال هو،

حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو:

**ڪان رسول الله ضخم الراس ادب المفرد ص 445)**

"حضور ﷺ جن جو مٿو مبارڪ وڏو هو درميانہ طور هو."

جنهن محبوب ﷺ جي صدقي ڪائنات کي وجود مليو، ان جو سر اقدس دنيا ۾ ئي حسين وجميل هو .

حضرت هند بن ابي هالہ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو:

**ڪان رسول الله ﷺ عظيم الهامة (شمائل المحمديہ ص 35 ج 1)**

"حضور ﷺ جن جو مٿو مبارڪ وڏو هو."

حقيقت ۾ وڏو مٿو هجڻ بہ سردار قوم هجڻ جي نشاني آهي جيئن شيخ ابراهيم بيجوري رحمتہ الله عليہ فرمائي ٿو:

**عظيم الراس دليل علي القوي الدماغيتہ وهو آيہ النجابة.**

**(مواهب اللدنيہ علي شمائل المحمديہ ص 13)**

**"مٿو مبارڪ وڏو هجڻ هن ڳالهہ جو دليل آهي تہ دماغي قوت ۾ ڪامل آهي ۽ قوم جي سردار ٿيڻ جو دليل آهي."**

حضور ﷺ جن جي سيرت مبارڪ کي جنهن ادب و محبت و شوق سان صحابہ ڪرام بيان فرمايو آهي انهيءَ جو مثال تاريخ ۾ ملڻ محال آهي، هي صحابہ ڪرام جي محبت جو دليل آهي جو آقا ﷺ جن جي جسم اطهر کي ڪمال ادب سان ڏٺائون، ان کي ياد ڪري تاقيامت ايندڙ نسل جي لاءِ پنهنجي محبت جو ثبوت ڇڏي ويا.

حضور اڪرم ﷺ جن جي ظاهري جسم اطهر جو صحابہ ڪرام پنهنجي اکڙين سان ديدار ڪيو انهن محبوب جي پيارن حضور اڪرم ﷺ جن جي سيرت و صورت جو تذڪرو فرمايو آهي. جنهن انداز سان صحابہ ڪرام پنهنجي دل و دماغ سان ديدار ڪري وري ان ڪي اسان تائين پهچايو آهي اهڙو مثال دنيا جي تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي.

## زلف سرڪار ﷺ

حضور اڪرم ﷺ جن ڪي الله تعاليٰ پنهنجو محبوب بنايو، دنيا جو دستور آهي تہ جڏهن ڪاريگر هوشيار هوندو آهي تہ جڳهہ وغيره بہ ڀلي ٺاهيندو آهي بلا تشبيہ جڏهن ٺاهڻ وارو پاڻ ڪريم رب آهي ۽ ٺاهي بہ پنهنجي محبوب ڪي ٿو تہ پوءِ انهيءَ محبوب ۾ ڪهڙي گهٽتائي هوندي، ڪهڙي شيءِ نہ هوندي. عاشقن تہ هن طرح فرمايو آهي تہ "منهنجا محبوب جيئن توهان چاهيو آهي ڪريم رب توهان ڪي ايئن ئي ٺاهيو آهي. انهي محبوب ڪريم ﷺ جن جي حسن ڪي صحابہ ڪرام پنهنجي ظاهري و باطني اکين سان ڏٺو جيڪي محبوب ﷺ جن جا پتنگ ۽ پروانا هئا. اهي هر وقت محبوب ﷺجن جي ديدار ۾ مستغرق هوندا هئا جن اکڙين سان ڏٺو محبوب ﷺ جي جلون ڪي انهن صحابہ ڪرام تہ محبوب ﷺ جن جي لاءِ عرض ڪيو تہ:

واحسن منڪ لم تر قط عيني

واجمل منڪ لم تلد النساءِ

مطلب تہ "منهنجا آقا ﷺ توهان جهڙو حسين تہ اسان جي اکڙين ڏٺو ئي ناهي چو تہ دنيا ۾ ڪنهن ماءُ اهڙو ٻچو ڄڻيو ئي ناهي."
جڏهن ڄائو ئي ناهي تہ پوءِ اک ڪٿان ڏسندي؟

محبوب ڪريم ﷺ جن جي صحابہ ڪرام پنهنجي محبوب ﷺ جن جي زلفن مبارڪ جي متعلق جيڪي روايتون بيان فرمايون آهن ۽ جيڪو عقيدو ٻڌايو آهي آقا ﷺ جي زلفن مبارڪ جي ادب جو، شفا حاصل ڪرڻ جو ۽ فتح حاصل ڪرڻ جو اهو اسان جهڙن گنهگارڙن جي ايمان ڪي تازو ڪري ڇڏي ٿو.

هتي صحابہ ڪرام جون ڪجهہ محبت، عشق ۽ ادب جون روايتون بيان ڪجن ٿيون.

1: حضور ﷺ جن جي زلف مبارڪ جي لاءِ حضرت علي ڪرم الله وجهہ فرمائن ٿا:

**ولم يكن با الجعد القطط ولابالسبط كان جعدا رجلا.**

**(جمع الوسائل في شرح الشمائل بحوالہ ذڪر جميل)**

"حضور ﷺ جن جا زلف مبارڪ نہ بلڪل گهنڊيرا هئا ۽ نہ بلڪل سڌا پر ٿورا ٿورا وريل هئا."

2: حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ:

**كان شعر رسول الله ﷺ الي نصف اذنيہ**

"حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ منڙي محمد ﷺ جا وار مبارڪ ڪنن جي اڌ تائين هوندا هئا."

3:حضرت براءِ بن عازب رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ:

**لہ شعر يضرب منكبيہ**

"حضور جن ﷺ جا وار مبارڪ ڪنڌ تائين هوندا هئا." **(جمع الوسائل ص20)**

مٿئين روايتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ صحابہ ڪرام ڪهڙيءَ طرح پنهنجي محبوب ﷺ جي زلفن مبارڪ کي ڏسندا رهندا هئا، ياد ڪندا رهندا هئا.

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ:

**يكثر دهن راسہ وتسريح لحيتہ.**

"پنهنجي مٿي مبارڪ ۾ گهڻو تيل لڳائيندا هئا ۽ پنهنجي ڏاڙهي مبارڪ ۾ ڪنگي ڏيندا هئا."

حضور ﷺ جن جي وار مبارڪ جو ڪڏهن ننڍو ڪڏهن وڏو هجڻ. انهيءَ جو مطلب تہ پاڻ ڪڏهن ڪترائيندا هئا تہ ننڍا ٿي ويندا هئا ۽ نہ ڪترائيندا هئا تہ وڏا ٿي ويندا هئا.

4: حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائن ٿا تہ:

رأيت رسول الله ﷺ والحلاق يحلقہ وطاف بہ اصحابہ فما يريدون ان تقع شعرت الا في يدرجل. (مسلم كتاب الفضائل ج 2)

”مون حضور ﷺ جن کي ڏٺو تہ حجم سندن مٿي جا وار لاهي رهيو هو ۽ سندن جا اصحاب سڳورا حضور ﷺ جن جي چوڌاري گول دائرو ٺاهيون بيٺا هئا ۽ چاهين پيا تہ جيڪو بہ وار ڪِري تہ اهو ڪنهن نہ ڪنهن صحابي جي هٿ مبارڪ ۾ ڪِري.“

## زلف مبارڪ جي ذريعي علاج

حضرت عثمان بن عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائن ٿا تہ منهنجي گهرواريءَ جي عادت هوندي هئي تہ اگر ڪنهن کي بہ نظر لڳندي هئي يا بيماري ٿيندي هئي تہ پاڻي ڪنهن ٿانو ۾ وجهي مون کي ڏيندي هئي تہ اهو پاڻي حضرت ام سلمہ رضي الله تعاليٰ عنها وٽ کڻي وڃ، ڇو تہ ان وٽ حضور ﷺ جن جو وار مبارڪ هوندو هو.

**فاخرجت من شعر رسول الله ﷺ وكانت تمسك في جلجل من فضة فغضخضتہ لہ نہ مريض.**

پوءِ انهيءَ وار مبارڪ کي ڪڍندي هئي جيڪو هڪ چاندي جي نلي ۾ رکيل هوندو هو پوءِ انهيءَ وار کي پاڻي ۾ هلائيندي هئي پوءِ اهو پاڻي مريض پيئندو هو تہ ان کي شفا نصيب ٿيندي هئي.

معلوم ٿيو تہ صحابہ ڪرام جو عقيدو هو تہ حضور ﷺ جن جي وار مبارڪ جي ذريعي برڪت ملي ٿي ۽ شفا بہ ملي ٿي.

## زلف مبارڪ سيف الله جي نظر ۾

حضرت خالد بن وليد رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ مون وٽ حضور ﷺ جن جا ڪجھ وار مبارڪ پيشانيءَ جا هيا، مون انهن کي پنهنجي ٽوپي جي اڳئين حصي ۾ سبي ڇڏيو، انهن وارن مبارڪ جي برڪت سان مون سڄي زندگي فتح حاصل ڪئي. حضرت خالد بن وليد رضي الله تعاليٰ عنہ جو جنگ يرموڪ جو هڪ مشهور واقعو آهي. جنگ جي ميدان ۾ پاڻ اڳتي وڌي رهيا هئا

تہ سامهون ڪافرن جو ”نسطور“ پهلوان مقابلي لاءِ نڪتو، تمام سخت مقابلو ٿيو ايتري قدر ۾ حضرت خالد رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهوڙي ٿاٻو کاڌو ۽ هو گهوڙي جي ڪنڌ تي ڪِريو، اهو ڪافر ايئن ڏسي پويان اچي ويو ۽ ان وقت حضرت خالد رضي الله تعاليٰ عنہ پهلوانن کي سڏي چئي رهيو هو تہ ”مون کي ٽوپي ڪٽي ڏيو، مون کي ٽوپي ڪٽي ڏيو الله تعاليٰ توهان تي رحم ڪري.“

ان وقت مسلمانن مان هڪ شخص خالد بن وليد رضي الله تعاليٰ عنہ جي ٽوپي ڪٽي آيو، پاڻ ٽوپي پائي ايترو تيز حملو ڪيائون جو ان ڪافر جو ڪنڌ اڏائي ڇڏيائون.

جڏهن پاڻ فارغ ٿيا تہ خالد بن وليد رضي الله تعاليٰ عنہ کان پڇيو ويو تہ توهان اهو جنگ ۾ ڇا ڪري رهيا هئا جو دشمن توهان جي پٺيان پئجي ويا ۽ توهان ٽوپي لاءِ پريشان هئا؟ان وقت خالد رضي الله تعاليٰ عنہ جواب ڏنو تہ ”اها عام ٽوپي نہ هئي پر انهيءَ ٽوپي ۾ حضور ﷺ جن جا وار مبارڪ هئا، جيڪي مون کي پنهنجي جان کان وڌيڪ پيارا آهن، انهيءَ جي صدقي مون کي هر ميدان ۾فتح ملندي آهي، انهيءَ ڪري مان بي قرار هئس تہ اها ٽوپي ڪافرن جي هٿ ۾ نہ اچي وڃي!“.

سبحان الله! هي عقيدو ڪنهن عام انسان جو نہ هو پر حضرت خالد بن وليد رضي الله تعاليٰ عنہ جو هو-جنهن جو نالو ٻڌي ڪافرن جون دليون ڏهلجي ويندڙيون هيون، جنهن پوري زندگي ۾ شڪست جو تصور بہ نہ ڪيو هو، هي اهو محبوب صحابي آهي جنهن کي حضور ﷺ جن سيف الله جو لقب عطا فرمايو.

حضرت ثابت رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ مون کي انس بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو حضور ﷺ جن جو خادم هو ان وصيت ڪئي هئي تہ جڏهن مان وفات ڪري وڃان تہ مون وٽ حضور ﷺ جن جو وار مبارڪ آهي اهو منهنجي زبان جي هيٺان رکي ڇڏجانءِ پوءِ جڏهن هن وفات ڪئي تہ مون اهو وار مبارڪ حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ جي هيٺان رکي ڇڏيو.

حضرت علي المرتضي رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ رسول الله ﷺ جن کان سون ٻڌو، پاڻ پنهنجو هڪ وار مبارڪ هٿ ۾ ڪٽي فرمائي رهيا هئا تہ جنہ منهنجي هڪ وار کي تڪليف پهچائي تہ انهيءَ تي جنت حرام آهي.

**(ڪنز العمال ج2 ص 276)**

صحابہ ڪرام پنهنجي محبوب ﷺ جي زلف مبارڪ جا قيدي هئا محبت ۾ هر وقت آقا ﷺ جي وارن مبارڪ جي زيارت ڪندا هئا.

آقا ﷺ جي زلفن جي هر ادا حسين هوندي هئي ڪڏهن وار بارڪ ڪنڌ تائين ڪڏهن ڪلهن تائين لٽڪيل هوندا هئا، صحابہ ڪرام بہ پنهنجي محبوب ﷺ جي وارن جي تعريف ڪندا هئا.

حضرت علي ڪرم الله وجهہ فرمايو تہ "حضور ﷺ جن جا وار مبارڪ حسين وجميل هئا."

**(ڪان رسول الله حسن الشعر)**

سيدنا فاروق اعظم رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ:

**ڪان رسول ذو وفرتہ**

"حضور ﷺ جن جا وار مبارڪ لٽڪيل هوندا هئا."

مفسرين ڪرام فرمائن ٿا تہ قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ محبوب جي وارن جو قسم ڪنيو آهي.

**"وَاللَّيۡلِ اِذَآ سَجٰي"**

"رات جو قسم جڏهن ڇانئجي وڃي ٿي."

"اي حبيب تنهنجي زلفن جو قسم! جڏهن توهان جي چهري مبارڪ يا ڪلهن تي لٽڪن ٿا".

**تنهنجي زلف جي بند ڪمندِ وڏا،**
**انسان هزارين مان نہ رڳو**

**تنهنجي شاهي دسترخوان مٿان ،**
**مهمان هزارين مان نہ رڳو**

# زلف مبارڪ مزارات ۾

حضرت عمر بن عبدالعزيز رضي الله تعاليٰ عنہ وصيت ڪئي تہ مان جڏهن وفات ڪري وڃان تہ حضور ﷺ جن جا وار مبارڪ منهنجي ڪفن ۾ رکي ڇڏجو، جڏهن فوت ٿيو تہ وار مبارڪ سندس ڪفن ۾ رکيا ويا.

هي محبوب جي زلفن جون ڪجھ جهلڪيون بيان ڪيون ويون، محبوب جي هڪ زلف جي تعريف لکڻ جي بہ هن قلم ڪي طاقت ناهي جو لکي سگهي، صرف عشق مصطفيٰ ﷺ جا اسير پنهنجي محبت جي اظهار جي ڪوشش ڪندا آهن تہ شال آقا ﷺ جن جو قرب نصيب ٿي وڃي..!

# پيشاني مبارڪ

نبي ڪريم ﷺ جن جي پيشاني مبارڪ ڪشادي، چمڪندڙ، روشن هئي، هر وقت آقا ﷺ جن جي پيشاني تي خوشي، اطمينان جي ڪيفيت رهندي هئي، صحابہ آقا ﷺ جي پاڪ پيشاني ڪي ڏسي پنهنجي اکين جي اُج اجهائيندا هئا. جڏهن محبوب ﷺ جي پيشاني مبارڪ جو ديدار ڪندا هئا تہ خوشي ۽ سرور جي ڪيفيت ۾ محو ٿي ويندا هئا.

1:حافظ ابن ابي خثيمہ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائن ٿا تہ:

**ڪان رسول الله ﷺ اجلي الجبين اذا طلع جبينہ من بين الشعر او طلع من فلق الشعر او عند الليل او طلع بوجهہ علي الناس تراي جبينہ ڪانہ السراج المتوقد يتلالا ڪانوا يقولون هو ﷺ.** (دلائل النبوتہ ص 378 ج1)

"حضور ﷺ جن جي پيشاني مبارڪ روشن هئي جڏهن وارن مبارڪن ڪان پيشاني مبارڪ ظاهر ٿيندي هئي يا رات جي وقت ظاهر ٿيندي هئي يا پاڻ ڪريم ﷺ صحابہ جي سامهون ايندا هئا تہ ان وقت پيشاني مبارڪ ايئن ڏسڻ ۾ ايندي هئي جيئن روشن ڏيئو چمڪندڙ هجي".

اهو حسين منظر ڏسي صحابہ خوشي مان پڪاريندا هئا تہ اهو منهنجو محبوب ﷺ " آهي.

2: ام المومنين حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن پنهنجي پاپوش مبارڪ کي چتيون لڳائي رهيا هئا.

**فجعل جبينہ يعرق، عرقہ يتولد نورا، فبهت فنظر الي رسول الله ﷺ فقال مالڪ ياعائشہ بهت ؟ قلت: جعل جبين يعرق و جعل عرقڪ يتولد نورا، ولوراڪ ابو ڪبيرا لهذلي لعلم انڪ احق بشعر.(السيرة النبوية ج 3 ص 174)**

پوءِ حضور ﷺ جن پيشاني مبارڪ تي پسينو اچي ويو، انهيءَ پگهر مبارڪ جي قطرن مان نور جون لاٽون نڪري رهيون هيون ۽ مان انهيءَ منظر ۾ گم ٿي ويس، پوءِ مون کي حضور ﷺ جن ڏنو پاڻ فرمايو تہ "اي عائشہ توکي ڇا ٿي ويو"؟

مون عرض ڪيو تہ "توهان جي پيشاني مبارڪ جي پسيني جي قطرن مان توهان جون نور جون لاٽون نڪري رهيون آهن، اگر ابوڪبير هذلي شاعر توهان جي ان نوراني ڪيفيت کي ڏسي ها تہ يقينا سمجهي ها تہ جيڪو ان شعر چيو هو اهو توهان جي لاءِ آهي".

حضور ﷺ جن پنهنجي محبوب ڪنوار حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها جي گفتگو ٻڌي فرمايائون تہ "ڪهڙو شعر چيو هو ابو ڪبير هذلي"؟

حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمايو:

**فاذا نظرت الي اسرتہ وجهہ برق ڪبرق العارض المتهل.**

"جڏهن مون ان جي روشن چهري کي ڏٺو تہ ان جي ڳلڙن جي روشني ائين چمڪي جيئن ڪڪرن ۾ ڪنوڻ چمڪندي آهي".

3: هي محبوب ڪريم ﷺ جي هڪ اصحابي ابو خذيمہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي عشق ومحبت جي جهلڪي ايمان کي تازو ڪرڻ لاءِ پيش ڪجي ٿي.

**عن ابي خزيمة بن ثابت عن عمہ ابي خزيمہ انہ ريٰ فيما يري النائم انہ سجد عليٰ جبينہ النبي ﷺ فاخبرہ فاضطجع لہ و قال صدق رئوياڪ فسجد عليٰ جبہ.**

(مشڪواة شريف ص 396)

”خزيمہ بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنہ پهنجي چاچي کان روايت ڪري ٿو تہ منهنجي پيءُ حضرت ابو خزيمہ خواب ڏٺو تہ حضور ﷺ جن جي پيشانيءَ تي سجدو ڪري رهيو آهي، پوءِ اهو خواب حضور ﷺ جن کي ٻڌايائين ان وقت حضور ﷺ جن ليٽي پيا ۽ فرمايائون تہ پنهنجو خواب سچو ڪر، پوءِ حضرت ابو خزيمہ رضي الله تعاليٰ عنہ حضور ﷺ جن جي پيشاني تي سجدو ڪيو.“
ڇا مقام هوندو ان صحابي جو جنهن اهو سجدو ادا ڪيو.

# چهرو مبارڪ

پوري مخلوقات ۾ جيڪي بہ جاندار شيون آهن انهن کي الله تعاليٰ چهرو عطا ڪيو آهي پر هي اهو چهرو مبارڪ آهي جنهن جي هڪ جهلڪ ڏسڻ جي لاءِ ملڪ، فلڪ، عرش، زمين، پوري مخلوقات دعائون گهرندي هئي تہ ”اي مولىٰ، آقا ﷺ جن جي چهري مبارڪ جي زيارت ڪراءِ“.

جنهن چهري پاڪ جي زيارت لاءِ صحابہ ڪرام ڪسندا هئا انهيءَ چهري پاڪ جو قسم خود ڪائنات جي رب ڪريم بہ کنيو آهي.

”**وَالضُّحٰي**“محبوب جي چهري پاڪ جو قسم! انهيءَ محبوب ﷺ جي چهري پاڪ جو بہ صحابہ ڪرام ديدار ڪيو ۽ ان کان بعد ۾ قيامت تائين ايندڙ مخلوقات جي لاءِ پنهنجي محبت، ادب و عشق وارو عقيدو بہ بيان فرمائي ويا تہ اي، انسانو! هن محبوب ﷺ جي چهري پاڪ جي زيارت لاءِ تہ آسمانن جا ملائڪ، حورون، بہ لهي اچي آقا ﷺ جي بارگاهہ ۾ حاضري ڏيندا هئا. انهيءَ چهري مبارڪ کي صحابہ ڪرام جي فرمودات ۾ مختصر طور پيش ڪجي ٿو.

1: حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ حضور رضي الله تعاليٰ عنہ جن جي چهري پاڪ جهڙو حسن مون ڪنهن ۾ بہ نہ ڏٺو. آقا ﷺ جن جو چهرو ائين لڳندو هو ڄڻ سج حضور ﷺ جن جي چهري ۾ گهمي رهيو هجي.
(مشڪواة شريف)

حضور ﷺ جن جو چهرو مبارڪ نوراني هو، اصحاب سڳورا جڏهن چهرو ڏسندا هئا تہ انهن جي دلين کي سڪون اچي ويندو هو. محبوب جي چهري مبارڪ کي ڏسي صحابہ جي ڪيفيت تبديل ٿي ويندي هئي.
حضور براءِ فرمايو تہ:

2: **ڪان رسول الله ﷺ احسن الناس وجها واحسنهم خلقا.** (بخاري شريف)
"رسول الله ﷺ جن جو چهرو مبارڪ تمام گهڻو حسين هو، ماڻهن ۾ سندن جو اخلاق بہ تمام سهڻو هو".

3: حضرت جابر بن سمرة رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ "مون چانڊوڪيءَ رات ۾ حضور ﷺ کي ڏٺو، پوءِ مان ڪڏهن حضور ﷺ جن کي ڏسان پيو ڪڏهن چنڊ کي ڏسان پيو، ان وقت حضور ﷺ جن کي ڳاڙهو پهراڻ پهريل هو."
**فاذاهو احسن عندي من القمر.**
"ان وقت حضور ﷺ چنڊ کان زياده حسين هئا".
هي هڪ صحابيءَ جو عقيدو آهي تہ چنڊ بہ منهنجي محبوب جي چهري سان مقابلو نہ ٿو ڪري سگهي.
حاجي غلام نبي مهيسر رح انهيءَ عشق جي ڳالهہ کي هن طرح بيان ڪيو آهي

**چوڏهين رات جا چنڊ پيارا تنهنجو اُبري اچڻ ٻي طرح آ**
**منهنجي محبوب ۾ هر نموني هر ادا جو هجڻ ٻي طرح آ.**
**ڪڏ تہ سنهڙو صفا ليڪ آهين، ڪڏ تہ اصلي اپرندو بہ ناهين**
**تون لِڪين ٿو تہ اونداهہ ليڪن، منهنجو سهڻو سجڻ ٻي طرح آ.**

هي حقيقت آهي تہ عقل سوچڻ تي مجبور ڪندو آهي پر عشق حضرت جابر بن سمرة رضي الله عنہ وارو عقيدو ٻڌائڻ تي مجبور ڪندو آهي ۽ چوندو آهي تہ هاڻي ڇڏ مقابلو ڪرڻ. صرف هي چئي ڏيکار تہ منهنجي محبوب ﷺ سان مقابلو ڪرڻ وارو الله تعاليٰ پيدا ئي ناهي ڪيو، سڀ حسين بہ انهيءَ آقا ﷺ کان حسن جي خيرات وٺندا آهن سج، چنڊ، تارا بہ محبوب جي چهري پاڪ کان روشني وٺندا آهن.

3: حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو:

**كان رسول الله ازهر اللون كان عرقه اللولو.(مشكوات شريف 516)**

"حضور ﷺ جن جو رنگ روشن هو ۽ سندن جي چهري مبارڪ تي پسينو ايئن محسوس ٿيندو هو جيئن موتي".

4: حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي ته:

**كنت اخيط فسقطت مني الابرة فلم اقدر عليها فدخل رسول الله ﷺ فتبينت الابرة بشعاع نور وجهه فاخبرته. (خصائص كبريٰ ص 62)**

"مان اندر گهر مبارڪ ۾ ڪجهه سبي رهي هيس ته مو ن کان سئي ڪري پئي پوءِ مون ان کي ڳوليو پر نه لڌي ان وقت حضور ﷺ جن آيا ته سندن جي چهري مبارڪ جي روشني سان حجرو مبارڪ روشن ٿي ويو ۽ مون کي سئي ملي وئي".

**محبوب جي مرڪڻ تان مان صدقي**

**امان عائشه صديقه جي سُئي لهڻ تان صدقي**

5: حضرت ڪعب بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو:

**كان رسول الله اذا سر استنار وجهه حتي كانه قطعة من القمر.**

**(بخاري شريف ج 1 ص502)**

"جڏهن حضور ﷺ جن خوش ٿيندا هئا ته سندن جو چهرو مبارڪ چنڊ جو ٽڪرو لڳندو هو".

6: حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو.

**متيٰ يبدو في الليل البيهم جبينه بلج مثل مصباح الدجي المتوقد .**

"جڏهن انڌيري رات ۾ حضور ﷺ جن جي پيشاني مبارڪ ظاهر ٿيندي آهي ته ايئن لڳندو هو جيئن اونداهي رات ۾ چراغ روشن هجي".

حقيقت هيءَ آهي ته حضور ﷺ جن جو جنهن به ديدار ڪيو انهي. پنهنجي سوچ ۽ فڪر سان تشبيهه ڏني پر شاهه ولي الله محدث دهلوي رحمته الله عليه جن فرمايو ته منهنجي والد شاهه عبدالرحيم هڪ دفعي حضور ﷺ کي خواب ۾ ڏٺو عرض ڪيائين ته "يارسول الله! جڏهن مصر جي عورتن حضرت

يوسف رضي الله تعاليٰ عنه کي ڏٺو ته پنهنجا هٿ ڪٽي ڇڏيائون پر توهان کي ڏسڻ سان اهڙي حالت نه ٿي ٿئي؟"

7: **فقال النبي ﷺ جمالي مستور عن اعين الناس غيرة من الله عزوجل ولو ظهر لفعل الناس اکثر مما فعلوا حين رَءُو يوسف.** (در ثمين ص 7)

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته منهجي حسن کي الله تعاليٰ غيرت جي ڪري لِڪائي ڇڏيو آهي جيڪڏهن ظاهر ٿي وڃي ته ماڻهو انهيءَ ڪان به وڌيڪ ڪندا جيڪو مصر جي عورتن يوسف عليه السلام کي ڏسڻ وقت ڪيو.

8: ابن اثير فرمايو ته الله تعاليٰ پنهنجي محبوب کي نوراني پرن ۾ ڇپائي رکيو هو اگر آقا ﷺ جو حسن جمال ظاهر ٿئي ها ته ان کي ڏسڻ جي ڪنهن کي طاقت ئي نه هجي ها.

9: حضرت محبوب ﷺ جن جو چهرو مبارڪ آئيني وانگر چمڪندو هو جنهن وقت پاڻ ﷺ مرڪندا هئا ته ٻين شين جو عڪس سندن جي چهري ۾ نظر ايندو هو ۽ ديوارون به سندن جي چهري ۾ نظر ايندیون هيون.

10: حضرت معاذبن جبل رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته اسان حضور ﷺ جن سان غزوه تبوڪ جي لاءِ نڪتاسين حضور ﷺ جن فرمايو ته سڀاڻي انشاءَ الله توهان تبوڪ جي چشمي تي انهيءَ وقت پهچندو، جڏهن ڏينهن گرم هوندو ان وقت جيڪي صحابه اتي پهچي وڃن اهي چشمي جي پاڻي کي هٿ نه لڳائين. جڏهن حضور ﷺ جن اتي پهتا ته انهي چشمي ۾ تمام ٿورو پاڻي هو، حضور ﷺ جن ٿورو پاڻي ڪٽي هڪ ٿانوَ ۾ گڏ ڪيو.

**ثم غسل وجهه ويديه ثم اعاده فيها فجرت العين بماءٍ کثير فاستسقي الناس ثم قال رسول الله يوشک يامعاذ ان طالت بک حياة ان تريٰ ماهٰهنا قد مَلاَ جنانا.**
(خصائص ڪبريٰ)

"پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجو چهرو مبارڪ ۽ هٿ ڌوتا اهو پاڻي چشمي ۾ وڌائون پوءِ چشمي مان پاڻي جوش سان وهڻ لڳو پوءِ صحابه ڪرام جن پاڻي پيتو، پوءِ پاڻ فرمائايون ته "اي معاذ اگر تنهنجي عمر وڏي ٿي ته تون ڏسجان هي جاءِ باغ سان سرشارهوندي".

حضور ﷺ جن جي چهري مبارڪ سان لڳل پاڻي جڏهن چشمي سان مليو ته اهو نهر وانگر وهڻ لڳو هي چهري مصطفيٰ ﷺ جي برڪت هئي.

11: حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنه جو مشهور معروف عقيدو:

وَاحسَنُ مِنکَ لمَ ترقطُ عَينِي
وَاجمَلُ مِنکَ لمَ تَلِدِ النِساءِ
خُلِقتَ مُبرّا مِن کُلِ عَيب
کَانَّکَ خُلِقتَ کَمَاتَشَاءُ (حسان بن ثابت ديوان 21)

فرمائي ٿو ته "منهنجا محبوب! توکان زياده حسين منهنجي اکين ڏٺو ئي ناهي،
منهنجا محبوب توهان کان زياده حسين وجميل کنهن ماءُ ڄڻيو ئي ناهي،
منهنجا محبوب توهان هر عيب کان پاڪ پيدا کيا ويا آهيو،
جيئن توهان چاهيو آهي ايئن ئي الله تعاليٰ توهان کي پيدا فرمايو آهي".

شاعر رسول ﷺ حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو جڏهن بارگاهه رسالت ۾ حاضري ڏيندو هئس ته انهيءَ وقت آقا ﷺ جو ديدار کندو هئس.

12: **لما نظرت الي انواره وضعت کفيٰ عليٰ عيني خوفا من ذهبا بصري.**

"جڏهن حضور ﷺ جن جي انوار تجليات جو ديدار کيو انهيءَ وقت مون پنهنجي اکين تي هٿ رکي ڇڏيا ته متان منهنجي نظر ختم ٿي وڃي".

صحابه ڪرام جي عشق و محبت کي پڙهي ايمان تازو ٿي وڃي ٿو.

مُلا علي قاري قصيده برده شريف جي شرح ۾ لکيو آهي.

13: **انه اذا ذکر عليٰ ميت حقيقي صار حيا حاضرا، واذا ذکر عليٰ کافر و غافل جعل مومنا وهول ذاکرا، لٰکن الله ستر جمال هٰذا الدر المکنون وکمال هٰذا الجوهر المصون لحکمة بالغة** (زبدة شرح البردة)

اگر الله تعاليٰ حضور ﷺ جن جي حقيقي برڪت کي اڄ به ظاهر ڪري ته ان جي ڪري مرده زنده ٿي وڃن ۽ ڪافر مسلمان ٿي وڃن ۽ ذڪر کان غافل ذڪر ۾محو ٿي وڃن، پر الله تعاليٰ پنهنجي حڪمت ڪامله سان هن انمول جوهر کي پردي ۾ ڇپائي ڇڏيو آهي.

# عاشقن جو سالار

عاشقن جي سالار حضرت اويس قرني رضي الله تعاليٰ عنہ جي باري ۾ روايت آهي تہ پنهنجي والده جي خدمت جي ڪري حضور ﷺ جن سان ظاهري حالت ۾ ملاقات نہ ڪري سگهيا، پر حضور ﷺ جن هن عاشق صادق جي لاءِ وصيت فرمائي هئي تہ هي منهنجو جبو مبارڪ آهي، حضرت اويس قرني رضي الله تعاليٰ عنہ کي ڏجو ۽ امت لاءِ مغفرت جي دعا گهرائجو.

حضور نبي ڪريم ﷺ جن جي ظاهري وصال کان بعد ۾ حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنہ ملاقات ڪرڻ جي لاءِ حضرت اويس قرني جي وطن قرن ۾ آيا ان سان ملاقات ڪئي ۽ حضور اڪرم ﷺ جو فرمان ٻڌايو، گفتگو جي وچ ۾ حضرت اويس رضي الله تعاليٰ عنہ سوال ڪيو تہ توهان رسول الله ﷺ جو ديدار ڪيو آهي؟ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو "هائو، ان وقت حضرت اويس قرني رضي الله عنہ مرڪڻ لڳا ۽ فرمايائون:

**لم تريا من رسول الله ﷺ الاظلہ .**

"توهان صرف رسول الله جو سايو ڏٺو آهي".

قربان وڃان انهيءَ حقيقت تان جنهن لاءِ اويس قرني رضي الله عنہ فرمايو تہ منهنجي محبوب جي حقيقت کي تہ توهان ڏٺو ئي ناهي هي تہ صرف آقا ﷺ جو سايو آهي، جنهن لاءِ دنيا ديواني آهي. اگر آقا ﷺ جي حقيقت ظاهر ٿئي ها تہ پوءِ پوري ڪائنات ئي سڙي ختم ٿي وڃي ها انهيءَ حسن مصطفيٰ جي صدقي، هي تہ الله تعاليٰ جو احسان آهي جو محبوب پردن ۾ آيو.

شيخ عبدالعزيز دباغ رحمتہ الله عليہ فرمايو تہ:

**وان مجموع نوره ﷺ لو وضع علي العرش لذاب ولو جمعت المخلوقات كلها ووضع عليها ذالک النور العظيم لتهافة وتساقت.**

"اگر حضور ﷺ جن جي نور ڪامل کي عرش عظيم تي ظاهر ڪيووجي ها ته عرش به پگهرجي وڃي ها اهڙي طرح اگر پوري مخلوقات کي گڏ ڪري حضور ﷺ جي نورمقدس کي ظاهر ڪيو وڃي ها ته پوري مخلوقات ختم ٿي وڃي ها".
آقا ﷺ جي حسين وجميل چهري پاڪ جو ذڪر حضرت پير مهرعلي شاه گولڙي شريف واري هن طرح ڪيو آهي:

**مک چند بدر شعشاني اي**
**متي چمڪي لاٽ نوراني اي**

**ڪالي زلف تي اکه مستاني اي**
**مخمور اکهين هن مد ڀهريان.**

## رخسارمبارڪ

حضور ﷺ جن جا ڳل مبارڪ زياده ٻاهر نڪتل نه هئا ۽ نه زياده اندر هئا بلڪ درميانه هئا، گلاب جي گل وانگر ڳاڙها سفيدي جي طرف مائل هئا اهڙي ڪشش جو ڏسندڙ جي دل کي سڪون ۽ سرور محسوس ٿئي.
حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته:
**ڪان رسول الله ابيض الخد.** (سبل الهدي والرشاد ج2 ص 29)
"حضور ﷺ جن جا ڳل مبارڪ چمڪدار هئا."
حضرت هند بن ابي هاله رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته:
**ڪان رسول الله سهل الخدين.** (شمائل المحمديه ج1 ص 36)
"حضور ﷺ جن جا ڳل مبارڪ هموارا برابر هئا."

# چَپ مبارڪ

حضور ﷺ جن جا چپ مبارڪ ڳاڙهاڻ جي طرف مائل هئا.
**ڪان رسول الله ﷺ احسن عبادلله شفتين والطفهم ختم فم.**
**(السيرت النبويہ ص 203 ج3)**
”حضور ﷺ جن جا چپ مبارڪ سيني ماڻهن ڪان زياده حسين هئا ۽ خاموش رهڻ وقت تمام نرم لطيف محسوس ٿيندا هئا.“
حضرت عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي:
**ان النبي ڪان يحدث حديثا لوعدة العاد لحصاه (بخاري شريف)**
”حضور ﷺ جن اهڙي طرح ڳالهائيندا هئا اگر ڪوشخص ڳڻڻ چاهي ها تہ ڳڻي سگهي ها.“
حضرت فضل بن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائن ٿا تہ:
جڏهن حضور ﷺ جن کي قبر مبارڪ ۾ لاٿو ويو تہ مون سندن جو آخري ديدار ڪيو.
**اذا رائيت شفتيہ يتحرڪ فادنيت اذني عندها فسمعت وهو يقول اللهم اغفر لامتي فاخبرتهم بهٰذا فتعجبوا بشفقتہ علي امتہ. (مدارج النبوتہ 2 ص 442)**
”جڏهن مون ڏٺو تہ حضور ﷺ جن جا چَپ مبارڪ چُري رهيا هئا پوءِ مون پنهنجو ڪن حضور ﷺ جن جي چَپن مبارڪن جي ويجهو ڪيو مون ٻڌو تہ پاڻ ڪريم ﷺ پنهنجي امت لاءِ دعا گهري رهيا هئا تہ:
”اي الله منهنجي امت کي بخش فرماءِ.“پوءِ اها خبر مون ٻين صحابہ کي بہ ٻڌائي تہ اهي سيئي انهيءَ شفقت تي عجب ۾ پئجي ويا.“

اهڙي مقام تي بہ حضور ﷺ جن پنهنجي امت کي نہ وساريو، قربان ڪيان پنهنجا ٻچا ٻار، دنيا ڪائنات، پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ جن جي ذات تان جنهن اسان جهڙن کي پنهنجي نگاهِ ڪرم سان پنهنجو بنايو.

# دَهَن مبارڪ

حضور ﷺ جن جو وات مبارڪ سندن جي چهري مبارڪ جي حسن وجمال کي خوبصورت بڻائي رهيو هو.

حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو:

**ڪان رسول الله ضليع الفم.** (جامع ترمذي)

"رسول الله ﷺ جن جو وات مبارڪ ڪشادو، حسين وجميل هو."

آواز مبارڪ دلين کي سرور ڏيندڙ هو، پاڻ فصيح ۽ بليغ ڳالهائيندا هئا. جنهن جي گواهي قرآن مجيد ڏئي رهيو آهي:

"**وَمَاَ يَنْطِقُ عَنِ الْهَوٰي O اِنْ هُوَ اِلَّا وَحْيٌ يُوْحٰي.**" (پ27 سورة النجم )

"منهنجو محبوب پنهنجي مرضيءَ سان نه ڳالهائيندو آهي پر جڏهن خدا تعاليٰ وحي فرمائيندو آهي ته پوءِ ڳالهائيندا آهن."

حضرت براءِ بن عازب رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو ته يوم حُديبه ۾ حضور ﷺ جن حُديبه جي کوهه تي سڪون فرمايو، سندن سان گڏ 1400 صحابي هئا. لشڪر اسلام وارن کوهه جو پاڻي ختم ڪري ڇڏيو، پاڻي جو قطرو به نه بچيو.

اها خبر حضور ﷺ جن کي پهتي ته پاڻي ختم ٿي ويو آهي پوءِ پاڻ انهيءَ کوهه جي ڪناري تي آيا ۽ پاڻي جو ٿانوَ گُهرايائون، پوءِ وضو ڪيائون پوءِ ان مان ڳُرڙي ڪيائون کوهه ۾ پوءِ دعا فرمايائون ۽ ان کيٰ کوهه ۾ اڇلايائون، پوءِ پاڻ فرمايائون ته ڪجهه دير انهيءَ کي ڇڏيو پوءِ انهي کوهه ۾ ايترو پاڻي گڏ ٿي ويو جو تقريبا 20 ڏينهن سمورو لشڪر اتان پاڻي پيئندو رهيو. (مشڪوات ص 532)

حضرت وائل بن حجر رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو:

"حضور ﷺ جن وٽ هڪ ڏول آندو ويو پاڻ انهي ڏول مان پاڻي پيتائون انهي مان ڳرڙي ڪري هڪ کوهه ۾ اڇلايائون ته انهيءَ مان ڪستوري جي خوشبو اچڻ لڳي." (زرقاني 4، ص 94 خصائص ڪبريٰ ص 61)

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنه جي گھر ۾ کوھ ھو پاڻ ڪريم ﷺ پنهنجو لُعاب مبارڪ ان ۾ وڌو ته انهي کوھ جو پاڻي اهڙو ته منو ٿي ويو جو پوري مديني ۾ اهڙو منو پاڻي ٻئي کوھ جو نه ھو. (خصائص ڪبري41)

حضرت عتبه بن فرقد رضي الله عنه (موصل جو شهر فتح ڪيو ھو) حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه جي دور خلافت ۾) جي گھرواري حضرت ام عاصم رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي ته اسان سيئي تمام سٺي خوشبو استعمال ڪنديون هيوسين پر جيڪا خوشبو حضرت عتبه رضي الله تعاليٰ عنه جي وجود مان ايندي هئي اها اسان جي خوشبو ڪان تمام سٺي ۽ زياده هوندي هئي.

هڪ ڏهاڙي اسان انهيءَ خوشبو جي باري ۾ معلوم ڪيو ته "اها خوشبو ڪٿان جي آهي؟"

حضرت عتبه رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته "منهنجي پنيءَ تي ڦرڙيون نڪتيون هيون، مون حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو بيماري جي متعلق، پاڻ فرمايائون اگهڙ ڊڪي باقي ڪپڙا لاھ پوءِ پاڻ پنهنجي دَهَن مبارڪ جو پاڻي پنهنجي هٿ مبارڪ سان منهنجي پُٺي ۽ پيٽ تي لڳايائون ان ڏينهن کان منهنجي بيماري ختم ٿي وئي ۽ منهنجي بدن ۾ خوشبو پيدا ٿي وئي.

(خصائص الڪُبريٰ ج2 ص 84)

هي لُعابِ دَهَن جو ڪمال ھو جو بيماريُ ختم ٿي وئي پر جسم مان سالن جا سال خوشبو ختم نه ٿي.

حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنه غزوه خندق جي ڏينهن ڪجھ ڪاڌي پيتي جو گھر ۾ انتظام ڪيو پوءِ حضور ﷺ جن کي عرض ڪيائين ته يارسول الله ﷺ ڪجھ ڪاڌو تيار آهي پاڻ سان گڏ ڪجھ صحابه ڪرام ساڻ وٺي هلو، پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو ته "وڃ گھرواريءَ کي چئو ته جيستائين اسان نه اچون تيستائين ديڳڙيءَ جو ڍڪ نه لاهي ۽ ماني به نه پچائي."

پوءِ پاڻ ﷺ اعلان فرمايائون ته سڀ اصحابي حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنه جي دعوت تي هلو، توهان کي دعوت آهي حضرت جابر رضي الله

تعاليٰ عنه اهو ٻڌي جلدي گهر ۾ آيو ۽ گهرواريءَ کي ٻڌايائين ته حضور ﷺ جن تمام اصحابه ڪرام سان هتي تشريف وٺي اچي رهيا آهن. گهرواريءَ چيو ته ڇا توهان اهو عرض ڪيو هو ته طعام بلڪل ٿورو آهي؟

حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته "هائو" گهرواريءَ چيوته پوءِ فڪر جي ڳالهه ڪونهي.

حضور ﷺ جن جيئن آيا ته حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته "مان اٽو ڳوهيل ڪڍي آيس پوءِ پاڻ انهيءَ ۾ لُعاب دَهَن وڌائون ۽ برڪت جي دعا گهريائون پوءِ ديڳڙيءَ ۾ به لُعاب وڌائون. ۽ برڪت جي دعا گهريائون جڏهن طعام تيار ٿيو ته تقسيم شروع ڪيائون."

حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنه قسم ڪڻي ٻڌائي ٿو ته اسان هزار صحابه هئاسين سيني طعام کاڌو ڍَو ڪري مگر پوءِ به طعام اوترو ئي بچي پيو ڄڻ ڪنهن کاڌو ئي نه هو.

سوچڻ جو مقام آهي ته دعوت چند صحابه ڪرام کي هئي پر جڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن تمام صحابه ڪرام کي گهرايو ته حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنه جي گهر ۾ ٿورڙو طعام لُعاب مصطفيٰ ﷺ جي برڪت سان هزار صحابي کائي ويا پر طعام ختم نه ٿيو هي محبوب ﷺ جي لُعاب جو ڪمال آهي.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو محمد بن حاطب جيڪو ننڍڙو ٻار هو، ان جي هٿ تي گرم تيار تيل ديڳڙي ڪري جنهن جي ڪري ان جو هٿ سڙي پيو حضور ﷺ جن دعا فرمائي ۽ ان تي لُعاب دَهَن لڳايو ته هن جو هٿ ان وقت ئي ٺيڪ ٿي ويو. (شفا شريف)

حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه جون اکيون خيبر جي ميدان تي خراب ٿي ويون، پاڻ ڪريم ﷺ جن ان تي لُعاب دَهَن لڳايو ته ان وقت ئي ٺيڪ ٿي ويون، ڄڻ سور هيو ئي نه. (بخاري شريف ص 606 ج 1)

حضرت قاضي عياض رحمته الله عليه فرمائي ٿو ته:

غزوه خندق جي ڏينهن حضرت علي بن حڪم رضي الله تعاليٰ عنہ جي پني ڪنجي پئي حضور ﷺ جن انهيءَ تي دَهَن مبارڪ جو پاڻي لڳايو تہ ان وقت ئي نيڪ ٿي ويو ۽ حالانڪ اهو صحابي پنهنجي گهوڙي تان بہ نہ لٿو هو.

(شِفا شريف ج ص 213)

سبحان الله ! محبوب ﷺ جي لُعاب جا ڪمال گڏ ڪري نہ ٿا سگهجن، جنهن دلبر جي صدقي ڪائنات پيدا ٿي آهي انهيءَ جي لُعاب دَهَن ۾ هر درد جي دوا، هر مرض جي شفا آهي قيامت تائين بلڪ حشر ۾ بہ موجود رهندي.

## ڏندَ مبارڪ

حضور ﷺ جن جا ڏند مبارڪ نهايت ئي سهڻا، سنهڙا ۽ چمڪدار هوندا هئا سامهون ڏندن جي درميان ڪجهہ فاصلو هو. جڏهن پاڻ مسڪرائيندا هئا تہ ائين لڳندو هو گويا نور جون شعائون نڪري رهيون آهن.

حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ:

**ڪان رسول الله افلج الثنتين اذا تڪلم رئي ڪاالنور يخرج من بين ثنا ياه.**

(سنن الڪبريٰ ص 415 ج 1)

”حضور ﷺ جن جي سامهون ڏندن جي درميان ٿورو مفاصلو هو پاڻ ﷺ جڏهن گفتگو فرمائيندا هئا تہ انهي فاصلي مان نور جون لاٽون نڪرنديون هيون.“

صحابہ ڪرام پنهنجي محبوب ﷺ جي ڏندن مبارڪ جي چمڪدار ڪيفيت ڪي بيان فرمايو آهي پاڻ ڪريم ﷺ جن جڏهن مُسڪرائيندا هئا تہ موتين جي مالها فضا ۾ پکڙجي ويندي هئي. چهرو مبارڪ گلاب جي گل کان بہ زياده ٻهڪندو هو ۽ حسين وجميل لڳندو هو.

**اذا افتر ضاحڪا افتر عن مثل سناالبرق وعن مثل الغمام، اذا تڪلم رئي ڪالنور يخرج من ثناياه.**

"پاڻ ڪريم ﷺ جڏهن مُرڪندا هئا تہ ڏند مبارڪ ڪنوڻ ۽ بارش جي ڳڙي (برف) وانگر چمڪندا هئا، جڏهن ڳالهائيندا هئا تہ ايئن ڏسڻ ۾ ايندو هو جيئن نور جون لاٽون نڪرنديون هجن." (شفا شريف ص 39 ج 1)
حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو:
**مبلج الثنايا وفي روايہ عنہ براق الثنايا** (انوار المحمديہ ص 199)
"حضور ﷺ جن جا ڏند مبارڪ چمڪدار هئا."
حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ:
**ان النبي اذا ضحک يتلالوءُ في الجدر.** (خصائص الڪبريٰ ص 84 ج1 )
"حضور ﷺ جن جڏهن مرڪندا هئا تہ پتيون (ديوارون) روشن ٿي ويندي يون هيون."
پاڻ ڪريم ﷺ جن ڏندن مبارڪ تي مسواڪ گهڻو استعمال ڪندا هئا ۽ ڏند مبارڪ هميشہ صاف ۽ چمڪدار هوندا هئا.

## زبان مبارڪ

حضور اڪرم ﷺ جن جي پاڪ زبان لاءِ الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي:
**"لَاتُحَرِّکۡ بِہٖ لِسَانَکَ لِتَعۡجَلَ بِہٖ."** (پ 29 سوره القيٰمتہ)
"اي محبوب توهان نہ حرڪت ڏيو (قرآن پاڪ ياد ڪرڻ لاءِ) پنهنجي زبان کي تان تہ تکڙ ڪيو توهان."
جڏهن حضور ﷺ جن ڏانهن وحي نازل ٿيندي هئي تہ پاڻ ان کي ياد ڪرڻ لاءِ زبان مبارڪ کي هلائيندا هئا يعني پڙهندا هئا تہ الله تعاليٰ فرمايو محبوب توهان تکڙ نہ ڪريو ياد ڪرڻ ۾، پنهنجي زبان کي تکڙو نہ هلايو. يعني انهيءَ قرآن پاڪ کي توهان جي سيني ۾ محفوظ ڪرڻ اسان جو ڪم آهي

حضور ﷺ جن جي زبان مبارڪ تمام پاڪيزه، با ادب، بلاغت، فصاحت، حق وصداقت جو مظهر هئي سندن جو ڪلام مبارڪ منڙو سچو، نرم، واضح هر قسم جي عيب، گلا، ڪوڙ وغيره کان پاڪ هو.

محدثين ڪرام فرمايو آهي تہ جڏهن بہ ڪوشخص ڪنهن بہ ٻولي ۾ ڳالهائيندو هو تہ پاڻ ڪريم ﷺ انهيءَ ئي ٻولي ۾ ان شخص سان ڳالهائيندا هئا جانورن جي ٻولي بہ سمجهندا هئا.

حضرت زيد ۽ حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمائن ٿا تہ اسان هڪ دفعي مديني پاڪ جي هڪ رستي مان حضور ﷺ جن سان گڏ وڃي رهيا هئاسين تہ اتي هڪ اعرابي جو خيمو لڳل هو، ٻاهران هرڻي ٻڌل هئي، اعرابي اُس ۾ ستل هو، ان هرڻي ٽي دفعا يارسول الله ﷺ ڪري پڪاريو، حضور جن ﷺ فرمايو تہ "توکي ڪهڙي مشڪلات آهي؟"

هرڻي عرض ڪيو، "مون کي گرفتار ڪري هِتي ٻڌو ويو آهي منهنجا بہ ٻچڙا جهنگل ۾ آهن، توهان مون کي آزاد ڪيو تہ انهن کي کير پياري اچان."

پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو تہ "تون واپس ايندينءَ؟" عرض ڪيائين تہ "واپس نہ اچان تہ مون کي دردناڪ عذاب ٿئي" پاڻ ڪريم ﷺ ان کي آزاد ڪيو ۽ اها هرڻي هلي وئي ڪجهہ دير کان پوءِ واپس آئي تہ پاڻ ڪريم ﷺ ان کي ٻڌي ڇڏيو، ايتري ۾ اهو اعرابي بہ اچي بيٺو، جيئن ئي حضور ﷺ جن کي ڏٺائين تہ عرض ڪيائين تہ "يارسول الله ﷺ، توهان ڪيئن تشريف وٺي آهيو هتي؟"

**قل تطلق هٰذه الظبيہ فاطلقها فخرجت تعدو في الصحرا تجري جريا شديدا فرحا وهي تضرب برجليتها الارض وتقول اشهد ان لاالٰہ الا الله وانک لرسول الله ﷺ**
**(زرقاني علي المواهب ص 150 ج5)**

"پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو "هن هرڻي کي ڇڏ،" پوءِ ان وقت ئي هرڻي کي اعرابي ڇڏيو پوءِ ميدان ۾ ڊوڙندي خوشيءَ مان تيز ڀڄڻ لڳي ۽ اشهد ڪلمو بہ پڙهندي رهي، حضور ﷺ جن جي پاڪ زبان هرڻ سان بہ ان جي ٻوليءَ ۾

ڳالهائيو. پاڻ ڪريم ﷺ انسانن جنن ملائڪن، جانورن، پٿرن وغيره جون ٻوليون ٻہ ڄاڻندا هئا. اهڙا بي شمار واقعا حديث جي ڪتابن ۾ موجود آهن جيئن پاڻ اُٺ سان ڳالهايائون، پٿرن سان ڳالهايائون، وڻن کي سڏ ڪيائون، جانورن جي فرياد رسي ڪيائون، پاڻ ڪريم ﷺ جن جي پاڪ زبان مبارڪ مان جيڪي الفاظ پاڪ نڪرندا هئا اهو ٿي ويندو هو پاڻ ﷺ دشمنن ڪافرن کي بہ پنهنجي پاڪ زبان سان گارگند نہ ڏنائون، ڪنهن جي گلا نہ ڪيائون، ڪنهن جي دل نہ ڏکايائون پر پاڻ ﷺ فرمائيندا هئا تہ جنهن جي هٿ ۽ زبان کان مسلمان محفوظ هجن اهو ئي حقيقي مومن آهي."

هي اها ئي زبان آهي جنهن مان نڪتل الفاظ روءِ زمين جي لاءِ قانون ۽ حديث بنجي ويا ڇو تہ هن پاڪ زبان مان هميشہ حق صداقت جو آواز نڪتو آهي.

حضرت زبير بن بڪادي رضي الله تعاليٰ عنہ روايت ڪري ٿو تہ حضور اڪرم ﷺ جن غزوه ذي قرو 7 سن هجري تي رڪيا. صحابہ ڪرام عرض ڪيو تہ حضور ﷺ هن چشمي جو پاڻي ڇهرو آهي.

پاڻ فرمايائون تہ:

**بل هو نعمان وماء طيب فطاب** (شفا شريف ص 218)

"انهيءَ جو نالو نعمان آهي ۽ انهي جو پاڻي مٺو آهي."

پوءِ ان وقت کان ئي انهي جو پاڻ مٺو ٿي ويو.

**هي زبان مصطفيٰ ﷺ جو ڪمال آهي.**

# ڏاڙهي مبارڪ

حضور اڪرم ﷺ جن جي ڏاڙهي مبارڪ گهاٽي، خوبصورت ۽ وڏي هوندي هئي، پاڻ ڪريم ﷺ جن جي ڏاڙهي مبارڪ جا وار ڪارا هئا. پاڻ ﷺ ان ۾ تيل لڳائيندا هئا ۽ پاسن جي طرف کان وارن کي برابر ڪرڻ جي لاءِ

ڪٽيندا هئا تہ ڏارهي مبارڪ حسين وجميل رهي پاڻ ڪريم ﷺ جن مُڇون مبارڪ ڪترائيندا هئا.

سندن جي ڏاڙهي مبارڪ ۾ ڪل 17 يا20 وار اڇا (سفيد) هئا.

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو:

**ليس في راسہ ولحيتہ عشرون شعرة بيضاء (شمائل ترمذي حديث 1)**

"حضور جن ﷺ جي مٿي مبارڪ ۽ ڏاڙهي مبارڪ ۾ 20 وار بہ اڇا نہ هئا."

حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنہ جن فرمايو:

**ڪان رسول الله اسود اللحية (خصائص الڪبريٰ ص 125)**

"حضور ﷺ جن جي ڏاڙهي مبارڪ ڪاري هئي."

حضرت انس بن رضي الله تعاليٰ عنہ مالڪ فرمائي ٿو:

**ولم يختضب رسول الله انما ڪان البياض في عنفقتہ وفي الصدغين وفي الراس نبذ. (مسلم شريف حديث 1821)**

"حضور جن ﷺ خضاب (رنگ) نہ لڳايو ڇو تہ سندن جي هيٺين چَپ مبارڪ جي هيٺيان ڪنن جي پرسان ۽ مٿي مبارڪ ۾ چند وار اڇا هئا."

**ڪان النبي ياخذ من لحيتہ من عرضها وطولها.( جامع ترمذي 100)**

"حضور جن ﷺ پنهنجي ڏاڙهي مبارڪ کي ديگهہ ۽ ويڪر ۾ وٺندا هئا."

يعني حضور ﷺ جن پنهنجي ڏاڙهي مبارڪ جي وارن کي هر پاسي کان حسين وجميل رکندا هئا ۽ ان کي پاسن کان ۽ هيٺان ڪترائيندا هئا.

حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ:

**جزو الشوارب وارخوا للحيٰ خالفوا المجوس. (بخاري شريف ج2 ص875)**

"مڇون ڪترايو ۽ ڏاڙهي وڌايو مجوسين جي مخالفت ڪريو."

حضور ﷺ جن ڏاڙهي رکڻ ۽ مڇون ڪترائڻ جو حڪم فرمايو آهي. ڏاڙهي مبارڪ هڪ مُٺ جي برابر رکڻ سنت آهي انهيءَ کان ننڍي ڪرڻ سنت جي خلاف، ناجائز آهي.

بخاري شريف ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعالىٰ عنہ جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ جڏهن حج تي ويندا هئا تہ پاڻ هڪ مٺ کان زياده کي ڪترائيندا هئا.

تمام صحابہ ڪرام، ائمہ عظام، تابعين، تبع تابعين انهيءَ حد کي سنت قرار ڏنو آهي، انهيءَ کان ننڍي ڪرڻ ناجائز آهي.

حضور ﷺ جن فرمايو تہ "جنهن منهنجي هڪ سنت کي زنده ڪيو الله تعالي ان کي 100 شهيدن جو اجر عطا فرمائيندو."

محبت جي تقاضا اها ئي آهي تہ جيئن محبوب فرمائي ٿو انهيءَ تي عمل ڪجي انهيءَ ۾ ئي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي آهي. حضرت انس رضي الله تعالىٰ عنہ فرمائي ٿو تہ هڪ يهودي حضور ﷺ جن جي ڏاڙهي مبارڪ جي ننڍن وڏن وارن مبارڪ جي اصلاح ڪئي، پاڻ ڪريم ﷺ ان جي حق ۾ دعا فرمائي.

**اللهم جملہ فاسودت لحيتہ بعد ماكانت بيضاءَ** (خصائص الكبري ج2 ص 23)

"اي الله انهيءَ کي زينت عطا ڪر پوءِ ان جي ڏاڙهي جا وار ڪارا ٿي ويا، حالانڪ پهريان سفيد هئا."

انهيءَ حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضور ﷺ جن پنهنجي ڏاڙهي مبارڪ جي وارن کي ٺهرائيندا هئا ۽ محبوب جي پاڪ زبان مان نڪتل الفاظ تصوير ئي بدلائي ڇڏيندا هئا.

# ڀرون مبارڪ

حضور ﷺ جن جون ڀرون مبارڪ تمام سنهيون هيون، حضرت هند بن ابو هالہ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائن ٿا:

**ڪان رسول الله ازج الحواجب سوابغ في غير قرن، بينهما عرق يدره الغضب.**

”حضور اڪرم ﷺ جن جا ڀرون مبارڪ ڪمان وانگر وريل هئا ۽ سنهڙا ۽ گهاٽا هئا ۽ جدا جدا هئا ٻنهي جي وچ ۾ هڪ رڳ هئي جيڪا ڪاوڙ جي حالت ۾ اڀريل ڏسڻ ۾ ايندي هئي.“

# اکيون مبارڪ

الله تعاليٰ پنهنجي محبوب جي هر هڪ شيءِ کي حسن وجميل بنايو هو حضور ﷺ جن جون اکيون ڪاريون حسين روشن هونديون هيون.

حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ:

**ڪان ادجع العينين.**

”حضور اڪرم ﷺ جون اکيون ڪشاديون ۽ ڪاريون هيون.“

**ڪان اهدب الشفار العينين**

”سندن جي اکين جون ڀنبڙيون مبارڪ ڊگهيون هيون.“(طبقات الڪبريٰ)

حضرت جابر بن سمرة رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ:

**ڪان رسول الله اشڪل العينين (الطبقات ڪبريٰ ص 231 ج1)**

”حضور اڪرم ﷺ جن جي اکين جي اڇي حصي ۾ ڳاڙها رنگ جا ليڪا ڏسڻ ۾ ايندا هئا.“

حضور اڪرم ﷺ جن ٻچپن ۾ جڏهن بہ ننڊ مان اٿندا هئا تہ سندن جون اکيون مبارڪ سرمو پاتل هونديون هيون ۽ وارن ۾ بہ تيل لڳل هوندو هو.

حضرت جابر بن سمرة رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائن ٿا.

**ڪنت اذا نظرت اليہ ، قلت اڪحل العينين وليس باڪحل** (ترمذي)

"جڏهن ٻه حضور ﷺ جن کي اکڙين مبارڪ ڏانهن نظر ڪندو هئس ته ايئن لڳندو هو ڄڻ پاڻ سرمو پاتو اٿن حالانڪ ان وقت سرمو نه پاتل هوندو هُين.

حضور ﷺ جن جي اکڙين مبارڪ جو اهو مقام هو جو الله تعاليٰ پنهنجي محبوب ﷺ کي پنهنجو ديدار ڪرايو ۽ فرمايو:

**"مَازَاغَ الْبَصَرُ وَمَاطَغٰي"**

"نه نگاهه مصطفيٰ ڇنيي ۽ نه حد کان وڌي."

حضور ﷺ جن فرمايو ته:

**رايت ربي في احسن صورة.**

"مون پنهنجي رب ڪريم کي سهڻي صورت ۾ ڏٺو."

پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي دست قدرت کي منهنجي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ رکيو پوءِ مون الله تعاليٰ جي دست قدرت جو فيض ٺڌي شي جي صورت ۾ محسوس ڪيو پنهنجي سيني ۾ ان کان بعد ۾ مون تي هر شي ظاهر ٿي وئي.

حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو.

**فعلمت ما في السمٰوات وما في الارض.** (جامع ترمذي ص 366)

حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته پوءِ مون زمين و آسمان جي هر شيءِ کي سڃاتو.

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو ته:

**ان الله قد رفع ليَ الدنيا، فانا انظر اليها والي ماهو ڪائن فيها الي يوم القيامة ڪانما انظر الي ڪفيْ هٰذه.**

"بيشڪ الله تعاليٰ منهنجي سامهون دنيا رکي پوءِ مان دنيا ۾ جيڪو ٿي رهيو ۽ جيڪو ٿيندو قيامت تائين ان کي ايئن ڏسي رهيو آهيان، جيئن ان کي مان پنهنجي هٿ جي ترِي تي ڏسي رهيو آهيان."

10: حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته:

"رسول الله ﷺ جن فرمايو ته توهان منهنجو چهرو قبله جي طرف ڏسو ٿا پر توهان جو خشوع ۽ رڪوع مون کان ڇپيل ناهن مان توهان کي پنهنجي پويان ڏسي رهيو آهيان."

11: حضرت اسما رضي الله تعاليٰ عنها بيان ڪري ٿي ته رسول الله ﷺ جن ارشاد فرمايو ته:

**ما من شي ڪنت لم اره الا قد رئيته في مقامي هٰذا حتي الجنة والنار.**

**(المعجم الڪبير)**

"ڪابه اهڙي شيءِ ناهي جيڪا مون نه ڏٺي مگر انهيءَ جڳهه تي تان جو مون جنت ۽ جهنم به ڏٺو."

اگر سوچيو وڃي ته پوري ڪائنات حضور ﷺ جن جي نگاهن جي سامهون آهي ڇو ته جڏهن شب معراج حضور ﷺ جن الله تعاليٰ جو ديدار فرمايو ته باقي ڪهڙي شيءِ لڪي سگهي ٿي؟ هي نگاهه مصطفيٰ ﷺ جو ڪمال آهي جنهن لاءِ خود الله تعاليٰ فرمايو:

**"مَازَاغَ الْبَصَرُ وَمَاطَغٰي"**

جڏهن نگاهه مصطفيٰ جي ڪمال ڪي الله تعاليٰ بيان فرمائي رهيو آهي ان جي سامهون ڪهڙي شيءِ لڪيل هوندي.

# نڪ مبارڪ

حضور ﷺ جن جو نڪ مبارڪ وڇٿرو هوندو هو، نه زياده بلند نه زياده ٿلهو بلڪ سنهڙو هو ايئن محسوس ٿيندو هو ڄڻ ته نڪ مبارڪ بلند آهي پر درميانه هو.

حضرت هند بن ابي هاله رضي الله تعاليٰ عنه فرمائن ٿا:

**ڪان رسول الله اقني العرنين له نور يعلوه يحسبه من لم يتامله الشم.**

**(سبل الهدي والرشاد ج2 ص 29)**

"حضور ﷺ جن جو نڪ مبارڪ مٿي هو جنهن مان نور جون لاٽون نڪرنديون هيون جيڪو شخص غور سان نڪ ڪي نه ڏسندو هو اهو سمجهندو هو ته نڪ مبارڪ بلند آهي حالانڪه درميانه هو."

# ڪن مبارڪ

حضور ﷺ جن جا ڪن مبارڪ ڪامل، خوبصورت ۽ دلڪش هئا سندن جي ٻڌڻ جي قوت کي ٻہ الله تعاليٰ ڪامل اڪمل عطا فرمايو هو.

حضرت ا ذر غفاري رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو:

**قال رسول الله اني اري مالا ترون واسمع ما لاتسمعون.** (**مشڪوات شريف ص** 457)

”حضور ﷺ جن فرمايو جيڪي مان ڏسان ٿو اهو توهان نہ ٿا ڏسو جيڪي مان ٻڌان ٿو اهو توهان نہ ٿا ٻڌو.“

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ حضور ﷺ جن حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنہ کي فرمايو:

**يا بلال هل ماسمع قال لا والله يارسول الله ﷺ ما اسمعہ قال الا تسمع اهل القبور يعذبون.** (**المستدرڪ ص** 40)

”اي بلال! ڇا تون اهو ٻڌين ٿو جيڪو مان ٻڌان ٿو عرض ڪيائين يارسول الله ﷺ مان نہ ٿو ٻڌان، پاڻ ﷺ فرمايائون تہ ڇا تون نہ ٿو ٻڌين قبرن وارن (آواز ڪري رهيا آهن يهودي) کي عذاب ڪيو ٿو وڃي.“

حضرت عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي:

**تخرج الاذنان بياضهما من تحت تلڪ الغدائر، ڪانما توقد الڪواڪب الدرية بين ذالڪ السواد.** (**تاريخ دمشق ڪبير ص** 335 **ج** 1)

”حضور ﷺ جن جي ڪارن زلفن جي وچ ۾ سفيد ڪن ايئن لڳندا هئا جيئن اونداهيءَ ۾ ٻہ ستارا چمڪي رهيا هئا هجن.“

# (گردن مبارڪ)

حضور ﷺ جن جو ڪنڌ مبارڪ خوبصورت، درميانہ، صاف ۽ چاندي
وانگر چمڪدار ۽ ڪجھہ قدر ڊگھو هو.

حضرت هند بن ابي هالہ رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي:

**ڪان عنقہ جيد رمية في صفاءِ الفضتہ (الشمائل المحمديہ ص 36 ج 1)**

"حضور ﷺ جن جو ڪنڌ مبارڪ ڪنهن مورتي وانگر ٺهيل ۽ چاندي وانگر
صاف هو."

حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ:

**وڪان احسن عبادالله عنقا لا ينسب الي الطول ولا الي القمر**

**(دلائل النبوتہ ص 304 ج 1)**

"حضور ﷺ جن جو ڪنڌ مبارڪ سيني ماڻهن کان زياده حسين هو نہ زياده
ڊگھو هو ۽ نہ زياده ننڍو هو."

حضرت حافظ ابو بڪر بن ابو خثيمہ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ
حضور ﷺ جن جو ڪنڌ مبارڪ سڀني شخصن کان حسين هو اُس يا هوا جي
ڪري جيڪو حصو ڏسڻ ۾ ايندو هو تہ اهو چاندي جي صراحي وانگر ڏسڻ ۾
ايندو هو. جنهن ۾ سون جو رنگ اهڙي طرح پريل هجي جو چاندي جي چمڪ ۽
سون جو رنگ نظر ايندو هجي. ۽ ڪنڌ مبارڪ جو حصو جيڪو ڪپڙن ۾ ڇپيل
هوندو هو اهو چوڏينهن جي چنڊ وانگر چمڪندڙ نظر ايندو هو.

## ڪلها مبارڪ

حضور ﷺ جن جا ڪلها مبارڪ مضبوط ۽ ڪجھہ ٿلها هوندا هئا.
گولائيءَ ۾ حسين هئا.

حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ:

**ڪان رسول الله عظيم مشاش المنڪبين. (البدايہ والنهايہ ص 19 ج 6)**

"حضور ﷺ جن جا ڪلها مبارڪ جا جوڙ طاقتور ۽ وڏا هئا."

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ ڪڏهن ڪو ٻهراڙي جو شخص حضور ﷺ جن جي قميص مبارڪ کي ڇڪيندو هو تہ اسان ڏسندا هئا سين سندن جا ڪجهہ ڪلها مبارڪ سفيد ۽ چمڪندڙ هئا ايئن محسوس ٿيندو هو تہ چنڊ جو ٽڪرو هجي.

صحابہ ڪرام محبوب جن هر شيءِ کي غور سان ڏسندا هئا ۽ انهيءَ جي ديدار سان مسرور ٿيندا هئا.

حضور جن ﷺ جا پاسا مبارڪ سفيد، شفاف، خوشبودار هئا.

هڪ دفعي حضرت ابو موسيٰ رضي الله تعاليٰ عنہ جن حضور ﷺ جن لاءِ پاڻي آندو، پاڻ ڪريم ﷺ جن هٿ مٿي ڪٽي ان کي دعا فرمائي.

حضرت ابو موسيٰ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو:

**ورايت بياض ابطيہ.**

"مون حضور ﷺ جن جي پاسن جي سفيدي ڏٺي."

حضور ﷺ جن جي پاسن جي خوشبودار هجڻ لاءِ بني حريش جو هڪ شخص پنهنجي ٻچپن جو واقعو ٻڌائي ٿو تہ مان پنهنجي والد سان گڏ بارگاهہ رسالت ﷺ ۾ حاضر ٿيس اتي حضرت ماعز بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنہ کي جرم جي سزا ملي رهئي هئي، انهيءَ جو مون تي خوف ٿيو ممڪن هو تہ مان ڪري پوان ها پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن مون کي پاڻ سان لڳايو ان وقت سندن جي پاسي مبارڪ مان پسينو مون تي ڪِريو، جنهن جي خوشبو ڪستوري کان بہ زياده هئي.

هي حضور ﷺ جن جي حسن جو ڪمال عڪس هو، صحابہ ڪرام هر طرح محسوس ڪندا هئا، ان کي ياد ڪندا هئا. اها ئي صحابہ ڪرام جي زندگي هئي، اهو ئي محبت جو ثبوت هو جو محبوب جي هر ادا کي ياد ڪندا هئا.

حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ:

**ڪان النبي ﷺ اذا سجد يري بياض ابطيہ.** (خصائص ڪبريٰ ص 63)

"حضور ﷺ جن سجدو ڪندا هئا تہ سندن جي پاسن جي سفيدي نظر ايندي هئي."

حضور ﷺ جن ڪڏهن ڪڏهن هڪ ڪپڙي ۾ يا چادر ويڙهي نماز ادا ڪندا هئا
انهيءَ ڪري سندن جا پاسا مبارڪ ڏسڻ ۾ ايندا هئا.
پاسن ۾ عام ماڻهو وانگر بدبوءِ نہ هوندي هئي، نہ وري رنگ متغير هوندو هو
پر خوشبو ۽ چمڪ هوندي هئي

## ٻانهون مبارڪ

حضور ﷺ جن جون ٻانهون مبارڪ خوبصورت ڏيگهہ ۾ درميانہ ۽
ڪارائين تي وار مبارڪ هئا. ٻانهون مبارڪ چمڪدار هيون.
**ڪان رسول الله عظيم الساعدين.** (البدايہ والنهايہ ص19 ج 6)
"حضور ﷺ جن جون ٻانهون مبارڪ درميانہ وڏيون هيون."
**ڪان رسول الله اشعر الذراعين.** (البدايہ والنهايہ ص 32 ج 6)
"حضور ﷺ جن جي ڪارائين تي وار مبارڪ هئا."

## هٿ مبارڪ

حضور ﷺ جن جا هٿ مبارڪ نرم، نازڪ، خوشبودار هئا. آڱريون
مبارڪ ڊگهيون سندن سان مصافحو ڪندڙ ايئن محسوس ڪندا هئا تہ ريشم کان
زياده نرم آهن.
حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو:
**ما مست حريرا ولا ديباجا الين من ڪف النبي.** (بخاري شريف)
"مون حضور ﷺ جن جي هٿن مبارڪ کان زياده نرم ڪنهن ريشم ۽ پٽ کي نہ
ڇُهيو."
محبوب ڪريم ﷺ جي هٿن مبارڪ جو ذڪر الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾
فرمايو تہ:
**"يَدُ اللهِ فَوْقَ اَيْدِيْهِمْ"**
صلح حديبيہ جي موقعي تي حضور اڪرم ﷺ جن پنهنجي صحابہ
ڪرام کان بيعت وٺي رهيا هئا ان وقت الله تعاليٰ فرمايو تہ اي محبوب جنهن

توهان جي هٿ ۾ هٿ ڏنو ان الله جي دست قدرت ۾ هٿ ڏنو ٻي جاءِ تي ارشاد آهي.

"وَمَارَمَيۡتَ اِذۡ رَمَيۡتَ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ رَمٰي" (پ 9 سوره الانفال)

"اي محبوب توهان پٿر نہ ڇٽيا بلڪ الله تعاليٰ هنيا."

حضور ﷺ جن ڪفارن ڪي پنهنجي دست مبارڪ سان پٿريون هنيون تہ الله تعاليٰ ان جو ذڪر فرمايو تہ اي محبوب توهان جي هٿن مبارڪ ڪي مان پنهنجو هٿ مبارڪ چوان ٿو.

حضرت وائل بن حجر رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو:

**ڪنت اصافح رسول الله اويمس جلدي جلده فتعرفہ بعد في يدي وانہ لاطيب رائحتہ من المسڪ.** (زرقاني علي المواهب ج4 ص 183)

"مان حضور ﷺ جن سان مصافحو ڪندو هئس يا ڪڏهن منهنجو هٿ حضور ﷺ جن جي جسم ڪي ڇهندو هو تہ منهنجي هٿ ۾ ڪستوري ڪان زياده خوشبو هوندي هئي."

حضرت عباد بن عبدالصمد رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ:

اسان هڪ ڏينهن حضرت انس بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر ۾ وياسين حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي ٻانهي ڪي فرمايو تہ "دسترخوان ڪڻي اچ، اسان ڪاڌو ڪائينداسين." ٻانهي دسترخوان ڪڻي آئي ۽ انهيءَ ٻانهي دسترخوان وڇايو، حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ رومال بہ ڪڻي اچ، اها هڪ رومال ڪڻي آيو جيڪو ميرو هو، حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ هن رومال ڪي باهہ جي تنور ۾ وجهہ ڪجهہ دير ڪان بعد جڏهن ان ڪي ڪڍيو ويو.

**فخرج ابيض ڪانہ اللبن فقلنا ماهٰذا فقال هٰذا منديل ڪان رسول الله ﷺ يمسح بہ وجهہ فاذا انسخ صنعنابہ هٰڪذا لان النار لا تاڪل شيئا مر علي وجوه الانبياءِ.**

**(خصائص الڪبريٰ ص 80)**

"پوءِ اهو رومال کير وانگر سفيد چمڪي رهيو هو، اسان پڇيو تہ هي ڇا آهي. حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ هي رومال آهي، هن سان حضور ﷺ جن پنهنجو چهرو مبارڪ صاف ڪندا هئا پوءِ جڏهن رومال ميرو ٿي ويندو آهي

تہ اسان ان کي باھ ۾ وجھندا آھيون چو تہ باھ انبياءَ جي چھري سان لڳل شيءِ کي نہ کائيندي آھي.“

سبحان الله! کھڙو نہ پاک عقيدو ھو صحابہ ڪرام جو حضور ﷺ جن جي جسم مبارڪ سان لڳل شيءِ جي حفاظت ڪندا ھئا جڏھن حضور ﷺ جن جي ذات سان مليل رومال کي باھ نہ ٿي ساڙي تہ جنھن والدين ڪريمن جي خون سان جسم اطھر ملايو ويو انھن کي جھنم جي باھ ڪيئن ويجھو ايندي، ڪيئن ساڙيندي؟ جن صحابہ ڪرام آقا ﷺ جن سان ھٿ ملايو، جھوليءَ ۾ سمھاريو، يا روضي مبارڪ ۾ گڏ آھن، انھن کي جھنم جي باھ ڪيئن ويجھو ايندي؟ جيئن ڪجھ ماڻھو صحابہ ڪرام جي خلاف ڳالھائيندا آھن انھن کي ھن حديث مبارڪ مان سبق حاصل ڪرڻ گھرجي.

حضور ﷺ جن جي ھٿن مبارڪ جا ڪمال ڪھڙا بيان ڪري سگھبا، جنھن آقا ﷺ جي ھٿن جي لڳڻ سان حضرت اسيد بن اياس رضي الله تعاليٰ عنہ جي چھري ۽ سيني کي اھڙي روشني عطا ٿي جو جڏھن حضرت اسيد رضي الله تعاليٰ عنہ ڪنھن اوندا ھي ڪوٺي ۾ ويندو ھو تہ اھا روشن ٿي ويندي ھئي.

(خصائص ڪبريٰ ص85 ج2)

حضرت براءِ بن عازب رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ حضرت عبدالله بن عتيک رضي الله تعاليٰ عنہ ھک دفعي حضور ﷺ جن وڏي دشمن ابو رافع يھودي کي قتل ڪري انھيءَ جي گھر جي مٿان لھڻ لڳا تہ ڪري پيا جنھن ڪري ان جي ٽنگ ڀڄي پئي، ان صحابيءَ ان کي پنھنجي پٽڪي مبارڪ سان ٻڌي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ پيش ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ يارسول الله ﷺ ٽنگ ڀڄي پئي آھي، حضور ﷺ جن فرمايو تہ ”پنھنجو پير سڌو ڪر“. انھيءَ پير سڌو ڪيو.

**فمسحھا فکانما لم اشتکھا قط.** (بخاري شريف ج2 ص 577)

”پوءِ حضور ﷺ جن پنھنجي ھٿ مبارڪ کي انھي تي گھمايو، پوءِ ان جي پني مبارڪ ايئن ٺيک ٿي وئي جيئن ڪڏھن ڀڳي ئي نہ ھئي.“

ھي آقا ﷺ جي ھٿ مبارڪ جو ڪمال آھي.

حضرت ابو العلاءَ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن حضرت قتاده بن ملحان رضي الله تعاليٰ عنہ جي چهري تي هٿ مبارڪ گهمايو.

**فكان لوجهہ بريق حتي كان ينظر في وجهہ كما ينظر في المراة.**

**(شفا شريف ج 1 ص 220)**

"تہ انهي جي چهري مبارڪ ۾ ايتري تہ چمڪ پيدا ٿي وئي جو ان جي چهري ۾ هرشي جو عڪس ڏسڻ ۾ ايندو هو، جيئن آئيني ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي."

حضرت ابو زيد عمر بن اخطب رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ منهنجي مٿي ۽ ڏاڙهي تي پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيريو ۽ دعا فرمايو تہ "اي الله هن کي زينت بخش."

اهو صحابي رسول 100 سال زنده رهيو پر ان جي مٿي ۽ ڏاڙهي ۾ هڪ وار بہ اڇو نہ هو ۽ چهري تي هڪ بہ گهنج نہ ٿيو اهڙو چهرو هيس جيئن نوجوان جو چهرو هوندو آهي.(خصائص ڪبريٰ ج 2 ص 83)

حقيقت ۾ پوڙهائپ ۾ وارن جو اڇو ٿيڻ فطري اصول آهي پر محبوب ﷺ جي هٿن مبارڪ جي لڳڻ سان اهو اصول ئي الله تعاليٰ ختم ڪري ڇڏيو.

حضرت ذيال بن عبيد رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي حضرت حنظلہ جي والد حضور ﷺ جن کي حضرت حنظلہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي لاءِ دعا فرمائڻ جو عرض ڪيو:

**فقال ادن ياغلام فدنا منہ فوضع يده علي راسہ وقال بارڪ الله فيڪ.**

**(تاريخ ڪبير ج3 ص 37)**

"حضور ﷺ جن فرمايو تہ قريب ٿي ٻچا پوءِ حضرت حنظلہ رضي الله تعاليٰ عنہ حضور ﷺ جن جي ويجهو آيا ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجو هٿ مبارڪ ان جي مٿي تي رکيائون، ۽ دعا فرمائيائون تہ الله توکي برڪت عطا فرمائي.

حضرت ذيال رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو مون ڏٺو تہ جڏهن ڪنهن شخص جي چهري يا ٻڪري جي ٿڻن تي سوج ٿي ويندي هئي تہ ماڻهو ان کي

حضرت حنظلہ رضي الله تعاليٰ عنہ وٽ وٺي ايندا هئا ۽ اهو پنهنجو لعاب هٿ تي رکي پنهنجي مٿي تي گهمائيندو هو ۽ فرمائيندو هو تہ:

**بسم الله علي اثر يد رسول الله ﷺ.**

"بسم الله رسول الله جي هٿ جي اثر جي صدقي."

۽ اهو هٿ انهيءَ سوڄ جي جاءِ تي گهمائيندو هو تہ ان وقت ئي سوڄ ختم ٿي ويندي هئي. يعني منڙي مصطفيٰ ﷺ جي هٿ مبارڪ جي برڪت حضرت حنظلہ رضي الله تعاليٰ عنہ ۾ ساري زندگي ظاهر هئي ڪو شخص يا ٻڪري جي ٿڻن تي سوڄ ٿيندي هئي تہ هي صحابي پنهنجو هٿ مٿي تي گهمائيندو هو ڇو تہ ان کي خبر هئي تہ منڙي مصطفيٰ ﷺ جي هٿ مبارڪ جي برڪت منهنجي مٿي ۾ موجود آهي ۽ انهيءَ اثر سان هيءَ بيماري ختم ٿي ويندي.

غزوه بدر ۾ حضرت عڪاشہ بن محصن رضي الله تعاليٰ عنہ جي تلوار ڀڄي پئي تہ حضور ﷺ جن پنهنجي هٿ مبارڪ سان ان کي هڪ سڪل ڪاٺي عطا فرمائي. جيڪا حضرت عڪاشہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي هٿ ۾ اچي تلوار بنجي وئي.

**فعاد سيف في يده طويل القامة شديد المتن ابيض الحديدة فقاتل بہ حتي فتح الله تعاليٰ علي المسلمين وكان ذالك السيف يسمي العون.**

(**فتح الباري ص 11 ج 11**)

"جڏهن اها ڪاٺي حضرت عڪاشہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي هٿ ۾ آئي تہ اها هڪ نهايت ڊگهي چمڪدار، مضبوط تلوار ٿي پئي پوءِ ان صحابي انهيءَ تلوار سان جهاد ڪيو تان جو الله تعاليٰ مسلمانن کي فتح عطا فرمائي ۽ اها تلوار عون (مددگار) جي نالي سان مشهور ٿي وئي."

جنگ احد ۾ حضرت عبدالله بن جحش رضي الله تعاليٰ عنہ جي تلوار ڀڄي پئي تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن ان کي هڪ لٺ ڏني جيڪا تلوار بنجي پئي.

**فرجع في يد عبدالله سيفا** (**خصائص ڪبريٰ** ص 359)

متي ذڪر ڪيل احاديث مان معلوم ٿيو ته حضور ﷺ جن جنهن ڪاٺي کي هٿ لڳائي ان کي تلوار جو حڪم فرمايو ته اها تلوار بڻجي وئي، منڙي مصطفيٰ ﷺ جي هٿن مبارڪ جا ڪمال ڪهڙا بيان ڪجن ٿا.

حضرت ابوسعيد خدري رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو ته هڪ دفعي سخت بارش هجي ان ڪري حضرت نعمان بن قتاده رضي الله تعاليٰ عنه حضور ﷺ جن جي صحبت ۾ ويٺا رهيا جڏهن وڃڻ لڳا ته حضور ﷺ جن ان کي هڪ سڪل کجي جي ڪاٺي ڏني ۽ فرمايائون ته:

**انطلق به فانه سيضي لک من بين يديک عشرا ومن خلفک عشرا فاذا دخلت بيتک فستري سوارا فاضربه حتي يخرج فانه الشيطان.**

(خصائص الڪبريٰ ص 359)

"هن کي ڪٺي وڃ هي لٺ تنمهنجي اڳيان 10 هٿ ۽ تنهنجي پويان 10 هٿ روشني ڪندي ۽ جڏهن تون پنهنجي گهر ۾ ويندي ته اتي هڪ ڪاري شيءِ ڏسڻ ۾ ايندي ان کي ايترو مارجانءِ جو اها نڪري وڃي ڇو ته اهو شيطان آهي."

پوءِ حضرت قتاده رضي الله تعاليٰ عنه اتان هليا ۽ اها لٺ روشن ٿي وئي جڏهن گهر ۾ پهتا ته اتي ڪاري شيءِ ڏٺائون پوءِ ان کي ايترو ماريائون جو اها ڪاري شيءِ نڪري هلي وئي.

حضور ﷺ جن جي هٿن مبارڪن جو شان ته اعليٰ اتم آهي، جنهن هٿن مبارڪن دنيا ۾ اچڻ سان پنهنجي امت لاءِ دعا گهري. هي اهي هٿ مبارڪ آهن جنهن جي اشاري چنڊ ٽڪرا ٿي پيو، لٿل سج واپس آيو، جنهن هٿن مبارڪن جي برڪت سان بيمارن کي شفا نصيب ٿي، انهيءَ دلبر جي هٿن جي ڇهڻ سان بيمار، ننڍين ٻڪرين کير ڏنو، هي اهي دست مبارڪ آهن جيڪي قيامت جي ڏهاڙي عرش عظيم کي به لوڏي ڇڏيندا انهيءَ محبوب ﷺ جن جي هٿن مبارڪن ۾ تمام انبياءَ و ساري مخلوقات جون اميدون هونديون ته اڄ انهيءَ دلبر محبوب ﷺ جي هٿڙن جي صدقي ئي واحد القهار کي رحم ايندو انهيءَ هٿڙن مبارڪن جي صدقي الله تعاليٰ مون مسڪين تي به ڪرم فرمائيندو.

**ڪڏهن ٿي چنڊ چيريو تو،ڪڏهن ٿي سج اياريو تو**

انهيءَ آڱراشاري سان، مدد ڪر يارسول الله ﷺ

# آڱريون مبارڪ

حضور اڪرم ﷺ جون آڱريون مبارڪ خوبصورت ۽ ڏگهيون هونديون هيون، سندن جون آڱريون مبارڪ چانديءَ وانگر چمڪندڙ هيون.

**ڪان اصابعہ قضيان فضتہ.** **(دلائل النبوت ص 305 ج 1)**

”حضور ﷺ جن جي آڱر جو ڪمال هو جو چنڊ بہ آقا ﷺجي اشاري تي هلندو هو.“

حضور ﷺ جن جو چاچو حضرت عباس بن عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ مون حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ مون بچپن ۾ توهان جي هڪ ڳالهہ حيرت واري ڏٺي هئي جيڪا توهان جي نبوت تي دلالت ڪري ٿي ۽ منهنجي اسلام قبول ڪرڻ جو هڪ سبب اهو بہ آهي، اها ڳالهہ هي آهي تہ مون هڪ دفعي توهان کي پينگهي ۾ چنڊ سان ڳالهيون ڪندي ڏٺو هو ۽ جنهن طرف توهان آڱر جو اشارو ڪيو پيا چنڊ بہ انهيءَ طرف هلي رهيو هو.

**قال اني ڪنت احدثہ ويحدثني ويلهيني عن البڪاء واسمع وجبتہ حين يسجد تحت العرش** **(خصائص ڪبريٰ 53)**

”پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ مان انهيءَ سان ڳالهيون ڪري رهيو هئس ۽ اهو مون سان ڳالهيون ڪري رهيو هو مون کي روئڻ کان وندرائي رهيو هو ۽ مان ان جي ڪِرڻ جو آواز بہ ٻڌندو هئس، جڏهن عرش الاهيءَ جي سامهون سجدي ۾ ڪِرندو هو.“

ڪيڏو نہ شان بلند وبالا آهي منهنجي آقا جو پاڻ ڪريم ﷺ پينگهي واري بچپن جي زندگي ۾ پنهنجي آڱر جي اشاري سان چنڊ سان راند ڪندا هئا جنهن طرف اشارو ڪندا هئا ان طرف چنڊ ويندو هو.

**کهيلتي ٿي چاند سي بچپن ۾ آقا اس ليي**
**يہ سراپا نور ٿي وو ٿا کهلونا نور ڪا.**

**چاند جهک جاتا جدهر انگلي اٹاتي مهد ۾**
**کيا هيِ چلتا تا اشارون پر کهلونا نور کا**

**سبحان الله!**

محبوب ڪريم ﷺ جن جي لاءِ الله تعاليٰ چنڊ کي بہ تابع بنائي ڇڏيو هو، اگر ٻچپن ۾ ئي آقا ﷺ جو اهو شان هو تہ جڏهن رخ انور جي جهلڪ صحابہ ڪرام ڏٺي هوندي تہ ان وقت ڪهڙو حال هوندو؟

حضور ﷺ جن کي ڪافرن چيو تہ اگر توهان نبي آهيو تہ چنڊ کي چيري ڏيکاريو، پاڻ ڪريم ﷺ جن جڏهن جبل ابو قبيس تي بيهي آڱر جو اشارو فرمايو تہ چنڊ 2 ٽڪر ٿي پيو، ڪافرن چيو تہ حضور ﷺ جن نظربندي ڪئي آهي، اسان تي جادو ڪيو آهي.

هي تہ ڪافرن جو قول هو پر صحابہ ڪرام، تابعين، عظام فقهاءِ ڪرام پنهنجي محبوب جي آڱر سان اشاري ڪرڻ تي چنڊ کي ٽڪرا ٿيندي ڏٺو ۽ ٻين ٻڌو بعد ۾ صحابہ ڪرام کان تابعين وغيره کان انهن سيني مڃيو پر ڪافرن پوءِ بہ نہ مڃيو.

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ حضور ﷺ جن وٽ هڪ ٿانوَ ۾ پاڻي آندو ويو.

**فوضع يده في الاناءِ فجعل الماءُ ينبع من بين اصابعہ فتوضا القوم.**

”پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجو هٿ مبارڪ ٿانو ۾ وڌو تہ سندن جي آڱرين مان پاڻي جا چشما جاري ٿي ويا، پوءِ ان مان صحابہ ڪرام وضو ڪيو جيڪي 300 هئا.“

**نور کي چشمي لهرائين دريا بهين**
**انگليون کي ڪرامت پہ لاکون سلام**

حضور ﷺ جن جي هٿن مبارڪ جا لاتعداد ڪمال آهن ڪهڙا بيان ڪري ڪهڙا بيان ڪجن، بس انهيءَ تي اڪتفا ڪريان ٿو تہ محبوب ﷺ جن جا هي پيارا هٿ مبارڪ اسان جهڙن گنهگارن امت لاءِ بارگاهہ الاهيءَ ۾ ڪڄندا هئا تہ:

"يا الله! منهنجي گنهگار امت کي بخش فرماءِ."

قيامت جي دردناڪ ڏهاڙي جڏهن دلبر محبوب ﷺ الله تعاليٰ جي عرش عظيم جي ٿنين ۾ پنهنجا رحمت وارا هٿ وجهندو تہ الله تعاليٰ فرمائيندو تہ منهنجا محبوب جيئن توهان چاهيو مان ائين ڪندو ٿو وڃان.

## قلب اطهر

حضور ﷺ جن جي دل مبارڪ انوار تجليات جو مرڪز هئي. هي قلب مصطفيٰ ﷺ هئي جنهن جي ذريعي تا قيامت علم وعرفان جو سلسلو هلندڙ رهندو. انهيءَ ڪري محبوب جي دل مبارڪ ۾ پوري ڪائنات جو علم رکيو ويو اگر لوح محفوظ ۾ سڀ علم آهي تہ اهو لوح محفوظ تہ قلب مصطفيٰ ﷺ جي حصي جي برابر آهي جڏهن حصي ۾ ايترو علم آهي تہ قلب مصطفيٰ ۾ ڪيترو علم هوندو ان جو تصور بہ نہ ٿو ڪري سگهجي.

مفسرين ڪرام فرمائن ٿا تہ:

**"وَالنَّجْمِ اِذَا هَوٰي"**

"قسم آهي ستاري جو جڏهن لٿو."

حضرت امام قاضي عياض رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ:

ٻي جڳهہ تي الله تعاليٰ فرمايو:

**"مَا كَذَبَ الْفُؤَادُ مَارَاٰي."**

"نہ ڪوڙو سمجهيو دل جيڪو حضور ﷺ جن ڏٺو."

يعني سمجهيو تہ اهو حق آهي جيڪو شب معراج محبوب جن ديدار ڪري آيا، اهو سڀ حقيقت آهي ان ۾ ڪوڙ جو تصور بہ ناهي.

انهيءَ والنجم مان مراد "قلب مصطفيٰ" آهي.

حضور ﷺ جن جي قلب اطهر ياد الاهي ۾ مستغرق هئي پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ:

**ان عيني تنا مان ولا ينام قلبي.** (بخاري شريف 385)

"بيشڪ منهنجون اکيون تہ سمهنديون آهن پر دل سجاڳ هوندي آهي دل ناهي سمهندي."

محبوب ﷺ جن پوري مخلوقات کان زياده رحمد ل هئا، انسان تہ ڇا پر جانورن تي بہ رحم ڪندا هئا الله تعاليٰ پنهنجي محبوب ﷺ جي دل جو ذڪر قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي.

**فَبِمَا رَحۡمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ لِنۡتَ لَهُمۡ وَلَوۡ كُنۡتَ فَظًّا غَلِيۡظَ الۡقَلۡبِ لَا نۡفَضُّوۡا مِنۡ حَوۡلِكَ.**

(سوره آل عمران پ 4)

"پوءِ ڪهڙي نہ الله جي مهرباني آهي جو اي محبوب ﷺ توهان انهن تي نرم دل ٿيو ۽ اگر توهان انهن تي سخت دل هجو ها تہ توهان کان ٽڙي پکڙي وڃن ها."

هي حضور اڪرم ﷺ جي دل مبارڪ جو ڪمال آهي جو قيامت تائين ايندڙ نسل ۾ جيڪي صالح ٻانها، ولي، قطب، ابدال وغيره ٿيندا انهن سيني جي دل کي فيض حضور اڪرم ﷺ جن جي قلب مطهر مان ملندو، انهيءَ دل مبارڪ ۾ پوري جهان جي روشن ڪرڻ جي قوت الله تعاليٰ رکي آهي، ڇو تہ هي دل آقا ﷺ جي آهي.

# سينو مبارڪ

حضور ﷺ جن جو سينو مبارڪ ڪشادو ۽ هموار هو، هي اهو سينو مبارڪ آهي جنهن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

"اَلَمۡ نَشۡرَحۡ لَكَ صَدۡرَكَ."

"اي محبوب ڇا اسان توهان جو سينو نہ کوليو."

حضور ﷺ جن جو سينو مبارڪ برابر هو سندن جي سيني مبارڪ کان ڌُن مبارڪ تائين وارن جي سنهي لڪير هوندي هئي سيني مبارڪ جي مٿان ٻنهي طرف وار نہ هئا.

ليس في بطنہ ولا صدره شعر غيره.

حضور ﷺ جن جي سيني مبارڪ ۾ الله تعاليٰ ڪائنات جو علم رکيو هو جنهن ڪري سندن کي تمام مخلوقات جي ابتدا کان انتها تائين جي خبر هئي شب معراج جڏهن الله تعاليٰ جو ديدار بہ محبوب ڪري آيو تہ پوءِ باقي ڪهڙي شيءِ رهي ٿي جيڪا محبوب کان ڇپيل هجي.

**اور ڪوئي چيز تم سي نهان هو ڪيون ڀلا**

**جب خدا هي نہ ڇپا تم پہ لاکهونؐ سلام**

هي سينو مبارڪ تجليات الاهي جو مرڪز هو جتي هر گهڙي نور الاهي جي برسات وسندي هئي قيامت تائين وسندي رهندي اهو سينو مبارڪ ڪروڙين دلين کي روشن ڪندو رهندو.

مفسرين ڪرام هن آيت جي باري ۾ فرمائن ٿا:

"اَللّٰهُ نُوۡرُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ؕ مَثَلُ نُوۡرِهٖ كَمِشۡكٰوةٍ فِيۡهَا مِصۡبَاحٌ" (نور 35)

"الله تعالي آسمان ۽ زمين جو نور آهي ۽ ان جي نور جو مثال ايئن آهي جيئن هڪ قنديل جو ان ۾ ڏيئو هجي."

هن آيت ڪريمہ ۾ حضرت ڪعب احبار رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ مشڪوات مان مراد حضور ﷺ جن جو سينو مبارڪ آهي.

(تفسير خازن ج 3 ص 332)

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ:

**المشكواتہ جوف محمد.** **(تفسير خازن ص 332)**

”مشكوات مان مراد حضور ﷺ جن جو سينو مبارڪ آهي.“

هي اهو سينو مبارڪ آهي جيڪو تجليات الٰهي جي رکڻ جي لاءِ چاڪ ڪيو ويو هو. محبوب جن جي سيني مبارڪ کي حڪمت و دانائي سان ڀريو ويو هو. اهو ئي سبب آهي جو پاڻ ڪريم ﷺ جن جي سامهون دنيا جي حقيقت مڇرجي پر جي برابر بہ نہ هئي ڇو جو حقيقي زندگي آخرت جي زندگي آهي.

حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ:

**قام فينا رسول الله مقاما فاخبرنا عن بدءِ الخلق حتي دخل اهل الجنة منازلهم واهل النار منازلهم حفظ ذالک من حفظہ ونسيہ من نسيہ.** (مشكواة شريف ص 506)

”حضور ﷺ جن اسان ۾ قيام فرمايو ۽ پوءِ اسان کي مخلوقات جي ابتدا کان انتها تائين جي خبر ٻڌايائون، جنتي جنت ۾ ويندا ۽ جهنمي جهنم ۾ ويندا انهن جون بہ خبرون ٻڌايائون پوءِ جنهن ياد رکيو ان کي ياد رهيو جنهن وساري ڇڏيو ان کان وسري ويو.“

يعني محبوب ڪريم ﷺ جن کي پوري مخلوقات جي جنت واري ۽ جهنم وارن جي بہ خبر آهي جيڪو احوال آقا ﷺ جن صحابہ ڪرام کي ٻڌايو.

***جيڪي پنج علم ، قيامت، مينهن، ماءَ جي پيٽ ۾ ڇاهي، سڀاڻي ڇاٿيندو؟ ڦلاڻو ڪڏهن مرندو؟.***

هنن علمن جي باري ۾ حضرت احمد بن محمد صاوي رحمة الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

**الحق انہ لم يخرج نبيا ﷺ من الدنيا حتي اطلعہ علي تلک الخمس ولٰکنہ امر بکتمها.** **(تفسير خازن ص 244 ج 3)**

”حق هي آهي تہ حضور ﷺ جن کي هن دنيا ۾ انهن سيني شين جو علم عطا ڪيو ويو هو، پر سندن کي ڇپائڻ جو حڪم ڏنو ويو.“

امام شرف الدين بوصيري رحمتہ الله عليہ قصيده شريف ۾ فرمائي ٿو:

**فانَّ مِن جُودِکَ الدُّنیا وضَرَّتَهَا**

**ومِن عُلومِکَ عِلمَ اللَّوحِ وَالقَلَمِ** (قصيده شريف)

”يا رسول الله بيشڪ دنيا ۽ آخرت توهان جي بخشش جي ڪري آهي ۽ لوح محفوظ ۽ قلم جو علم توهان جي ڪل علم جو هڪ حصو آهي.“

انهيءَ شعر جي شرح ۾ ملا علي قاري فرمائي ٿو ته حضور ﷺ جن جو علم دريا مثل آهي. لوح و قلم جو علم انهيءَ درياءَ مان ڪنهن نهر جي مثل آهي.

امام ابن حجر مڪي رحمته الله عليه فرمائي ٿو:

**لان الله تعاليٰ اطلعه علي العالم فعلم علم الاولين والآخرين وماکان ومايکون** (شرح ام القريٰ)

”الله تعاليٰ حضور ﷺ جن کي جهان جي علم جي خبر ڏني هئي، پاڻ ڪريم ﷺ جن کي جيڪو ڪجهه پهريان ٿيو يا بعد ۾ ٿيندو ان سڀ جي خبر ڏني.“

عشق وارن لاءِ اهو ئي عقيدو آهي ته پوري ڪائنات جو علم محبوب جي علم سمنڊ دريا جي مثل آهي انهيءَ کي فقط رب ڪريم ڄاڻي ٿو.

اگر سوچيو وڃي ته دنيا جو هڪ اصول آهي ته جڏهن دنيا ۾ ڪنهن به ملڪ ۾ آدمشماري ڪئي ويندي آهي ته ان جي لاءِ لکين ملازم هوندا آهن يعني هڪ ئي ماڻهو سڀ ماڻهن کي ڳڻي نه ٿو سگهي.

هاڻي جڏهن هن دنيا ۾ ڪو هڪ ماڻهو هن دنيا جي عوام کي ڳڻي نه ٿو سگهي ته پوءِ اسان ڪير ٿيندا آهيون جو حضور ﷺ جن جي علم کي معلوم ڪرڻ لاءِ پنهنجا اصول ٺاهيندا رهون ته حضور ﷺ جن کي هن شيءِ جو علم آهي هن شيءِ جو علم ناهي. غيب جو علم نه هو، حالانڪ جڏهن استاد ڪنهن شاگرد کي پڙهائيندو آهي ته شاگرد اهو ئي ياد ڪندو آهي جيڪو استاد پڙهايو يا سمجهايو، شاگرد کي جنهن شيءِ جي خبر نه هوندي ته اهو استاد کي ڪوڙو ڪيئن چوندو؟

هاڻي جڏهن الله تعاليٰ پاڻ فرمايو ته مون پاڻ پنهنجي محبوب کي پڙهايو آهي ته پوءِ ڇا اسان جو علم الله کان به زياده ٿي ويو جو (معاذ الله) اسان

چئي رهيا آهيون تہ حضور ﷺ جن کي غيب جي خبر ناهي الله تعاليٰ سمجھ ادب نصيب فرمائي.

حضور ﷺ جن جو پيٽ پري ماني نہ کائڻ کو غربت جي ڪري نہ هو پر هي اختياري عمل هو اگر پاڻ چاهين ها تہ هي جبل بہ سونا ٿي وڃن ها حضور ﷺ جن بغير کائڻ پيئڻ جي روزا رکندا هئا جڏهن صحابہ ڪرام هن عمل کي ڏٺو تہ اهي بہ روزا رکڻ شروع ٿي ويا جڏهن صحابہ ڪرام تي ڪمزوري جو اثر ظاهر ٿيو تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ توهان روزا نہ رکو. صحابہ عرض ڪيو:

**قالو انک تواصل قال لست کاحد منکم اني اطعم واسقي.(بخاري شريف 351)**

يارسول الله ﷺ توهان پاڻ تہ رکو ٿا. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ مان توهان جھڙو ناهيان بيشڪ مان تہ ڪارايو پياريو ويندو آهيان مون کي تہ منهنجو رب باطني طور ڪارائيندو آهي توهان منهنجي مثل نہ ٿا ٿي سگھو، جڏهن صحابہ ڪرام محبوب جي برابر نہ ٿا سگھن تہ پوءِ اڄ ڪلهہ جا ماڻهو ڪيئن ٿا محبوب جن کي پاڻ جھڙو انسان سمجھن، الله تعاليٰ ادب جي توفيق عطا فرمائي.

**تُرا مسند ناز هي عرش برين**
**تُرا محرمِ راز هي روح امين**

**توهي سرور هر دوجهان هي شها**
**تيري مثل نهين هي خدا کي قسم**

مولانا رومي رحمۃ الله عليہ فرمائي ٿو:

**همسره بر انبيا برداشتد**
**اوليا را همچہ خود پنداشتند**

يعني پنهنجي غلط قياس جي ذريعي چون ٿا تہ اسان بہ بشر آهيون ۽ اهي انبياءَ و اولياءَ بہ بشر آهن، اهي ۽ اسان کائڻ سمهڻ جا پابند آهيون.

انبياءِ مطلب تہ اسان ۾ ۽ انهن ۾ فرق ناهي جھڙا انبياءَ انسان آهن اهڙا اسان بہ انسان آهيون.

این نداستند ایشان عميٰ،
هست فرقي بي منتهيٰ

گفتہ اینکہ ما بشر ایشان بشر
ماوایشان بستہ خوابیم و خور.
"مگر انڌا هي نہ ٿا ڏسن تہ انهن ۾ ءِانبيائن ۾ بي انتها فرق آهي."

## بطن اطهر (پيٽ مبارڪ)

حضور ﷺ جن جو پيٽ مبارڪ سيني جي برابر هو سيني کان ڌُن تائين وارن جي سنهي لڪير هئي، سندن جو پيٽ مبارڪ چانديءَ وانگر چمڪندڙ هئي سندن جو پيٽ مبارڪ وڏو نہ هو پر سيني جي برابر هو.
حضرت هنده بن ابي هالہ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ:
**كان رسول الله ﷺ سواءِ بطن والصدر.** (شمائل المحمديہ ص 36)
"حضور ﷺ جن جو پيٽ مبارڪ سيني جي برابر هو."
حضرت ام هلال رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿي تہ مون حضور ﷺ جن جي پيٽ مبارڪ کي هميشہ انهيءَ حالت ۾ ڏٺو جيئن ڪاغذ جا تهہ هجن.
(طبقات الكبريٰ ص 419)
حضرت اسيد بن حضير رضي الله تعاليٰ عنہ ڪڏهن اهڙي مزاحيہ گفتگو ڪندا هئا جو محفل ۾ رونق پکڙجي ويندي هئي. هڪ دفعي حضور ﷺ جن جي محفل ۾ خوش طبعي ڪري رهيو تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن ان کي پاسي ۾ هٿ لڳايو، حضرت اسيد رضي الله تعاليٰ عنہ عرض ڪيو تہ مون کي تڪليف پهتي آهي انهيءَ ڪري مون کي بدلو ڏيو، پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو تہ "پلي بدلو وٺ."
پوءِ حضرت اسيد رضي الله تعاليٰ عنہ، رسول الله ﷺ کي عرض ڪيو تہ قميص مبارڪ مٿي ڪيو ڇو تہ منهنجي بہ پني اگهاڙي هئي، پاڻ ڪريم ﷺ

قميص مٿي کڻي تہ حضرت اسيد رضي الله تعاليٰ عنہ حضور ﷺ جن جي پاسي مبارڪ کي چمڻ لڳو ۽ عرض ڪيائين تہ "يارسول الله ﷺ منهنجو مقصد صرف اهو ئي هو انهيءَ ڪري اهو بدلو وٺڻ جو بهانو ٺاهيم يارسول الله منهنجا پيءُ ماءُ توهان تان قربان." (ابو دائود ج 3 ص 328)

معلوم ٿيو تہ صحابہ ڪرام پنهنجي محبوب ﷺ جي پيٽ مبارڪ کي بہ چمندا هئا.

غزوه احزاب جي موقعي تي خندق کوٽڻ وقت ڪنهن صحابي بک جي شڪايت ڪئي تہ پاڻ ان کي ڏيکاريائون تہ سندن جي پيٽ مبارڪ تي بہ پٿر ٻڌل هئا. (ترمذي شريف ص 580)

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو:

**وڪان اڪثر خبز لهم خبزهم شعير.** (ترمذي شريف ج 4 580)

"پاڻ ڪريم ﷺ جن اڪثر جَوَن جي ماني کائڻ پسند ڪندا هئا."

حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ:

**ما شبع رسول الله من خبز شعير يومين متابعين حتي قبض.**

**(جامع ترمذي ص 581 ج 4)**

"حضور ﷺ جن ڪڏهن بہ ٻہ ڏينهن لڳاتار جَوَن جي ماني پيٽ ڀري نہ کاڌي انهيءَ حالت ۾ پردو فرمائي ويا."

حضرت ام الايمن رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ هڪ رات حضور ﷺ جن هڪ ٺانوَ ۾ پيشاب فرمايو مون رات جو ان کي پاڻي سمجهي پي ڇڏيو، مون کي اُڃ لڳي هئي، صبح جو پاڻ ڪريم ﷺ جن پڇا ڪئي، مون عرض ڪيو تہ "يارسول الله ﷺ ان کي مون پاڻي سمجهي پي ڇڏيو آهي" اهو ٻڌي پاڻ مسڪرائڻ لڳا ۽ فرمايائون:

**لن تشتڪي وجع بطنڪ بعد يومڪ هذا ابدا. (خصائص ڪبريٰ ص 71)**

"توکي هرگز ڪڏهن بہ پيٽ جي بيماري نہ ٿيندي."

حضرت امام قاضي عياض رحمتہ الله عليہ فرمائي ٿو:

هڪ ٻانهي برڪت نالي آئي هئي حضرت ام المومنين ام حبيبہ رضي الله تعاليٰ عنها سان انهيءَ بہ حضور ﷺ جن جو پيشاب مبارڪ پيتو هو پاڻ ڪريم ﷺ جن ان کي فرمايو تہ توکي جهنم جي باھ اثر نہ ڪندي.
امام قاضي عياض رحمتہ الله عليہ فرمائي ٿو:
**ولم يامر واحدا منهم بغسل فم ولا نهاهم عن عودة (شفاشريف ص 41)**
"حضور ﷺ جن ٻنهي عورتن کي منع بہ نہ ڪئي ۽ انهن کي وات ڌوئڻ جو بہ نہ فرمايو."
انهيءَ مان معلوم ٿيو تہ حضور ﷺ جن جا فُضلات مبارڪ پاڪ آهن.
حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ حضور ﷺ جن سير ڇوڙائي يعني رت ڪڍرايائون تہ اها رت مبارڪ هڪ غلام پي ڇڏيو.
پاڻ فرمايائون تہ:
**فقال اذهب فقد احذرت نفسک من النار.**
"تون وڃ، توپاڻ کي جهنم جي باھ کان بچائي ورتو."(خصائص ڪبريٰ)
حضرت سلمٰي امراة ابي رافع رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ:
حضور ﷺ جن غسل ڪرڻ فرمايو تہ مون سندن جي غسل جو پاڻي پي ڇڏيو حضور ﷺ جن کي اطلاع ڏنم تہ پاڻ فرمايائون تہ:
**فقال اذهبي فقد حرمک الله بدنک علي النار (خصائص ڪبريٰ**
"تون وڃ، توتي جهنم جي باھ حرام آهي."
حضرت عبدالله بن زبير رضي الله تعاليٰ عنہ جن حضور ﷺ جن جو خون مبارڪ پيتو پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ جنهن منهنجو خون پيتو ان تي جهنم جي باھ حرام آهي. حضرت عبدالله بن زبير رضي الله تعاليٰ عنہ کان ڪنهن پڇا ڪئي تہ حضور ﷺ جن جي خون جو ذائقو ڪهڙو هو؟ فرمايائين تہ ماکي وانگر مٺو هو، ڪستوري جهڙي خوشبو هئس. (شفا شريف)
حضرت ابو سعيد خدري رضي الله تعاليٰ عنہ جي والد حضرت مالڪ بن سنان جنگ احد ۾ ڏٺو تہ حضور ﷺ جن جا ڏند مبارڪ شهيد ٿيا آهن ۽ چَپُ مبارڪ بہ زخمي ٿيو آهي تہ پاڻ اڳتي ٿي حضور ﷺ جن جي چَپَ مبارڪ جو

خون چوسڻ لڳا تان جو اها جاءِ سفيد ٿي وئي، جڏهن خون چوسي رهيو هو ته حضور ﷺ جن فرمايو ته انهيءَ کي اڇلائي ڇڏ عرض ڪيائين ته: والله آءُ خون مبارڪ زمين تي نه اڇلائيندس بلڪ پيئندو ويس.

**فقال رسول الله ﷺ من اراد ان ينظر الي رجل من اهل الجنة فلينظر الي هٰذا.**

**(زرقاني علي المواهب اللدنيه ص 230 ج 4)**

پوءِ حضور ﷺ جن فرمايو ته جنهن کي جنتي شخص ڏسڻو هجي ته اهو هن شخص حضرت مالڪ بن سنان رضي الله تعاليٰ عنه کي ڏسي ته جنهن منهنجو خون پيتو آهي.

معلوم ٿيو ته صحابه ڪرام جو عقيدو هو ته حضور ﷺ جن جي ظاهر به ۽ باطن ۾ به ۾ هر شيءِ پاڪ آهي پر حقيقت محبوب جي رب ڪريم ڄاڻي ٿو صحابه جي نظر ۾ اهو محبت رسول ﷺ جو ثبوت هو. انهن جي نگاهه ۾ خون وبول مبارڪ پاڪ هو، انهيءَ ۾ ذري برابر به شڪ نه هو، اهي جڏهن خون مبارڪ کي عام ماڻهن جي رت جهڙو نه پيا سمجهن ته پوءِ حضور ﷺ جن کي پاڻ جهڙو ڪيئن سمجهندا هوندا صحابه ڪرام ته محبوب ﷺ جن تان هزار ڀيرا قربان ٿيندا هئا.

حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي ته:

**قلت يارسول الله انک تدخل الخلاءِ فاذا خرجت دخلت اثرک فما ارا شيئا الا اني اجد رائحة المسک قال انا معاشرا النبياءِ تنبت اجسادنا علي ارواح الجنت فما خرج منها من شي الا ابتلعتہ الارض.(خصائص ڪبريٰ ص 70)**

”مون عرض ڪيو ته يارسول الله جڏهن توهان بيت الخلا ۾ داخل ٿيندا آهيو بعد ۾ جڏهن توهان واپس نڪرندا آهيو ته مان ڏسندي آهيان ته بيت الخلا ۾ مشڪ جي خوشبو هوندي آهي ٻيو ڪجهه به نه هوندو آهي.“ پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو ته اسان پيغمبرن جو وجود بهشتي روحن جي صفت تي پيدا ٿيندو آهي پوءِ انهن روحن مان جيڪا به شيءِ نڪرندي آهي ان کي زمين ڳهي ويندي آهي.“

حضرت امام قاضي عياض رح فرمائي ٿو ته:

انہ ڪان اذا اراد ان يتغوط انشقت الارض فابتلعت غائط وبولہ وفاحت لذالڪ رائحت طيبتہ. (شفا شريف)

”حضور ﷺ جن جڏهن پيشاب وغيره جو ارادو ڪندا هئا تہ زمين ڦاٽي پوندي هئي ۽ سندن جي پيشاب وپائخانہ کي ڳهي ويندي هئي اتان پاڪيزه خوشبوءِ ايندي هئي.“

امام قسطلاني شارح بخاري رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ:

وروي انہ ڪان يتبرڪ ببولہ ودمہ ﷺ (مواهب اللدنيہ ص 284)

”روايت آهي تہ حضور ﷺ جن جي خون مبارڪ ۽ پيشاب مان برڪت حاصل ڪئي ويندي هئي.“

مذڪوره روايات مان معلوم ٿيو تہ محبوب ڪريم ﷺ جو بول وبراز مبارڪ پاڪ هو ۽ زمين مان انهيءَ جڳهہ تان خوشبو ايندي هئي. صحابہ ڪرام محبوب ﷺ جي خون مبارڪ کي ماکيءَ وانگر پيئندا هئا، پيشاب مبارڪ پيئندا هئا اگر پاڻ جهڙو سمجهن ها تہ پوءِ اهو ڪم ڪيئن ڪن ها؟

هي تہ پنهنجي محبوب جي جلوَن ۾ مست هئا، صحابہ ڪرام اهو نہ سوچيندا هئا تہ ايندڙ نسل ڪا فتويٰ لڳائيندا پر شاعر جي قول مطابق:

**مون ڪان منهنجو پرين موليٰ نہ ڪسي**
**لک پيرا لوڪ رُسي تہ رُسي**

حضور ﷺ جي لاءِ دنيا کي وجود نصيب ٿيو، جنهن محبوب ﷺ جي ڪري جنت پيدا ڪئي وئي جنهن سرڪار جي ڪري پوري خدائي ظهور ۾ آئي ان جي هر شيءِ پاڪ هئي ۽ قيامت تائين آهي.

احاديث مبارڪ مان ثابت آهي تہ جڏهن جنتي جنت ۾ ويندا تہ اتي جيڪي بہ شيءِ چاهيندا اها انهن کي ڏني ويندي، مثال طور: انگور، کير، ماکي وغيره پر اهو سڀ ڪجهہ کائڻ جي باوجود انهن کي هي انساني پيشاب موجوده

صورت ۾ نہ ايندو پر هاضمي جو نظام ئي تبديل ٿي ويندو صرف اوڳرائي ڏيندا تہ هر شيءِ هضم ٿي ويندي.

پيشاب جو تصور ئي نہ ايندو. جنت ۾ جنتين کي پيشاب وغيره جي ضرورت نہ پوندي حالانکہ اها جنت بہ محبوب جي ڪري عطا ڪئي ويندي.

جڏهن جنت ۾ رهڻ وارن جو ايڏو اعزاز آهي تہ جيڪو ساري ڪائنات کي سينگارڻ جي لاءِ الله تعاليٰ احسان ڪري اسان ڏانهن موڪليو آهي تہ ان جو پيشاب و پائخانہ خون خوشبودار نہ هوندو تہ باقي ڇا هوندو!؟

حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ هڪ رات حضور ﷺ جن نماز کان بعد هيءَ دعا فرمائي:

**اللهم اجعل لي نورا في قلبي ونورا في قبري ونورا من بين يدي ونورا من خلفي و نورا عن يميني ونورا عن شمالي، ونورا من فوقي، و نورا من تحتي، و نورا في سمعي و نورا في بصري، ونورا في شعري ونورا في بشرا ونورا في دمي ونورا في عظامي ونورا في لحمي اللهم اعظم لي نورا واعطني نورا واجعل لي نورا.** (ترمذي شريف ج 2 ص 489)

"اي الله منهنجي دل ۾ نور ڪر، قبر ۾ نور، منهنجي سامهون ۽ منهنجي پويان نور ڪر، منهجي ساڄي نور، منهنجي کاٻي نور، منهنجي مٿان نور، مهنجي هيٺيان نور، منهنجي ڪنن ۾ نور،منمهنجي اکين ۾ نور، منهنجي وارن ۾ نور، گل ۾ نور، گوشت ۾ نور، خون ۾ نور، هڏن ۾ نور فرماءِ اي منهنجا الله مون کي زياده نور عطا فرماءِ مون کي نور فرماءِ."

هي محبوب جي دعا مبارڪ آهي جنهن مان ثابت آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب جي هر شيءِ کي بي مثل پيدا فرمايو ان جي هڪ هڪ ادا تي پوري ڪائنات قربان ڪجي تہ بہ گهٽ آهي. هي ساري دنيا جي روشنائي بہ محبوب جي جهلڪ جي برابر بہ ناهي.

# قدمَين شريفَين (پير مبارڪ)

حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو ته:

**ڪان رسول الله ضخم الڪراديس** (شمائل المحمديه ج1 ص 31)

"حضور ﷺ جن جا گوڏا مبارڪ گوشت سان ڀريل هئا."

حضرت جابر بن سمره رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو ته:

**ڪان في ساقي رسول الله حموشة** (المشڪواة ص 518)

"حضور ﷺ جن جون ڀنيون مبارڪ نازڪ لطيف هُيون."

حضرت عبدالله بن بريده رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو:

**ڪان ﷺ احسن البشر قدما.** (زرقاني المواهب ص198)

"حضور ﷺ جن جا پير مبارڪ زياده حسين وجميل هئا."

حضور ﷺ جن جڏهن پٿرن تي پير مبارڪ رکندا هئا ته پٿر نرم ٿي ويندا هئا ۽ انهن تي قدمن جا نشان بيهي ويندا هئا. (زرقاني 197 ج2).

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو:

**ڪان النبي ﷺ ضخم القدمين.** (بخاري شريف)

"حضور ﷺ جن جا قدم مبارڪ درميانه هئا."

حضور ﷺ جن جي قدمين مبارڪ جون ترِيون ڪجهه گهريون هيون زمين تي به نه لڳنديون هيون. حضرت جابر بن سمره رضي الله تعاليٰ عنه بيان ڪري ٿو:

**ڪان رسول الله...منهوس العقبين.** (صحيح مسلم 1820 ج 4)

"حضور ﷺ جن جي ٿڙِين مبارڪ تي گوشت گهٽ هو."

حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو ته هڪ دفعي آءُ بيمار ٿي پيس، حضور ﷺ جن طبيعت پڇڻ آيا. پاڻ ﷺ قدم مبارڪ سان مون کي ٺوڪر هنيائون ته منهنجون تڪليفون دور ٿي ويون.

**فضربني برجله وقال اللهم اشفه اللهم عافه فما اشتڪيت وجعي ذالڪ بعد.**

(جامع ترمذي ص 560ج 5)

هڪ دفعي حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابو بڪر رضي الله تعاليٰ عنه حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جبل أحد تي بيٺا هئا ته جبل چرڻ لڳو يعني ڏڪڻ لڳو، حضور ﷺ جن پنهنجو قدم مبارڪ ان کي لڳايو ۽ فرمايو:

**فضربه النبي فقال اثبت احد فانما عليک نبي وصديق وشهيدان.** (بخاري 521 ج1)

"حضور ﷺ جن فرمايو ته بيهه رهُ پوءِ بيشڪ تو تي نبي ۽ صديق ۽ به شهيد بيٺا آهن."پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو: **هذا جبل يحبنا ونحبه.** (بخاري 585 ج 2)

"هي جبل أحد اسان سان محبت ڪري ٿو، اسان به انهيءَ سان محبت ڪريون ٿا."

حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو ته هڪ شخص چيو منهنجي ڏاچي هلڻ کان سُست ٿي وئي آهي ۽ رفتار به ٿوري ٿي وئي اٿس.

**فضربها برجله قال ابو هريرة والذي نفسي بيده لقد رايتها تسبق القائد.**

(المستدرڪ 193 ج 2)

پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ ان کي پير مبارڪ جي ٺوڪر هنئي. حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو ته قسم آهي ان ذات جو جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي ان کان بعد ۾ مون ان کي ايترو تيز هلندي ڏٺو جو ان کان اڳيان ڪابه شيءِ نه پئي هلي سگهي.

نبي ڪريم ﷺ جي قدمين شريفين جا ڪمال اهڙا آهن جو ست زمينون ۽ آسمان هيٺ آهن پر قدمين شريفين عرش کان به مٿي آهن، حضرت موسيٰ عليه السلام جبل طور تي اچي ٿو ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

"**فَاخْلَعْ نَعْلَيْكَ**"

"اي موسيٰ جبل طور تي اچڻ وقت جُتي لاهِ."

پر جڏهن محبوب ﷺ شب معراج ۾ عرش جو سير ڪيو ته نعلين مبارڪ پاتل هئي، حضور ﷺ جن جي نعلين مبارڪ آسمانن جا سير جنت جو سير ڪيو ته هي نعلين جو ڪمال هو ته محبوب ڪريم ﷺ جو شان ڪيڏو نه هوندو.

**لايمكن الثناء كما كان حقه**

**بعد از خدا بزرگ توهي قصه مختصر.**

# قد مبارڪ

حضور ﷺ جن جو قد مبارڪ درميانہ هو، اگر اڪيلائيءَ ۾ ڪوشخص سندن ڪي ڏسندو هو تہ درميانہ محسوس ٿيندا هئا، پر صحابہ ڪرام جي وچ ۾ هوندا هئا تہ سيني ڪان بلند قد ۾ محسوس ٿيندا هئا.

هي بہ شان مصطفيٰ ﷺ آهي جو سندن ڪان ظاهر ۾ بہ ڪو بلند نہ هو جنهن محبوب ڪريم ﷺ جو باطن نورٌ عليٰ نور هو تہ ظاهر بہ نورٌ عليٰ نور هو.

حضرت براءِ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو:

**مارءيت من ذي لمة في حلة حمراء احسن من رسول الله لہ شعر يضرب منكبيہ بعيد مابين المنكبين لم يكن بالقصير ولا بالطويل.** (مشڪواة شريف ص 516)

"مون حضور ﷺ جن ڪان زياده حسين نہ ڏٺو، ڳاڙهي جبي ۾ وڏن وارن ۾ سندن جا وار مبارڪ ڪلهن جي قريب هئا پاڻ نہ ننڍي قد جا هئا ۽ نہ وڏي قد جا هئا."

يعني محبوب ﷺ جن ڳاڙهي جبہ ۾ ۽ وڏن وارن ۾ اهڙا تہ حسين وجميل لڳندا هئا جو اهڙو ڪو پيدا ئي ناهي ٿيو ۽ سندن جو قد مبارڪ بہ وچٿرو هو.

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو:

**ڪان رسول الله ليس بالذاهب طولا وفوق الربعة اذا جامع القوم غمرهم.**

(خصائص ڪبريٰ ص 198)

"حضور ﷺ جن جو قد مبارڪ زياده ڊگهو نہ هو پاڻ جڏهن ماڻهن جي درميان ويهندا هئا تہ سيني ڪان قد مبارڪ زياده وڏو لڳندو هو."

حضرت بريده رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ هڪ انصاري حضور ﷺ جن جي خدمتِ ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ يارسول الله ﷺ اسان جو هڪ اُٺ سخت حملو ڪري ٿو وڙهي ٿو ان ڪي ڪير بہ ناڪيلي نہ ٿو وجهي سگهي پاڻ ڪريم ﷺ ان انصاري سان گڏ اٽي ويا، پاڻ ڪريم ﷺ اتي پهچي جيئن ئي دروازو ڪوليو .اهو اُٺ حضور ﷺ جن ڏانهن آيو ۽ اچي سجدو ڪيو ۽ پنهنجو مٿو زمين تي رکي ڇڏيائين حضور ﷺ جن اُٺ جي مٿي کي پڪڙي ان

تي پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايو پوءِ رسي ڳهرايائون ۽ اُٺ کي ناڪيلي وڏائون ۽ اهو اُٺ انصاري جي حوالي ڪيائون، حضرت ابوبڪر و عمر رضي الله تعالىٰ عنهما عرض ڪيو تہ يارسول الله بيشڪ هن اُٺ توهان کي سڃاتو آهي پاڻ ﷺ فرمايائون تہ ڪائنات ۾ اهڙي شيءِ ناهي جيڪا مون کي نہ سڃاڻي تہ مان الله جو رسول آهيان. (خصائص الڪُبري' 58 ج2)

ٻي روايت ۾ حضرت انس رضي الله تعالىٰ عنہ فرمائي ٿو تہ اُٺ روئي رهيو هو حضور ﷺ جن ان جي مٿي تي هٿ مبارڪ ڦيرايو ۽ ان کي ناڪيلي وڏي ۽ انصاري کي فرمايائون تہ هي اُٺ تنهنجي شڪايت ڪري رهيو آهي تون هن سان سٺو سلوڪ ڪر. (خصائص الڪُبريٰ 58 ج2)

قربان وڃان محبوب جي ذات تان جنهن کي جانور بہ سڃاڻيندا هئا.

پاڻ ڪريم ﷺ جن کي روئي شڪايت بہ عرض رکندا هئا پاڻ ڪريم ﷺ جو ادب بہ ڪندا هئا جڏهن جانورن کي خبر آهي تہ هي رحمت وارو نبي ﷺ آهي تڏهن ڳوڙها ڳاڙهي ڪنڌ جهڪائي محبوب جي قدمن تي سر رکي ڇڏيندا هئا.

مشهور نعت خوان مرحوم حاجي غلام نبي مهيسر تڏهن چيو تہ:

**محبوب جي حڪم سان وڻ بہ هليا ٿي آيا**

**سمجهي سچو رسول ٿي اُٺڻ بہ سِر جهڪايا**

**هڪ ڏينهن هاشمي کي ابو جهل پيو الائي**

**مٺ ۾ جا شيءِ آمدني سا، روبرو ڳالهائي**

**هڪدم هزارين ڪلما پٿرن پڙهي ٻڌايا.**

حضرت انس رضي الله تعالىٰ عنہ فرمائي ٿو:

**ڪان رسول الله احسن الناس قواما واحسن الناس وجها** (سيرت النبويہ157 ج 3)

”حضور ﷺ جن قد مبارڪ جي لحاظ کان بہ تمام ماڻهن کان حسين هئا تہ چهري مبارڪ جي لحاظ کان بہ سڀني کان زياده حسين هئا.“

## آقا ﷺ جو پاڇو نہ ھو

قاضي عياض شفا شريف ۾ فرمايو آهي تہ:

**كان لاظل شخصہ في شمس ولا قمر لانہ كان نورا.**

”حضور اڪرم ﷺ جن جو سج ۽ چنڊ جي روشني ۾ پاڇو نہ هوندو هو ڇو تہ پاڻ ﷺ سراپا نور آهن.“

حضور ﷺ جن جي جسم مبارڪ جو پاڇو نہ هو ڇوتہ منهنجي محبوب ڪريم ﷺ کي الله تعالىٰ هر عيب ظاهري وباطني کان پاڪ بنايو آهي اگر آقا ﷺ جو پاڇو مبارڪ هجي ها تہ سڀ ڪو چئي ها اسان جهڙو آهي ڇوتہ اسان جي جسم جو پاڇو آهي تہ آقا ﷺ جو بہ پاڇو آهي پر محبوب رب ڪريم پنهنجي محبوب کي نورٌ عليٰ نور ڪري پيدا فرمايو.

امام سنفي رحمتہ الله عليہ فرمائي ٿو:

**قال عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ ان الله ماوقع ظلك علي الارض لئلا يضع انسان قدمہ علي ذالك الظل.**(تفسير مدارڪ ص 321)

”حضرت عثمان غني رضي الله تعالىٰ عنہ بارگاهہ رسالت ۾ عرض ڪيو تہ الله تعالىٰ توهان جو پاڇو زمين تي نہ وڌو تہ متان ڪو شخص انهي تي پير رکي.“

حضرت ذڪوان تابعي رضي الله تعالىٰ عنہ فرمائي ٿو:

**ان رسول الله ﷺ لم يكن يريٰ لہ ظل في شمس ولا قمر.**

(زرقاني علي الواهب ص 240 ج 4)

”حضور اڪرم ﷺ جن جو پاڇو نہ هو اس ۾ بہ ۽ چانڊوڪيءَ ۾ بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو هو ڇو تہ پاڻ ڪريم ﷺ نور آهن.“

حضرت امام رباني فرمائي ٿو:

اورا ﷺ سايہ نبود. (مڪتوبات شريف )

”حضور اڪرم ﷺ جو سايہ نہ هو.“

تو هي سايہ نور ڪا، هر عضو ٽڪڙا نور ڪا
سايہ ڪا سايہ نہ هوتا هي نہ سايہ نور ڪا

# پسينو مبارڪ

حضور ﷺ جن جو پسينو مبارڪ عطر، ڪستوري کان زياده خوشبودار هو محبوب ﷺ جي پسيني جي خوشبو مڪي پاڪ ۽ مدينہ طيبہ جي گلين کي معطر ڪري ڇڏيو هو.

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو:

1: **ولا شممت مشكا قط ولا عطرا كان اطيب من عرق النبي ﷺ**

**(شمائل ترمذي)**

”مون ڪابہ خوشبو اهڙي نہ سنگھي جيڪا محبوب ﷺ جن جي پسينہ مبارڪ کان زياده خوشبودار هجي.“

2: **كان رسول الله ﷺ اذا مر في طريق من طرق المدينة وجدو من رائحتہ**

**وقالوا مر رسول الله ﷺ من هٰذا الطريق. (خصائص كبريٰ** 67 ج 1)

”حضور اڪرم ﷺ جن جڏهن مديني پاڪ جي گلين مان گذرندا هئا تہ ماڻهو انهيءَ گلين مان خوشبو جي ذريعي سڃاڻيندا هئا تہ آقا ﷺ جن هن گلي مان گذري ويا آهن.“

3: حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو:

هڪ شخص دربار نبوي ﷺ ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو تہ مون کي پنهنجي نياڻي جو نڪاح ڪرڻو آهي پرمون وٽ خوشبو ناهي، توهان مون کي خوشبو عطا فرمايو، پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ هڪ ڪليل منهن واري شيشي کڻي اچجان سياڻي.

ٻئي ڏينهن اهو شخص آيو ۽ شيشي بہ کڻي آيو پاڻ ڪريم ﷺ پنهنجي ٻنهي ٻانهن مبارڪ جو پسينو مبارڪ ان ۾ وجهڻ شروع ڪيو جڏهن شيشي ڀرجي وئي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ هي کڻي وڃ ۽ پنهنجي نياڻي کي چئجان تہ هي خوشبو لڳائي.

**فكانت اذا تطيبت بہ يشم اهل المدينہ رائحة ذالک الطيب فسموا بيت المطيبين.**(خصائص الكبريٰ 67 ج 1)

"پوءِ جڏهن اها عورت آقا ﷺ جو پسينو مبارک لڳائيندي هئي تہ سڄو مدينو پاک خوشبو سان معطر بنجي ويندو هو پوءِ انهيءَ گهر جو نالو ئي خوشبو وارو گهر رکي ڇڏيائون."

منهنجي مديني واري آقا ﷺ جو شان ئي نرالو آهي، عشق وارا تہ اڄ بہ مديني پاک جي گلين ۾ آقا ﷺ جي خوشبو محسوس ڪن ٿا.

**عرصہ هوا طيبہ ڪي گليون سي وہ گذري ٿي**
**اب تک ان گليون مين خوشبو هي پسيني ڪي**
**راتين بهي مديني ڪي، باتين بهي مديني ڪي.**

جنهن سردار ﷺ جي صدقي سنسار بنيو، انهيءَ محبوب جو شان ئي نرالو آهي هرشيءِ محبوب جي شان ڪي سجاڻي رهي آهي انهي آقا ﷺ جي خوشبو جهڙي خوشبو تہ جنت ۾ بہ ناهي.

**عطر جنت مين بهي ايسي خوشبو نهين**
**جيسي خوشبو نبي ڪي پسيني مين هي.**

حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ محبوب ﷺ جن جي وصال کان بعد مون سندن ڪي غسل ڏنو تہ ان وقت اهڙي خوشبو جسم اطهر مان اچي رهي هئي جو اهڙي خوشبو مون ڪڏهن بہ نہ ڏٺي.

هک روايت ۾ هي الفاظ بہ آهن تہ:

**انتشر في المدينہ.**

"انهي خوشبو اطهر سان پورو مدينو خوشبو سان معطر بنجي ويو."

(شفا شريف 79)

حضرت ام المومنين ام سلمہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي:

**وضعت يدي علي صدر رسول الله يوم مات فمر بي جمع اكل واتوضا ما يذهب ريح المسک من يدي.** (خصائص الكبريٰ 274 ج2)

”مون حضور ﷺ جن جي سينه مبارڪ تي وصال ڪان بعد هٿ رکيو ان ڪان بعد ڪافي عرصو گذري ويو آهي جو مان وضو به ڪندي آهيان، ڪاڌو به ڪائيندي آهيان، پر اڄ تائين منهنجي هٿ مان خوشبو ناهي ختم ٿي.“

منهنجي آقا ﷺ جي خوشبو جي صدقي ساري خدائي ۾ هزارين قسم خوشبوئن جا وجود ۾ آيل آهن. الله تعاليٰ اسان کي حضور اڪرم ﷺ جن جي ذات سان سچي محبت نصيب فرمائي.(آمين)

# عشق

عشق جي لغوي معنيٰ آهي بيحد پيار، سِڪ، محبت، محبت جي انتها، پيچ، هڪ ول جيڪا رنگين گل جهليندي آهي ۽ ڪنهن وڻ تي چڙهي ويندي آهي ته ان جا پن ڇاڻي ڇڏيندي آهي، جنهن ڪري هو اڪثر سُڪي ويندو آهي.

**(بحواله: سنڌ لغت، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)**

**عشق جي تعريف:**

**العشق تجاوز عن الحد في المحبتہ ، قيل العشق عن افراط المحبت وشدتها قيل المحبت اذا اشتدت وقويت سميت عشقا.**

معنيٰ: "محبت ۾ تجاوز ڪرڻ ڪي عشق چئبو آهي، يا محبت جي شدت ڪي عشق چئبو آهي، يا جڏهن محبت گهڻي ۽ مضبوط ٿي ويندي آهي ته ان ڪي عشق چئبو آهي."

**(صوفين جا قول)**

◆ حضرت عبد القادر جيلاني رحمته الله عليه جن فرمايو ته:

**العشق نار في القلوب يحرق ماسوي المحبوب.**

يعني "عشق اهڙي باهه ڪي چئبو آهي جيڪا دل ۾ الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ هر شيءِ ڪي ساڙي ڇڏيندي آهي."

حضرت بابا فريد گنج شڪر رحمته الله عليه فرمايو ته:

جڏهن عشق پيدا ڪيو ويو ته ان ڪي چيو ويو ته وڃ تنهنجي رهڻ جي جاءِ صرف غمگين ماڻهن جون دليون آهن، اتي ئي تون رهي سگهندين.

حضرت بابا فريد رحمته الله عليه فرمايو ته:

**اي آتش فراقت دل ها ڪباب ڪرده،**
**سيلاب اشتياقت جان ها خراب ڪرده.**

"تنهنجي جدائيءَ جي باهه دلين ڪي ساڙي ڪباب بنائي ڇڏيوآهي، تنهنجي شوق جي سيلاب جانين ڪي برباد ڪري ڇڏيو آهي." (اسرار اولياءِ)

◆ حضرت لعل شهباز قلندر رحمتہ الله عليہ فرمايو آهي تہ:

**زعشق دوست هر ساعت دورن نار مي رقصم،**

**گهي درخاڪ مي غلطم گهي برخار مي رقصم.**

مطلب تہ دوست جي عشق ۾ هر وقت باھ ۾ نچندو آهيان، ڪڏهن مٽي تي ڪڏهن ڪنڊن تي نچندو آهيان.

ٻي جاءِ تي قلندر شهباز رحمتہ الله عليہ فرمايوتہ:

**تنش بيمار، بايد ازغم عشق،**

**دلش از تيغ افگار بايد.**

مطلب تہ انهيءَ عاشق جو جسم عشق جي غم جي ڪري بيمار ٿيو، انهيءَ جي دل جي عشق جي تلوار جي ڪري ڦٽجي پئي.

حضرت شمس تبريز رحمتہ الله عليہ فرمايو تہ:

**عشق را از ڪس مپرس از عشق پرس،**

**عشق او بس خوش بيان است اي پسر.**

مطلب تہ "عشق جو مقام هر ڪنهن کان نہ پڇ، عشق جو مقام عشق وارن کي پڇ، ڇو تہ انهن جو بيان تمام پيارو آهي."

◆ مولانا جلال الدين رومي رحمتہ الله عليہ فرمايو آهي تہ:

**عشق عقل در شرحش چوخر در گل بہ خفت**

**شرح عشق و عاشقي خود گفت،**

**گرچہ تفسير زبان روشن گرست،**

**ليڪن عشق بي زبان روشن ترست.**

مطلب تہ "عشق جي شرح لکڻ شروع ڪئي هئي پر گڏھ وانگر مٽي ۾ ليٽي پئي، جيڪڏهن تفسير کي زبان روشن ڪندي آهي پر عشق بغير زبان جي تمام زياده روشن هوندو آهي."

◆ مولانا رومي رحمتہ الله عليہ جو قول:

**اگر عالم همہ پرخارباشد،**

**دل عاشق گل وگلزار باشد.**

مطلب تہ پوري دنيا ڳنڍن سان ڀرجي وڃي پر عاشق گل وگلزار مثل بهار جي هوندو آهي، ڇوتہ دنيا فاني آهي، ان سان دل لڳائڻ بہ فنا آهي ۽ الله تعاليٰ جي ذات باقي آهي، ان سان دل لڳائڻ مثل بهار جي آهي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليہ فرمايو تہ:

عاشق زهرپياڪ،وِهہ ڏسي وِسڪن گھڻو،
ڪڙي ۽ قاتل جا هميشہ حيراڪ
توڙي ڇڪن چاڪ، تہ بہ اڱ نہ ڏين عامَ کي.

يعني عاشق هميشہ اڳرائي ڪندا آهن، ڏکن ڏولاون کي ناهن ڏسندا صرف محبوب کي راضي رکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

◆ حضرت بابا بُهلي شاهہ رحمة الله عليہ فرمايو تہ:

کسي عاشَ ناسک سوٹا اي،
اسان رورو‌کي مک ڈوٹا هي،
اي جادو هي کي ٹوٹان هي،
اس روگ کا يوگ بنائوگي،
کدي اپٹي اک بلائوگي.

◆ حضرت شبلي رحمة الله عليہ فرمايو تہ:

عاشق اهو آهي جيڪو هر شي محبوب جي ناليِ تي قربان ڪري ڇڏي.

◆ حضرت سچل سرمست رحمة الله عليہ فرمايو تہ:

جنهن دل پيتا عشق دا جام،
سا دل مست ومست مدام،
حق موجود سدا موجود.

# محبت

1: لفظ محبت "حبي" مان ورتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي "اهڙو (گهڙو) دِلو جنهن ۾ تمام گهڻو پاڻي هجي جو ان جو ترو ڏسي نہ سگهجي." اهڙي طرح محبت جنهن دل ۾ گهر ڪندي آهي تہ محبوب ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو آهي.

2: لفظ محبت: الحب يا والحبة مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪڻڪ جو داڻو يا ٻج، انهيءَ لغوي اعتبار سان محبت جو مطلب آهي تہ محبت انساني سيرت ۽ ڪردار جي پاڙ آهي انساني جسم ۾ دل اهم شيءِ آهي ۽ محبت جو ٻج دل ۾ جنم وٺندو آهي.

3: لفظ محبت: ابو القاسم قشيري رحمتہ الله عليہ لکيو آهي تہ حُب مان مراد آهي "گهڻا منجي" يعني جيڪا ڪاٺين جي ٺهيل هوندي آهي جنهن تي دلو رکيو ويندو آهي، جهڙيءَ طرح اهي ڪاٺيون بہ سردي توڙي گرمي ۾ دلي جو هر طرح جو وزن ڪڻنديون آهن، محب بہ اهڙي طرح محبوب جا هر انگل ڪڻندو آهي ۽ مڃيندو آهي ۽ ناز نخرا بہ سهندو آهي.

4: حضور ﷺ جن فرمايو تہ "اي الله تون مون کي پنهنجي محبت، جان، مال، اهل، عيال، ٻڌڻ، ڏسڻ جي طاقت ۽ ٿڌي پاڻي کان بہ وڌيڪ عطا فرماءِ."

(مڪاشفتہ القلوب 1، 786)

5: حضرت سيدنا ابو بڪر صديق رضي الله عنہ فرمايو تہ:

**من ذاق من خالص محبة الله تعالىٰ شغلہ ذالک عن طلب الدنيا اوحشاه عن جميع البشر. (احياء العلوم)**

يعني "جنهن الله تعالىٰ جي خالص محبت جو مزو چکيو اهو دنيا جي طلب نہ ڪندو ۽ سڀني انسانن کان وحشت ڪرڻ لڳندو."

6: حضرت عثمان غني رضي الله تعالىٰ عنہ فرمايو:

"جيڪو الله تعالىٰ سان محبت ڪندو آهي ان کي تنهائيءَ ۾ مزو ايندو آهي.

7: حضرت علي ڪرم الله وجهہ فرمايو تہ:

”جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن بندي سان محبت ڪندو آهي ته ان کي اها توفيق بخشيندو آهي جو حيرت انگيز واقعات مان عبرت حاصل ڪري.“

8: حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو:

”هڪ شخص عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ مان توهان سان محبت ڪريان ٿو، حضور ﷺ جن فرمايو ته ”پوءِ درويشيءَ لاءِ تيار ٿي وڃ.“ وري عرض ڪيائين ته مان الله تعاليٰ سان به محبت ڪريان ٿو، حضور ﷺ جن فرمايو ته بَلا ۽ مُصيبت برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃ.“

9: دليل العارفين ۾ لکيل آهي ته محبت اهڙو مقام آهي جنهن جي لکين عالمن وضاحت ڪئي آهي ۽ ان کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر ڪير به سمجهي نه سگهيا آهن، ڇو ته محبت جو تعلق علم سان ناهي پر ذوق ۽ حال سان آهي.

10: خواجه يحيٰ معاذ رحمته الله عليه فرمايو آهي:

**المحبته لايعبر عنها مقاله**

يعني”محبت اهڙي ڪيفيت جو نالو آهي، جنهن کي لفظن ۾ بيان نه ٿو ڪري سگهجي.“

11: حضرت جنيد رحمته الله عليه فرمايو:

”محبت اکڙين جي ڳوڙهن، جنوني ڪيفيت ۽ دل جي ڌڙڪن جو نالو آهي.“

12: ابن دباغ رحمته الله عليه فرمايو ته:

محبت جي حقيقي تعريف اهو ڪري سگهي ٿو، جنهن انهيءَ جو مزو چکيو هجي ۽ جنهن محبت جو مزو چکيو هوندو ان کي هوش نه رهندو آهي، جيئن هن شعر ۾ بيان ڪيو ويو آهي:

**يصحوا من الخمر شاربوها**

**والعشق سکر علي الدوام.**

مطلب ته شراب پيئڻ وارو ته هوش ۾ اچي ويندو آهي پر عشق جي نشي وارو هميشه مدهوش رهندو آهي.

13: حضرت بايزيد بسطامي رحمته الله عليه فرمايو ته:

”محبت ۾ محبوب جي ٿورڙي شيءِ کي بہ گھڻو سمجھبو آهي ۽ پنھنجي گھڻي شيءِ کي بہ ٿوڙو سمجھبو آهي.“

14: حضرت فضيل بن عياض رحمتہ الله عليہ فرمايو آهي تہ :

”اگر توهان کان الله تعاليٰ جي محبت بابت پڇيو وڃي تہ خاموش رهو، ڇو تہ اگر انڪار ڪندوَ تہ ڪافر ٿي ويندوَ، اگر اقرار ڪندوَ تہ توهان جي اندر مجنون واري تڙپ ناهي، انهيءَ ڪري ڪوڙي ڳالهہ نہ ڪيو ۽ خدا کان ڊڄو.“

15: حضرت سيدنا عبدالقادر جيلاني رحمتہ الله عليہ فرمايو تہ :

محبت جا ٽي اصول آهن:

(1) وفا (2) ادب (3) مروت.

1: وفا:

وفا هيءَ آهي تہ الله تعاليٰ جي وحدانيت ۾ مشغول رهي ۽ پنھنجي دل کي هر شيءِ کان جدا ڪري.

2: ادب:

ادب هيءُ آهي تہ وقت کي ياد نہ ڪري ۽ غير الله کي ڀُلائي ڇڏي.

3: مروت:

مروت هي آهي تہ قول ۽ فعل ذڪر الله تي قائم هجي، ظاهر ۽ باطن ۾ غير کان منھن موڙي.

16: حضرت ابوبڪر ڪتائي رحمة الله تعاليٰ عليہ فرمايو:

المحبة ايثار المحبوب علي جميع المصحوب.

مطلب تہ ”محبت محبوب کي اختيار ڪرڻ جو نالو آهي باقي سڀ ڇڏي ڏئي.“

17: حضرت جنيد بغدادي رحمتہ الله عليہ جو قول:

”محبت موافقت کي چئبو آهي يعني جن ڪمن جو الله تعاليٰ حڪم ڪيو آهي انهن تي عمل ڪرڻ ۽ جن ڪمن کان الله تعاليٰ منع فرمائي آهي انهن کان رڪجي وڃڻ ۽ الله تعاليٰ جي رضا تي راضي رهڻ کي محبت چئبو آهي.“

18: مولانا رومي رحمتہ الله عليہ جو قول:

گر بہ بيني ڪر و فر و قرب را، جيفہ بيني بعد ازين اين شرب را.

مطلب تہ "اگر تون الله تعاليٰ جي قرب جو مشاهدو ڪرين تہ دنيا کي مردار سمجهي ڇڏي ڏيندي."

19: حضرت نصير الدين چراغ دهلوي رحمتہ الله عليہ فرمايوتہ :
"محبت سچي هيءَ آهي جو پنهنجي پياري شيءِ کي محبوب جي، خاطر قربان ڪري ڇڏجي." جيئن حضرت ابراهيم عليہ السلام جي جان کي آڙاهہ جي حوالي ڪيو ويو، پر اُف بہ نہ چيائين ۽ پنهنجي پياري پٽ حضرت اسماعيل عليہ السلام کي ڪُهڻ (قربان ڪرڻ) لاءِ تيار ٿي ويو پر شڪايت بہ نہ ڪيائين.

هڪ دفعي حضرت نصيرالدين چراغ دهلوي رحمتہ الله عليہ زارو قطار روئي رهيا هئا ۽ بيهوش ٿي ويا، جڏهن هوش ۾ آيا تہ فرمايائون تہ "سچي محبت هيءَ آهي جو محب کي ذرا ذرا ڪيو وڃي يا باهہ ۾ جلايو وڃي تہ بہ ثابت قدم رهي، جيڪڏهن ثابت قدم نہ رهيو تہ محبت ۾ بہ ثابت قدم نہ رهيو."

◆ شيخ ابو زيد رحمتہ الله عليہ فرمايو تہ:
"جنهن کي ڪنهن جي محبت قتل ڪري، ان جو بدلو آهي تہ محبوب ان کي پنهنجو جلوو ڏيکاري،"
يعني الله تعاليٰ جي ذات پنهنجي محبوب جو ديدار ڪراءِ.

◆ حضرت بيبي رابعہ بصري رحمتہ الله عليہ فرمايو تہ "الله تعاليٰ جي عاشق کي ان وقت تائين سڪون نہ ٿو ملي جيستائين موٽي محبوب وٽ نہ ٿو پهچي."

◆ حضرت جنيد بغدادي رحمتہ الله عليہ فرمائي ٿو تہ:" محب پنهنجون صفتون ختم ڪري محبوب جون صفتون پاڻ ۾ پيدا ڪري."

◆ حضرت ابراهيم خواص رحمتہ الله عليہ فرمائي ٿو تہ:"محبت هي آهي تہ محب جا سڀ ارادا مٽجي وڃن، تمام صفتون سڙي وڃن ۽ بحر اشارات ۾ پاڻ کي ٻوڙي ڇڏين."

◆ صوفياءِ ڪرام فرمايو آهي تہ جيڪوشخص چئن ڳالهين کانسواءِ چئن ڳالهين جي دعويٰ ڪري اهو ڪوڙو آهي:
1.جيڪو جنت جي طلب جي دعويٰ ڪري، پر عبادت نہ ڪري، اهو ڪوڙو آهي.

2. جيڪو حضور ﷺ جن جي محبت جي دعويٰ ڪري پر ڪامل اطاعت نہ ڪري اهو ڪوڙو آهي.
3. جيڪو جهنم جي خوف جي دعويٰ ڪري پر گناهہ نہ ڇڏي اهو ڪوڙو آهي.
4. جيڪو الله تعاليٰ سان محبت جي دعويٰ ڪري پر آزمائش ۾ شڪايت ڪري تہ ڪوڙو آهي.

صوفياءِ ڪرام فرمايو آهي تہ سچي محبت جون 3 نشانيون آهن:

- ٻين جي بجاءِ پنهنجي محبوب جي زبان استعمال ڪري.
- ٻين سان گڏ ويهڻ جي بدران پنهنجي محبوب سان گڏ ويهي.
- ٻين جي راضپي جي بدران پنهنجي محبوب کي راضي رکي.

**حڪايت 1:**

حضرت شبلي رحمتہ الله عليہ وٽ ڪجهہ ماڻهو آيا پاڻ فرمايائون تہ "توهان ڪير آهيو؟" چوڻ لڳا تہ اسين توهان سان محبت ڪرڻ وارا آهيون، پاڻ اڳتي وڌي انهن شخصن کي پٿر هنيائون تہ اهي ڀڄڻ لڳا، پاڻ فرمايائون تہ "ڇو ٿا ڀڄو؟ اگر واقعي توهان مون سان محبت رکو ٿا تہ آزمائش ۾ ڇو نہ ٿا اچو." ان کان بعد ۾ فرمايائون تہ اهل محبت محبت جي چسڪي پيتي آهي، هاڻي انهن تي زمين ۽ شهر تنگ ٿي ويا آهن انهن الله تعاليٰ جي معرفت حاصل ڪئي آهي، الله تعاليٰ جي عظمت ۽ جلال ۾ گم ٿي ويا آهن، انهن ماڻهن عشق جو جام پيتو آهي ۽ بحر عشق ۾ غرق ٿي ويا آهن.

**حڪايت 2:**

منصور حلاج رحمتہ الله عليہ جي باري ۾ منقول آهي تہ ان کي ارڙهن ڏينهن قيد ۾ رکيو ويو هو، حضرت شبلي رحمتہ الله عليہ وٽس آيا ۽ پڇڻ لڳا تہ "منصور محبت ڇا آهي؟" فرمايائون تہ "اڄ نہ سڀاڻي پڇا ڪجانءِ" ٻئي ڏينهن ماڻهن ان کي قيد مان ڪڍيو، ڦاسي گهاٽ ڏانهن وٺيون پئي ويا، ان وقت حضرت شبلي رحمتہ الله عليہ جن اتان گذريا تہ پاڻ فرمايائون تہ "شبلي، محبت جو آغاز جلڻ ۽ انجام قتل آهي."

**حڪايت 3:**

حضرت عيسيٰ عليہ السلام هڪ جڳهہ تان گذريا تہ هڪ نوجوان زمين جو ڪم ڪري رهيو هو، ان نوجوان حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي چيو تہ الله تعاليٰ کان دعا گهرو تہ مون کي محبت جو ذرڙو عطا فرمائي، حضرت عيسيٰ عليہ السلام چيو تہ ”تو ۾ ذرڙي جي طاقت ناهي،“ ان نوجوان چيو پلا اڌ ذرڙي ئي عطا فرمائي، پوءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ان لاءِ دعا گهري پوءِ هليو ويو، جڏهن ٻئي دفعي اتان لنگهيو تہ ڏٺائين تہ اهو چوڪرو آهي ئي ڪونہ، ماڻهن کان پڇا ڪيائين، جن ٻڌايو تہ اهو ديوانو ٿي ويو آهي، جبلن ڏانهن هليو ويو آهي، حضرت عيسيٰ عليہ السلام دعا گهري ان کان بعد ۾ ڏٺائين تہ اهو نوجوان جبلن جي وچ ۾ بيٺو آهي ۽ آسمانن ڏانهن ڏسي رهيو آهي، حضرت عيسيٰ عليہ السلام ان کي سلام ڪيو، پر ان سلام جو جواب نہ ڏنو، وري چيائين ”مان عيسيٰ آهيان،“ تہ بہ جواب نہ مليو، حضرت عيسيٰ ڏانهن الله تعاليٰ وحي نازل ڪئي تہ جنهن دل ۾ محبت جو ذرڙو بہ هوندو تہ اهو انسانن جو ڪلام ڪيئن ٻڌي سگهندو، مون کي منهنجي عزت ۽ جلال جو قسم، جيڪڏهن ان کي ڪرٽ سان چيريو وڃي تہ بہ ان کي ڪا بہ خبر نہ پوندي.

انهيءَ محبت کي ڀٽائي صاحب رحمة الله عليہ هن طرح بيان فرمايو آهي تہ:

**حقيقت هن حال جي ، جي ظاهر ڪيان ذري،**
**لڳي ماٺ مرن کي ڏونگر پون ڏري،**
**وڃن وڻ ٻري، اوپر اپري ڪين ڪي.**

**حديث پاڪ:**

حضور ﷺ فرمايو تہ:

**”سياتي“زمان علي امتي يحبون خمسا وينسون خمسا.**

”منهنجي امت تي جلد ئي اهڙو زمانو ايندو، جو پنجن شين سان محبت ڪندا ۽ پنجن کي وساري ڇڏيندا.“

| | |
|---|---|
| يحبون الدنيا وينسون الاخرتہ | دنيا سان محبت ڪندا ۽ آخرت کي وساريندا. |
| يحبون المال وينسون الحساب | دنيا سان محبت ڪندا ۽ حساب کي وساريندا |
| يحبون الخلق وينسون الخالق | مخلوق سان محبت ڪنداۦرب کي وساريندا. |
| يحبون الذنوب وينسون التوبة | گناهن سان محبت ڪنداۦتوبہ کي بہ وساريندا |
| يحبون القصور وينسون المقبرتہ | محلاتن کي پسند ڪنداۦ قبرن کي وساريندا. |

حڪايت 4:

حضرت منصوربن عماره رحمتہ الله عليہ هڪ نوجوان کي نصيحت ڪئي تہ ”اي نوجوان توکي جواني دوکي ۾ نہ وجهي، ڪيترن ئي نوجوانن توبہ ۾ بہ دير ڪئي، وڏي اميد رکي، تہ اڃ نہ سڀاڻي توبہ ڪنداسين. تان جو وڃي قبرن جي حوالي ٿيا، انهيۦ ڪري جيڪو ڪم نيڪي جو ڪرڻو اٿئيَ اهو اڄ ئي ڪري وٺ، ڇو تہ آخرت ۾ ٻي ڪابہ شيۦ نفعو نہ ڏيندي، مگر قلب سليم نفعو ڏيندي، انهيۦ ڪري اڄ کان ئي دل کي محبت الاهي ۾ غرق ڪر.“

حڪايت 4:

حضرت بيبي آسيہ رضي الله عنها کي فرعون اسلام کان ڦيرائڻ لاۦ تمام گهڻيون تڪليفون ڏنيون هُيون پر پاڻ ڪنهن بہ صورت ۾ اسلام ڇڏڻ لاۦ تيار نہ هئي، آخر ان ظالم بيبي آسيہ کي چار لوهہ جا ڪِل هڻايا ۽ چيائين تہ اسلام ڇڏي ڏي پاڻ بيبي آسيہ فرمايو تہ ”جيڪڏهن توهان منهنجي هر عضوي کي وڍي جدا ڪري ڇڏيندوَ تہ بہ منهنجو ايمان ڪمزور نہ ٿيندو، بلڪہ اجان مضبوط ٿيندو.“

هڪ دفعي حضرت موسيٰ عليہ السلام بيبي آسيہ جي پرسان گذريو، بيبي آسيہ عرض ڪيو ڇا الله تعاليٰ مون تي ناراض آهي، حضرت موسيٰ عليہ السلام فرمايو تہ ”اي بيبي آسيہ، آسمانن جا سڀ ملائڪ تنهنجي انتظار ۾ آهن ۽ الله تعاليٰ تو تي ملائڪن جي سامهون فخر ڪري ٿو، هاڻي جيڪا دعا گهرنديئۦ اها قبول ٿيندي،“

بيبي صاحبہ دعا گهري تہ :

**رَبِّ ابْنِ لِيْ عِنْدَكَ بَيْتًا فِي الْجَنَّةِ وَنَجِّنِيْ مِنْ فِرْعَوْنَ وَعَمَلِهٖ وَنَجِّنِيْ مِنَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ.**(سوره التحريم پ28)

"اي الله مون لاءِ جنت ۾ گهر بناءِ، مون کي فرعون ۽ ان جي عمل ۽ ظالم قوم کان نجات ڏيار."

حضرت سلمان فارسي رحمتہ الله عليہ کان روايت آهي تہ "فرعون بيبي آسيہ کي اُس ۾ سزا ڏيندو هو، جڏهن سزا ڏيڻ وارا هليا ويندا هئا تہ ملائک ان تي پَرن سان ڇانوَ ڪندا هئا." حضرت ابوهريره رضي الله عنہ فرمايو تہ "فرعون بيبي آسيہ کي چار ڪِلا هڻايا، سيني تي جنڊ رکي ڇڏيو ۽ مُنهن سِج ڏي رکيو، بيبي آسيہ ان وقت دعا گهري تہ اي الله جنت ۾ گهر بناءِ، اها محبت جي انتها هئي، ايترين تکليفون سهڻ جي باوجود بہ ايمان تي قائم رهي، ڪڏهن بہ شڪايت نہ ڪيائين.

# محبت رسول ڪريم ﷺ ۽ قرآن ڪريم

الله تعاليٰ جي ذات بابرڪات پنهنجي محبوب نبي ڪريم ﷺ جن کي دنيا جي تختي تي رحمت بنائي موڪليو، حضور نبي ڪريم ﷺ جن ان وقت دنيا جي تختي تي آيا جڏهن پوري روءِ زمين بُت پرستي، قتل وغارت، بي حيائي، بچڙائي جهڙن ڪُڌن ڪمن ۾ غرق هئي، اهڙي دور ۾ رب ڪائنات حضور ﷺ جن کي مبعوث فرمايو ۽ اهو اعلان فرمايو تہ "اي انسان، منهنجا پوري ڪائنات تي ڪروڙين احسان آهن پر سيني کان وڏيڪ توهان انسانن تي آهن، جو توهان انسانن کي اشرف المخلوقات ڪري پيدا ڪيم، توهان کي هٿڙا، اکڙيون، چهرو، اولاد، حسن، دنيا، دولت، مال، ملڪيت جهڙين عظيم نعمتن سان نوازيم، جيڪڏهن تون اهي احسان ڳڻڻ چاهين تہ هرگز نہ ڳڻي سگهندين.

جيئن قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي:

"**وَاِنۡ تَعُدُّوۡا نِعۡمَةَ اللّٰهِ لَاتُحۡصُوۡهَا.** (پ 14 سوره نحل)

"۽ اگر توهان الله تعاليٰ جي نعمتن کي ڳڻڻ چاهيو تہ توهان ڪڏهن بہ ڳڻي نہ سگهندوَ."

اهي مالڪ ڪريم جا احسان آهن جو اسين انسان آهيون ۽ وري مسلمان آهيون، وري منڙي محمد ﷺ جا امتي آهيون، اهڙي محبوب جا امتي جنهن لاءِ الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ شان بيان فرمايو تہ:

"**لَقَدۡ مَنَّ اللّٰهُ عَلَي الۡمُؤۡمِنِيۡنَ اِذۡ بَعَثَ فِيۡهِمۡ رَسُوۡلًا.**" (سوره آل عمران پ 4)

"رب ڪريم ڪروڙين احسان ڪيا پر انهن احسانن ۾ سڀ کان وڏو احسان آهي پاڻ ڪريم ﷺ جن جي ذات جو موڪلڻ،"

چو تہ حضور ﷺ جن کي رب ڪريم رحمت بڻائي موڪليو ۽ پاڻ ڪريم ﷺ رب جا محبوب آهن. ۽ الله رب العالمين پنهنجي محبوب کي اسان جهڙن بدڪارن ڏانهن رحمت بڻائي موڪليو، انهيءَ کان وڏيڪ پوري ڪائنات ۾ ٻيو ڪو بہ احسان ڪونهي، هي خدا تعاليٰ جي پيار ۽ محبت جي بارش آهي انسانن لاءِ، هي رحم و ڪرم جي برسات آهي مخلوق لاءِ، جو هيءُ عظيم قائد،

عظيم سپهہ سالار، عظيم محبوب، عظيم پيغمبر، رحمة لِلعٰلمين ﷺ جن جو سايو اسان جهڙن کي پنهنجي آغوش محبت ۾ ڇپائي رهيو آهي.
پاڻ ڪريم ﷺ جن کي الله تعاليٰ هنن الفاظن سان ياد فرمايو تہ:
"وَمَا اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ". (سوره انبياء پ 17)
"اي محبوب اسان توکي ٻنهي جهانن لاءِ رحمت بنائي موڪليو آهي."
هي رحمت وارو محبوب ﷺ هو جنهن دنيا ۾ اچڻ سان پنهنجي امت لاءِ دعا گهري هئي تہ :
"مولا منهنجي امت کي بخش فرماءِ."
عقل انهيءَ جڳهہ تي دنگ رهجي وڃي ٿو تہ اهڙو محبوب ﷺ جنهن جيجل امڙ جي نوراني وجود مان جدا ٿيڻ سان پنهنجي گنهگار امت کي ياد فرمايو. ڇو تہ آهي ئي رحمت وارو نبي.

ٻنهي جهانن جي سالار جي دنيا ۾ اچڻ کان پهريان هر طرف ڏڪار، تڪليفون، ويراني، جهڳڙا، پريشانيون، عورتون مصيبت ۾، بيروزگاري، ظلم جي انتها، وحشانيت ڦهليل هئي، پر جنهن رات حضور ﷺ جن دنيا جي تختي تي رهڻ وارن کي پنهنجي نوراني چهري جو ديدار ڪرايو تہ پوري دنيا ۾ سڪار ٿي ويو، هبڪار ٿي ويو، سرور ٿي ويو، خوشيون ٿي ويون، روشني ٿي وئي، ڪفر جا قلعا پرزا پرزا ٿي ويا، آتش ڪده ٺري پيا، جانورن ۾ جان اچي وئي، ظلم جي پاڙ پٽجي وئي، پکي پکڻ، وڻ ٽڻ گل ٻوٽا ٻهڪي اٿيا.

ساري جڳ ۾ جانب لاءِ جنسار ٿي ويا،
محمد ﷺ اچي ويو ٻيڙا پار ٿي ويا.

جنت سينگارجي وئي، حورون سهرا ڳائي رهيون هيون، ملائڪ جلوس جي شڪل ۾ چهري انور جو ديدار ڪرڻ لاءِ جهنڊا لهرائي صلوات وسلام جا نذرانا پيش ڪري رهيا هئا، جيئن حضرت جبرائيل عليہ السلام ملائڪن جي ٽولن سان ديدار لاءِ اچي رهيو هيو تہ اهڙي طرح حورون بہ قطارن ۾ محبوب ﷺ

جي ديدار لاءِ هار ڪٽي امڙ آمنہ رضہ کي مبارڪون ڏئي رهيون هيون، محبوب جي حسن جي جهلڪيءَ جو ڪمال هو، جو مکي کان شام جون ماڙيون ڏسڻ ۾ اچي رهيون هيون، اهڙو محبوب جنهن کي پوري ڪائنات جو محبوب ڪري سڏيو آهي انهيءَ محبوب لاءِ رب ڪريم فرمايو تہ:

”مون توهان تي وڏو احسان ڪيو آهي جو توهان ۾ پنهنجو محبوب نبي ڪريم ﷺ موڪليو آهي.“ (آيت)

هاڻي اسان تي لازم آهي تہ انهيءَ محبوب جي شان کي سجاڻون ۽ جهرجهنگ کي جهرجهنگ، واهڻ وستي، ڳوٺن، شهرن، جبلن، پٽن، دڙن، ملڪن، بيٽن، سمندن ۽ دريائن جي ڪُنڊ ڪُڙڇ ۾ محبوب ﷺ جو ذڪر ڪندا رهون، ڇوتہ الله تعاليٰ پاڻ قرآن ڪريم ۾ فرمايو آهي:

**”فَالَّذِيْنَ آمَنُوْا بِہٖ وَعَزَّرُوْهُ وَنَصَرُوْهُ وَاتَّبَعُوْاالنُّوْرَالَّذِيْٓ اُنْزِلَ مَعَہٗٓ اُولٰٓئِکَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ.“** (سوره اعراف پ 9)

يعني ”جن شخصن ايمان آندو رسول ڪريم ﷺ جن تي ۽ سندن جي عزت ڪئي ۽ قرآن ڪريم جي حڪمن جي تابعداري ڪئي اهي ئي ڪامياب آهن.“

مذڪوره آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ پهريان ايمان آڻيو، پوءِ ادب، عزت ڪيو، پوءِ ظاهري مدد، پوءِ عمل ڪريو تہ پوءِ اهي ئي شخص ڪامياب آهن اگر ڪنهن بہ هڪ شيءِ کي ڇڏي ڏجي تہ ڪاميابي اسان کان دور ٿيندي.

انهيءَ ڪري علامہ اقبال رحمتہ الله عليہ فرمايو:

**خودي کو کر بلند اتنا کہ هر تقدير سي پهلي**
**خدا بندي سي خود پوچي بتا تيري رضا کيا هي**

يعني محبوب ڪريم ﷺ جي هر حڪم تي لبيڪ چوڻ تي انسان جي ڪاميابي آهي. ٻي جاءِ تي الله تعاليٰ فرمايو:

**”اِنَّا اَرْسَلْنٰکَ شَاهِدًا وَّ مُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا O لِتُؤْمِنُوْا بِاللهِ وَرَسُوْلِہٖ وَتُعَزِّرُوْهُ وَتُوَقِّرُوْهُ ط وَتُسَبِّحُوْهُ بُکْرَةً وَّاَصِيْلًا.“** (سورة فتح پ26)

”بيشڪ اسان تو محبوب ﷺ جن کي شاهد، بشارت ڏيندڙ، ڊيڄاريندڙ ڪري موڪليو آهي تہ جيئن توهان انسان الله تعاليٰ تي ايمان آڻيو ۽ رسول الله ﷺ

جن تي ايمان آڻيو ۽ ان جي عزت ڪريو ۽ توقير ڪريو، صبح شام الله تعاليٰ جي پاڪائي ڪريو.“

سوچڻ جو اهو مقام آهي تہ ايمان ڪانپوءِ محبوب ڪريم ﷺ جن جي عزت جو حڪم آهي ۽ ان ڪان بعد ۾ الله تعاليٰ جي پاڪائي آهي ڇوتہ جيڪو محبوب جو ئي ادب نہ ڪندو تہ ان ڪي خالق جو ادب ڪٿان ايندو؟ جڏهن پيغمبر جي شان جي خبر ناهي تہ رب ڪريم جي شان جي خبر ڪٿان پوندي، انهيءَ ڪري الله تعاليٰ فرمايو:

”مَنْ يُطِعِ الرَّسُوْلَ فَقَدْ اَطَاعَ اللهُ.“(پ 5 سوره النسآء)

”جنهن رسول ڪريم ﷺ جي اطاعت ڪئي ان ڄڻ تہ الله جي فرمانبرداري ڪئي.“

يعني محبوب ﷺ جي اطاعت غير ناهي پر اها ئي الله جي اطاعت آهي، محبوب سان محبت ڪرڻ الله تعاليٰ سان ئي محبت ڪرڻ آهي، محبوب سان گڏ رهڻ الله سان گڏ رهڻ جي مثل آهي، محبوب جي قول ۽ فعل تي عمل ڪرڻ الله تعاليٰ جي قول فعل تي عمل ڪرڻ آهي.

**نگاهہ عشق ومستي مي وهي اول وهي آخر**
**وهي قرآن وهي فرقان، وهي يٰسين، وهي طٰہٰ**

حضور اڪرم ﷺ جن جو شان پوري ڪائنات جي انبياءِ ڪرام ڪان بہ بلند آهي، ملائڪن ۽ انبياءِ ڪرام ڪان بہ بلند آهي، اصحابن، اوليائن، ابرارن، اخيارن، عالمن، فاضلن ڪان بہ بلند آهي تہ اهڙي محبوب جن سان محبت ڪرڻ جو طريقو، اٿڻ، ويهڻ، ڳالهائڻ، ادب جو طريقو، حڪم مڃڻ جو طريقو، گڏ رهڻ جو طريقو ڪٿان سکڻ گهرجي، انهيءَ محبوب ﷺ جن جي شان تان ٻار ٻچا، والدين، گهر مال، مالڪيت قربان ڪرڻ لاءِ پوري ڪائنات قربان ڪجي، سندن جي هر ادا هر هڪ طريقي ڪي قرآن ڪريم پاڻ بيان فرمايو آهي الله تعاليٰ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ ارشاد فرمايو تہ:

**” قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللهُ وَيَغْفِرْلَكُمْ ذُنُوْبَكُمْ وَاللهُ غَفُوْرُ الرَّحِيْم.“** ( پ 3سورة آل عمران)

"اي محبوب ﷺ ماڻهن کي ٻڌايو تہ اگر توهان الله تعاليٰ جي محبت گهرو ٿا تہ صرف منهنجي تابعداري ڪريو، الله تعاليٰ توهان سان محبت ڪندو، توهان جا گناهہ بہ بخشيندو ۽ الله غفور رحيم آهي."

هن آيت ڪريمہ ۾ حضور ﷺ جن جي پاڪ زبان مان هي اعلان ڪرايو ويو تہ اگر الله تعاليٰ جو قرب، رضامندو، فضل، ٻانهپ جو حق ادا ڪرڻ چاهيو ٿا تہ مون محبوب ﷺ جن جي دروازي تي اچو، منهنجي تابعداري ڪريو، منهنجي قول ۽ فعل تي عمل ڪريو، مون وٽ اچي زندگي گذارڻ جا اصول سکو، مون وٽ اچي عبادت جو طريقو سکو، پوءِ الله تعاليٰ توهان سان محبت ۽ پيار ڪندو.

اگر توهان انهيءَ طريقي کان هٽي ويندوَ ۽ انهيءَ طريقي کي نہ سمجهندو ۽ انهيءَ طريقي تي نہ هلندو تہ پوءِ ٻي ڪابہ دنيا جي طاقت توهان کي سمجهائي نہ سگهندي. محبت جي ونڊ محبوب ڪريم ﷺ جن ونڊي رهيا آهن، پر ڪير بہ وٺڻ وارو هجي، ڪير جهولي جهلڻ وارو هجي، ڪير اکڙين مان نير وهائڻ وارو هجي، ڪير محبوب کي پنهنجو سمجهي تہ ڏسي خالي جهولي ڦهلائي تہ ڏسي تہ ڪيئن ٿا رحم ڪرم ۽ فضل جي محبت جا اڻ ميا ڏاج ملن...

شاعر مشرق علامہ اقبال رحمتہ الله عليہ فرمايو:

ڪي محمد سي وفا توني تو هم تيري هين
يي جهان چيز هي ڪيا لوح وقلم يي تيري هين.

حضور ﷺ جن جي فرمانبرداري ئي دنيا ۾ زندگي گذارڻ جو نالو آهي.
آقا عليہ السلام جن جي عزت و احترام ئي دنيا ۾ مقصود آهي، اهو ئي سبب آهي جو رب تعاليٰ پنهنجي محبوب ﷺ جن جي فرمانبرداري، عزت، احترام جو بار بار حڪم فرمايو آهي، اهي ارشادات رباني صحابہ ڪرام جي نظرن ۾ سمايل هئا، جنهن ڪري اهي هر وقت پنهجي آقا ﷺ کي راضي ڪرڻ لاءِ دنيا جو هر ادب وارو طريقو اپنائيندا هئا.

جڏهن صلح حديبہ جو موقعو هو، ان وقت حضرت عروه بن مسعود رضي الله عنہ جيڪو ان وقت تائين مسلمان نہ ٿيو هو ان پنهنجي قبيلي وارن

ڪي هن طرح ٻڌايو هو. حضور ﷺ جن جي صحابہ جي باري ۾ هنن لفظن ۾گواهي ڏني تہ:

"اي انسانو، خدا جي ذات جو قسم، جنهن جي قبضي قدرت ۾ منهنجي جان آهي، مون بادشاهن جون درٻارون بہ ڏٺيون آهن، دنيا جي طاقتور حڪمرانن قيصر وڪسريٰ ۽ نجاشي جهڙن بادشاهن جي درٻارن تي بہ ويو آهيان، پر خدا جي ذات جو قسم، جيتري تعظيم منڙي محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي، ان جا ديوانا، شيدائي اصحاب سڳورا ڪن ٿا، اهڙي تعظيم جو ڪنهن بادشاهہ لاءِ تصور بہ نہ ٿو ڪري سگهجي، خدا جي ذات جو قسم، جڏهن حضور اڪرم ﷺ جن وضو ڪن ٿا تہ اهو پاڻي جيڪو پاڻ استعمال ڪيائون ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ صحابہ ڊوڙن ٿا ۽ اهو پاڻي منهن ۽ جسم کي مَلين ٿا، اگر ڪنهن کي اهو پاڻي نہ ٿو ملي تہ ٻين صحابہ ڪرام جي هٿن سان هٿ ملائي اهوهٿ منهن کي لڳائين ٿا، جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن ڳالهائين ٿا تہ صحابہ ڪرام خاموش ٿي وڃن ٿا، اهڙي ادب سان ويهن ٿا جو اگر انهن جي مٿن تي پکي بہ ويهي وڃن تہ بہ انهن کي خبر نہ پوندي، ايتري قدر تعظيم ڪن ٿا جو سندن جي طرف اک کڻي بہ نہ ٿا ڏسن. (بخاري شريف ڪتاب الشروط)

حضرت ابن عباس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هڪ دفعي مڪي جا ڪافر بتن کي ٺاهي سينگاري انهن جي عبادت ڪري رهيا هئا تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن انهن وٽ آيا ۽ فرمايائون تہ توهان دين ابراهيم عليہ السلام کي ڇڏي ڏنو آهي ۽ هاڻي بتن جي عبادت شروع ڪري ڏني اٿو، اهو ٻڌي ڪافرن چيو تہ انهن جي ذريعي الله تعاليٰ جي محبت حاصل ٿيندي، انهي وقت الله تعاليٰ مذڪوره آيت نازل فرمائي هئي تہ اگر الله تعاليٰ جي محبت چاهيو ٿا تہ رسول الله ﷺ جن جي اطاعت ڪريو، انهيءَ محبوب جي سهڻي سيرت ۽ ڪردار کي اپنايو، تہ پوءِ الله تعاليٰ توهان سان محبت ڪندو، انهي کانسواءِ باقي سڀ طريقا قابل قبول ناهن.(تفسير احسن البيان)

ڪيڏو نہ عجيب طريقو هوصحابہ جي ادب جو، جنهن جي سيرت ۽ ڪردار ۽ محبت رسول ﷺ ڏسي ايمان تازو ٿي وڃي ٿو.

حضرت عمرو بن العاص رضي الله عنہ فرمايو آهي تہ مون کي پوري ڪائنات ۾ ڪوئي زياده محبوب نہ هو حضور ﷺ جن کان، پوري ڪائنات ۾ ڪوبہ زياده عزت وارو نہ هو، پر پوءِ بہ مون ڪڏهن بہ سندن کي عزت جي ڪري جي ڀري نہ ڏٺو هو، ڇوتہ منهنجي نظر ۾ ايتري قوت ئي نہ هئي جو محبوب نبي ڪريم ﷺ جن جي جمال کي ڏسي سگهان، اگر مون کان ڪو سندن جي جمال بابت پڇي تہ مان نہ ٻڌائي سگهندس. هي ڪهڙي تعظيم هئي جو اکيون کڻي ڏسڻ ۾ بہ صحابہ ڪرام کي ڏکيائي محسوس ٿي رهي هئي هي ادب جو اعليٰ مقام هو، انهي ادب جي لاءِ تہ آقا ﷺ اصحاب سڳورا اهڙي طرح ڳالهائيندا هئا جو دنيا وارن کي خبر پئي تہ هي عام جڳهہ ناهي هي عام دربار ناهي، هي محبوب رب ڪائنات جي دربار آهي، انهيءَ دربار ۾ اچڻ لاءِ ملائڪ بہ اجازت وٺندا آهن انهن دربار جو شان نرالو آهي، انهي محبوب ڪريم ﷺ جن جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿيڻ ڪا مذاق ناهي، هي محبت جو مقام آهي، جتي عقل ڪم نہ ڪندو آهي هتي عشق وارن جي ضرورت هوندي آهي.

حضور ﷺ جن جي ادب ۾ صحابہ ڪرام اهڙي طرح ويهندا هئا جو ڄڻ تہ سندن جي مٿي تي پکي ويٺا آهن جڏهن صحابہ ڪرام عرض ڪندا هئا تہ

**"فداک ابي وامي"**

"منهنجا ماءُ، پيءُ توهان تان قربان ٿين"جا پيارا الفاظ استعمال ڪندا هئا. صحابہ ڪرام کي هي ادب ۽ تعظيم جو مقام خود رب ڪريم ظاهر ڪري ٻڌايو، الله تعاليٰ جي ذات بابرڪات پنهنجي لڄپال محبوب ﷺ جي هر هڪ ادا جو قرآن پاڪ ۾ ذڪر فرمايو آهي: محبوب جي بارگاهہ ۾ اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ وغيره جو بہ ذڪر فرمايو آهي، سورت حجرات انهيءَ ادب جو عظيم الشان مثال آهي، هن سورت شريف کان سواءِ ٻين سورتن ۾ بہ محبوب ڪريم ﷺ جن جي شان کي بيان فرمايو ويو آهي، پر هتي مختصر آيات ڪريمہ مان محبوب ڪريم ﷺ جو ادب ۽ تعظيم جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو.

**"يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيِ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ط اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ"**

**(پ26 سورة حجرات)**

"اي ايمان وارو، نہ اڳرائي ڪريو الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي اڳيان ۽ الله کان ڊڄو، بيشڪ الله ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي."

مذڪوره آيت جو شان نزول هيءُ آهي تہ عيد الاضحيٰ جي موقعي تي ڪجهہ شخصن حضور ﷺ جن جي قربان ڪرڻ کان پهريان قرباني ڪئي، انهيءَ ڪري هيءَ آيت نازل ٿي، انهيءَ مان مراد آهي تہ منهنجي محبوب ڪريم ﷺ جن ايمان آڻڻ کان بعد ۾ انهن جي غلاميءَ ۾ اچڻ کان بعد ۾ ڪنهن بہ شخص کي اهو لائق ناهي تہ اهڙو ڪم ڪري جيڪو محبوب کي نا پسند هجي، يا ڪو بہ اهڙو ڪم ڪري جيڪو آقا ﷺ جي ڪم جي مخالف هجي، اگر ڪنهن ائين ڀُل وغيره ۾ ڪيو تہ انهن کي سختيءَ سان روڪيو ويو تہ اها بہ محبوب ﷺ جي شان جي خلاف آهي، انهيءَ ڪري دنيا ۾ ڪنهن کي بہ محبوب جو سڏائڻ کان بعد ۾ ڪنهن اهڙي ڪم ڪرڻ جي اجازت ناهي، جنهن کي محبوب سٺو نہ سمجهي، جو تہ جنهن کي محبوب ناپسند ڪيو تہ ان کي الله تعاليٰ بہ ناپسند ڪندو. اگر ڪنهن محبوب ﷺ جن جي بارگاهہ ۾ وڏي آواز سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ انهيءَ کي بہ سختيءَ سان روڪيو ويندو هو، ڇوتہ اهو بہ محبوب ﷺ جن جي ادب جي خلاف آهي.

**"يَاأَيُّهَا الَّذِيْنَ آمَنُوْا لَا تَرْفَعُوْا أَصْوَاتُكُمْ فَوْقَ صَوْتِ النَّبِيِّ وَلَا تَجْهَرُوْا لَهٗ بِالْقَوْلِ كَجَهْرِ بَعْضِكُمْ لِبَعْضٍ أَنْ تَحْبَطَ أَعْمَالُكُمْ وَأَنْتُمْ لَا تَشْعُرُوْنَ"(سورة حجرات پ 26)**

"اي ايمان وارو، پنهنجا آواز محبوب ڪريم ﷺ جن جي آوازن کان مٿي نہ ڪريو، انهيءَ محبوب ﷺ سان وڏي آواز سان نہ ڳالهايو، جيئن پاڻ ۾ ڳالهائيندا آهيو (اگر ائين ڪيوَ) تہ توهان جا عمل ڇَٽ ٿي ويندا ۽ توهان کي خبر بہ نہ پوندي.

ابو محمد مکي رح فرمايو آهي تہ:

**اي لاتسابقوه بالكرم ولا تضعوه بالخطاب ولا تنابوه باسمہ نداء بعضكم لبعض ولٰكن عظموه ووقروه ونابوه باشرف ما يحب ان ينادي بہ رسول الله يا نبي الله.**

يعني ڪلام ڪرڻ وقت حضور ﷺ جن کان اڳرائي نہ ڪريو، جڏهن محبوب ﷺ جن سان ڳالهايو تہ سختيءَ سان نہ ڳالهايو ۽ سندن جوصرف نالو وٺي نہ

سڏيو، جيئن پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي سڏيندا آهيو، پر اهڙي تعظيم ۽ ادب واري طريقي سان سڏيو جيئن پاڻ هڪ ٻئي کي سڏيندا آهيو، جنهن کي پاڻ پسند فرمائين ٿا يارسول الله، ياحبيب الله، يا نبي الله.

مذڪوره آيت ۾ محبوب ڪريم ﷺ جن جي سامهون ڳالهائڻ جو طريقو سيکاريو ويو آهي ته آهستي ڳالهائيندا ڪريو، مٺڙي آواز ۽ نرميءَ سان ڳالهائيندا ڪريو، تڪڙ نه ڪندا ڪريو جيئن پاڻ ۾ ڳالهائيندا آهيو، ايئن نه ڳالهائيندا ڪريو، اهڙا سڏڙا ڪريو جيئن پاڻ راضي ٿين.

اگر اهڙي طرح عمل نه ڪيوَ جيئن مون رب ڪريم توهان کي ٻڌايو آهي ته پوءِ هڪ دردناڪ خبر ٻڌي ڇڏيو، توهان جي پوري زندگي جا عمل ڇٽ ٿي ويندا ۽ توهان کي خبر به نه پوندي، توهان جا حج، زڪوات، روزا، تلاوت، چڱايون ۽ سڀ سٺا عمل انهيءَ محبوب جي گستاخيءَ جي ڪري تباهه ۽ برباد ٿي ويندا، خبردار! سوچي سمجهي محبوب ﷺ جي دربار ۾ اچو، پهريان اصول سکو پوءِ ڪجهه عرض ڪيو، ورنه توهان جا عمل توهان کي ڪو نفعو نه پهچائيندا ڇو جو ساري ڪائنات انهيءَ جي ڪري پيدا ڪئي اٿم، اگر انهيءَ جو ادب نه ڪيو ته پوءِ منهنجا به نه سڏايو، اگر انهيءَ محبوب ﷺ سان محبت نه ڪيو پوءِ منهنجي محبت جي دعويٰ به ڪوڙي آهي، اگر انهيءَ محبوب ﷺ جا نه ٿا سڏايو ته پوءِ منهنجا به ناهيو، اگر انهيءَ محبوب ﷺ جي غلامي قبول نه ڪندو ته مون کي به قبول ناهيو، انهيءَ ڪري ته حضرت عثمان غني رضي الله عنه فرمايو هو ته ”جيستائين منهنجو محبوب ڪريم ﷺ طواف نه ڪندو تيستائين آئون به هرگز طواف نه ڪندس.“ ڇوته هن عاشق صادق کي قرآن ڪريم جي اصولن جي خبر هئي ته جتي محبوب راضي آهي اتي الله به راضي آهي، پر جنهن طواف ۾ محبوب نه هجي ته پوءِ اهو طواف مان ڪيئن ڪريان.

مذڪوره آيت جي نزول کان بعد ۾ محبوب ﷺ جو هڪ صحابي حضرت ثابت بن قيس رضي الله عنه جيڪي وڏي آواز سان ڳالهائيندا هئا. (ڇو ته پاڻ ڪجهه گهٽ ٻڌندا هئا،) انهيءَ مجبوريءَ جي ڪري وڏي آواز سان ڳالهائيندا هئا پر جڏهن انهيءَ آيت جي خبر معلوم ٿين ته بارگاهه نبوي ۾ اچڻ ئي ڇڏي

ڏنائون، انتهائي خوف والم ۾ روئندا رهندا هئا، پاڻ کي گهر ۾ بند رکيائون، ٻاهر نہ نڪرندا هئا تہ شايد هيءَ آيت منهنجي حق ۾ نازل ٿي آهي، جڏهن ڪجهہ ڏينهن هي محبوب ﷺ جو صحابي بارگاهہ نبوي ۾ نہ آيو تہ حضور ﷺ جن حضرت سعد رضي الله عنہ کان معلوم ڪيو، جيڪو حضرت ثابت بن قيس رضي الله عنہ جو پاڙيسري هو، اهو جڏهن واپس گهر آيو ۽ حضرت ثابت بن قيس کان معلوم ڪيو تہ "تون ڇو نہ ٿو اچين بارگاهہ نبوي ۾؟" عرض ڪيائين تہ "ڪهڙو ڪنڌ کڻي اچان؟ مان تہ وڏي آواز سان ڳالهائيندو آهيان، اها آيت شايد منهنجي باري ۾ نازل ٿي آهي، هاڻي تہ منهنجا ٻئي جهان ختم ٿي ويا، هيءَ زندگي ڪهڙي ڪم جي؟" اِهي درد ڀريون دانهون ڪرڻ لڳو، جيڪي اچي حضرت سعد رضي الله عنہ حضرت محمد ﷺ جن کي ٻڌايون.

اهو ٻڌي "**وَمَا اَرۡسَلۡنٰکَ اِلَّا رَحۡمَۃً لِّلۡعٰلَمِیۡنَ**" واري سهڻي محبوب ﷺ جن حضرت ثابت بن قيس رضي الله عنہ کي گهرائي محبت ۽ پيار سان سمجهايو تہ "تون ڏک نہ ڪر، تون تہ جنتي آهين ۽ تون شهيد ٿيندين."

اها خوشخبري ٻڌندي ئي حضرت ثابت بن قيس رضي الله عنہ جي دل، رڳ رڳ ٺري پئي، ڏاڍو خوش ٿيڻ لڳو پوءِ منهنجي ڪريم ﷺ جن جي زبان سچي ٿي پئي ۽ حضرت ثابت بن قيس جنگ يمامہ ۾ شهيد ٿي ويو.(الدر المنثور)

مذڪوره آيت جي نزول کان بعد ۾ صحابہ ڪرام آهستي ڳالهائيندا هئا. حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ ۽ ٻيا صحابہ ڪرام ايترو آهستي ڳالهائيندا هئا جو حضور ﷺ جن کي ٻيو دفعو ساڳي ڳالهہ لاءِ پُڇڻو پوندو هو، ايتري قدر صحابہ ڪرام ۾ تبديلي اچي وئي جو آواز بلڪل بہ آهستي ڪيندا هئا، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ تہ قسم کڻي ڇڏيو هو تہ "خدا جو قسم رسول اڪرم ﷺ جن سان هاڻي نہ ڳالهائيندس صرف ائين ڳالهائيندس جيئن ڪنَ ۾ ڳالهيون ڪبيون آهن." جڏهن صحابہ ڪرام انهيءَ روش کي اختيار ڪيو تہ الله تعاليٰ مقام ادب کي هن طرح بيان فرمايو:

"**اِنَّ الَّذِیۡنَ یَغُضُّوۡنَ اَصۡوَاتَهُمۡ عِنۡدَ رَسُوۡلِ اللّٰهِ اُولٰٓئِکَ الَّذِیۡنَ امۡتَحَنَ اللّٰهُ قُلُوۡبَهُمۡ لِلتَّقۡوٰی ط لَهُمۡ مَّغۡفِرَۃٌ وَّاَجۡرٌ عَظِیۡمٌ**." (پ 26 سورت حجرات)

"بيشڪ اهي شخص جيڪي پنهنجي آوازن کي حضور ﷺ جن وٽ هيٺ تا ڪن، هي اهي ئي آهن جن جون دليون الله تعاليٰ تقويٰ لاءِ آزمائي ڇڏيون آهن، انهن جي لاءِ بخشش ۽ وڏو اجر آهي."

هن آيت ۾ خوشخبري ٻڌائي وئي آهي ته جنهن شخص عزت ۽ توقير جي ڪري پنهنجي اندر اخلاق حسنه پيدا ڪيا، دربار نبوي ﷺ ۾ ڳالهائڻ جا اصول سکي مڪمل ڪيا، انهيءَ لاءِ هڪ وڏو اجر آهي، جنهن ڪي الله تعاليٰ پاڻ ئي ڄاڻي ٿو، باقي صرف دنيا ۾ انهن جو اجر ئي ايڏو وڏو آهي جو اڄ 14 سو سال ٿيڻ باوجود صحابه ڪرام جي محبت هر شخص سچي عاشق جي دل ۾ اڪريل آهي تا قيامت صحابه جي عظمت ۽ شان بلند وبالا تر هوندو.

## واقعو

هڪ دفعي حضرت امام مالڪ رضي الله عنه جن مسجد نبوي ۾ درس ڏئي رهيا هئا ته ان وقت بادشاهه ابو جعفر منصور به اتي آيو، ڪجهه وقت بعد حضرت امام مالڪ سان بحث ڪرڻ لڳو، حضرت امام مالڪ جيڪو محبوب ﷺ جن جي مسجد نبويءَ ۾ درس حديث ڏيندو هو، ان ابو جعفر کي فرمايو ته "اي مسلمانن جا امير، هن مسجد نبوي ۾ ادب سان ڳالهاءِ، ڇو جو رب ڪريم هن جاءِ تي صحابه ڪرام کي به ادب جو حڪم فرمايو آهي، اگر ادب سان نه ڳالهائيندين ته تنهنجا عمل ختم ٿي ويندا، توکي خبر نه پوندي، هي آيت تا قيامت محبوب ڪريم ﷺجن جي بارگاهه نبوي جا ادب سيکاريندي رهندي، انهيءَ ڪري وڏي آواز سان نه ڳالهاءِ." وقت جي بادشاهه کي ڳالهه نه وڻي، چوڻ لڳو ته "اي مالڪ، ڪعبته الله جي طرف مُنهن ڪري دعا گُهران يا، رسول الله ﷺ جي روضي مبارڪ جي طرف."

حضرت امام مالڪ جواب ۾ فرمايو:

**فقال ولم يصرف وجهک عنه وهو وسيلتک ووسيلته ابيک آدم يوم القيامت بل استقبله واستشفع به فيشفک الله عز وجل.**

حضرت امام مالڪ فرمايو ته "حضور ﷺ جن کان مُنهن نه ڦيراءِ، اهو ئي ته تنهنجو ۽ تنهنجي بابي حضرت آدم عليه السلام جو وسيلو آهي، قيامت ۾ به،

انهيءَ ڪري محبوب جن جي روضي مبارڪ جي طرف منهن ڪر ۽ شفاعت جي درخواست ڪر ته الله تعاليٰ قبول فرمائيندو."

حضرت امام مالڪ رضي الله عنه جو جواب عشق مصطفيٰ ﷺ سان سرشار آهي، هي جواب اڄ جو ناهي پر اڄ کان ساڍا تيرنهن سئو سال پهريان مسجد نبوي ۾ هڪ تابعي مرد مجاهد، هڪ ڪامل ولي هڪ محدث، هڪ عاشق رسول ﷺ جو آهي، جنهن ظالم جي هر ظلم کي برداشت ڪيو، پر ادب ۽ عشق جي مقام کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو، ايڏو تصور يار ۾ غرق جو مديني پاڪ جي گهٽين ۾ گهمندو هو ته پير اگهاڙا ڪري گهمندو هو ۽ فرمائيندو هو ته جنهن گهٽين ۾ منهنجو محبوب هوندو انهن گهٽين ۾ جُتيون پائي هلڻ منهنجي دل جي ڳالهه ناهي، منهنجي عشق جي اجازت ناهي، اهڙي پاڪ شهر ۾ گهوڙي تي چڙهي گهمڻ اصطلاح عشق ۾ بي ادبي آهي، هي حضرت امام مالڪ رح هو جنهن وقت جي بادشاهه کي نصيحت ڪندي فرمايو ته رسول الله ﷺ کي پٺي نه ڏئي.

حضرت امام مالڪ رح جو عقيدو ڪيڏو نه پيارو هو، عشق سان معمور هو، جوته امام مالڪ کي محبوب ﷺ جن سان ادب ۽ تعظيم جو مقام معلوم ٿي چڪو هو.

حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪ دفعي عرب جا ڪجهه ماڻهو هڪ جاءِ تي گڏ ٿيا ۽ پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته حضور ڪريم ﷺ جن ڏانهن گڏجي هلون، اگر اهو شخص نبي هوندو ته اسان وڏا ڀاڳ وارا هونداسيون اگر بادشاهه هوندو ته به ان وٽ سٺي زندگي گذاريندا سين، حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه فرمايو ته مون انهن ماڻهن جي اها گفتگو ٻڌي اچي حضور اڪرم ﷺ جن کي سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي، ڪجهه دير ڪانپوءِ حضور ﷺ جن جي پاڪ دروازي کان ٻاهر بيهي يامحمد، يامحمد ﷺ سان سڏ ڪرڻ لڳا، انهن کان بعد الله تعاليٰ قرآن پاڪ جي هيءَ آيت نازل فرمائي هئي:

"اِنَّ الَّذِيۡنَ يُنَادُوۡنَكَ مِنۡ وَّرَآءِ الۡحُجُرٰتِ اَكۡثَرُهُمۡ لَا يَعۡقِلُوۡنَ ۝ وَلَوۡ اَنَّهُمۡ صَبَرُوۡا حَتّٰى تَخۡرُجَ اِلَيۡهِمۡ لَـكَانَ خَيۡرًا لَّهُمۡ‌ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ" پ 26 سورت حجرات)

”بي شڪ اهي شخص جيڪي تو حضور ﷺ جن کي اچي دروازي جي ٻاهران سڏ ڪن ٿا انهن مان اڪثر بي عقل آهن اگر اهي ماڻهو صبر ڪن ها ۽ توهان پاڻ انهن ڏانهن اچو ها ته اهو انهن سين لاءِ ڀلو هو ۽ الله تعاليٰ بخشيندڙ آهي.“

جڏهن هيءَ آيت مبارڪ نازل ٿي ته حضور ﷺ جن حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه کي ڪن کان وٺي پيار مان فرمايو ته ”اي زيد، الله تعاليٰ تنهنجي ڳالهه جي تصديق ڪئي آهي.

حضرت مجاهد رحمته الله عليه فرمايو ته هيءَ آيت بني تميم قبيلي جي وفد جي باري ۾ نازل ٿي، جن اچي منجهند جو حضور ﷺ جن کي حجري پاڪ جي ٻاهران اچي سڏ ڪيا، ان وقت پاڻ ڪريم ﷺ جن آرامي هئا، حضور ﷺ جن کان انهن جي باري ۾ پڇيو ويو ته اهي ڪير هئا ته پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته ”اهي بنو تيمم قبيلي جا تڪليف ڏيندڙ ماڻهو هئا اگر ايئن نه هجي ها ته جو اهي شخص دجال ڪاڻي سان ايندڙ وقت ۾ جنگ ڪندا ته اڄ مان انهن لاءِ الله تعاليٰ کان هلاڪ ٿيڻ جي دعا گهران ها.“ (تفسير احسن البيان ج8 ص 306)

مذڪوره آيات مان ادب جو مقام معلوم ٿئي ٿو ته اگر توهان حضور ﷺ جن سان ملڻ چاهيو ٿا ته ايئن سڏ نه ڪندا ڪريو، جيئن عام ماڻهن کي جنهن وقت مرضي پئي ته سڏ ڪندا آهيو پر جڏهن محبوب سان ملڻ اچو ته حضور ڪريم ﷺ جن جي دروازي ٻاهران ويهي انتظار ڪندا ڪريو، اهو ويهڻ عام ناهي، پر انهيءَ ويهڻ انتظار ڪرڻ ۾ توهان لاءِ ڀلائي آهي، انهيءَ انتظار جي ڪري الله تعاليٰ توهان جا گناهه بخشي ڇڏيندو، الله تعاليٰ فرمايو توهان کي حضور ﷺ جن جي دربار جا اصول مان پاڻ ٻڌائي رهيو آهيان، ڇو ته هي ڪو عام شخص ناهي، هي ڪو دنيا جي ليڊر يا بادشاهه وانگر ڪونهي پر هي پوري ڪائنات جو محبوب آهي، هي ته مون الله تعاليٰ جو محبوب آهي، ان جي شان کي سڃاڻو، توهان اگر انتظار ۾ ڏينهن رات گذاري ڇڏيو ته به اهو توهان لاءِ ڀلو آهي پر منهنجي محبوب کي تڪليف نه ڏيندا ڪريو، سهڻي جي صدقي ته توهان کي اٿڻ ويهڻ هلڻ گهمڻ ڦرڻ جي طاقت ڏني اٿم اگر هي دلبر پيدا نه ڪيان ها ته پوءِ توهان جي ڪهڙي ضرورت هئي هي سڀ آقا ﷺ جن جو صدقو آهي.

"لَوۡ لَاکَ لَمَا خَلَقۡتُ الۡاَفۡلَاکَ"

"محبوب اگر توهان نہ هجو ها تہ هي دنيا بہ نہ هجي ها."

حضرت ابو سعيد بن معليٰ رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ هڪ دفعي نماز پڙهي رهيو هئس تہ اچانڪ حضور ﷺ جن سڏ ڪرڻ فرمايو جيئن تہ مان نماز ۾ هئس ان ڪري جواب نہ ڏنم، پر تڪڙ ۾ نماز پوري ڪري پاڻ ڪريم ﷺ جن بارگاهہ اقدس ۾ حاضر ٿيس ۽ عرض ڪيم تہ " آئون نماز پڙهي رهيو هئس ان ڪري جواب نہ ڏنم،" پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "ڇا تو هيءَ آيت قرآن پاڪ جي نہ ٻڌي آهي؟"

"يٰاَيُّهَا الَّذِيۡنَ آمَنُوا اسۡتَجِيۡبُوۡ لِلّٰهِ وَلِلرَّسُوۡلِ اِذَا دَعَاكُمۡ لِمَا يُحۡيِيۡكُمۡ" (سوره انفال پ 9)

"اي ايمان وارو، جڏهن توهان کي الله ۽ نبي ڪريم ﷺ جن سڏ ڪن تہ هليا اچو، انهي ڪري سڏين ٿا تہ جيئن توهان کي زندگي بخشين."

حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن پنهنجي صحابي ابي ابن ڪعب رضي الله تعاليٰ عنہ کان گذريا تہ ان وقت حضرت ابن ڪعب نماز پڙهي رهيو هو، حضور جن ﷺ حضرت ابن ڪعب کي سڏ ڪيو، انهيءَ تڪڙ ۾ نماز پوري ڪئي ۽ خدمت ۾ آيو، حضور ﷺ جن پڇا ڪئي تہ "دير ڇو ڪيئي؟" عرض ڪيائين "نماز ۾ هئس،" حضور ﷺ جن فرمايو تہ "توهان هيءَ آيت نہ ٻڌي آهي تہ جڏهن الله ۽ ان جو رسول ﷺ توهان کي سڏ ڪري تہ هليا اچو." حضرت ابي ابن ڪعب رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ "يارسول الله ،هاڻي ڪهڙي بہ ڪم ۾ هوندم تہ هليو ايندس، توڙي نماز ۾ هجان."

(ترمذي شريف احسن البيان ج 4)

مذڪوره آيت ۾ حڪم آهي تہ محبوب جو سڏ بہ الله جي سڏ مثل آهي، اگر توهان نماز ۾ آهيو تہ بہ نماز ٽوڙي توهان کي حضور ﷺ جن جو سڏ قبول ڪرڻو آهي. پاڻ ﷺ جيڪو جيڪو حڪم فرمائين تہ اهو پورو ڪري وري رهيل نماز پوري ڪيو، تہ توهان جي نماز ٿي ويندي، هي شان مصطفيٰ ﷺ جو مقام آهي، الله تعاليٰ جي ذات پنهنجي محبوب جي پيروي جو حڪم پاڻ ڪري

رهيو آهي، درحقيقت نماز بہ منهنجي محبوب جو سڏ آهي، جڏهن انهيءَ سڏ تي لبيڪ چئي حاضر ٿيو ٿا تہ اگر ان نماز ۾ بيو سڏ اچي تہ وري بہ حاضر ٿيڻو آهي، هيءُ ڪهڙو مرتبو آهي، ڪهڙو شان آهي، اهو ڄاڻي تہ رب تعاليٰ ۽ بيو منڙو مصطفيٰ ڄاڻي.

**لايمكن الثناء كما كان حقہ**

**بعد از خدا بزرگ تهي قصہ مختصر**

# ملائڪن جو سردار

حضرت جبرائيل عليہ السلام جي ملاقات حضور ﷺ جن سان ٿيندي رهندي هئي، هڪ دفعي ملائڪن جي سردار عرض ڪيو تہ "اي محبوب، مون پوري ڪائنات ڏٺي آهي، ملڪ، فلڪ، عرش، بہ ڏٺا اٿم، زمين، آسمان بہ ڏٺا اٿم، وڏا محبوب بہ ڏٺا اٿم ۽ ملائڪن جو سردار آهيان، پر منهنجا محبوب لاءِ سوچيندو آهيان تہ اهو پوري ڪائنات ۾ ڪنهن جي مثل ناهي، اهي وصفون ڪنهن ٻئي ۾ ناهن، اهو حسن ڪنهن ٻئي ۾ ناهي، اها سيرت ڪنهن ٻئي ۾ ناهي، اهو عشق ٻئي ڪنهن ۾ ناهي، صرف ئي صرف محبوب جي ذات آهي توهان جي هڪڙي، ٻي هستي رب ڪريم پيدا ڪئي ئي ناهي، جنهن ۾ اهي وصفون هجن.!"

حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنہ جن فرمايو تہ:

**مارءيت شيئا احسن من رسول الله ﷺ كان الشمس تجري في وجهہ.**

**(مشكواة شريف ص 517)**

"مون پوري زندگي رسول الله ﷺ جن کان زياده حسين ڪوبہ ناهي ڏٺو، ايڏا حسين هئا ڄڻ سج سندن جي پيشانيءَ ۾ گهمندو رهندو هو،"

هي ڪهڙو حسن هو، هيءُ ڪهڙو محبوب هو، جنهن لاءِ فرمايو ويو آهي تہ:

**لم ارقبلہ ولا بعده مثلہ.**

"اهڙو حسين نہ مون پهريان ڏٺو نہ بعد ۾."

عاشقان رسول ﷺ جي ايمان جي تازي ڪرڻ لاءِ حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنہ جو هي شعر ڪافي آهي:

واحسن منک لم تر قط عيني
واجمل منک لم تلد النساءُ

خُلقت مبراءً من کل عيب
کانک قد خُلقت کما تشاءُ

”اي منهنجا محبوب تو کان وڌيڪ حسين منهنجي اک ڏٺو ئي ناهي، اي محبوب توکان زياده حسين وجميل ڪنهن ماءُ ڄڻيو ئي ناهي، اي منهنجا محبوب توهان هر عيب کان پاڪ آهيو، توهان کي تہ الله تعاليٰ ايئن پيدا فرمايو آهي جيئن توهان چاهيو آهي.“

هي الفاظ ڪنهن عام انسان جا نہ پر عاشقن جي سردار حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنہ جا آهن، جڏهن صحابہ ڪرام جي نظر ۾ دنيا جي تختي تي اهڙو ٻچو پيدا ئي ناهي ٿيو پوءِ وري ڪير ڏسي ڪيئن سگهندو، اها حقيقت آهي تہ عشق ڪڏهن بہ عقل جو محتاج ناهي ٿيندو، صحابہ ڪرام پنهنجو ايمان ڪليل الفاظن ۾ ظاهر ڪري ٻڌائي ويا آهن تہ اي دنيا وارو اسان جو عقيدو هيءُ آهي توهان جو ڇا خيال آهي تہ محبوب جي مثل ڪير ٿي سگهندو؟ حضرت جابر بن سمرت رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ آئون هڪ دفعي رات جي ٽائيم تي حضور ﷺ جن جي سامهون ويٺو هئس، آقا ﷺ جن کي ڳاڙهي لڪيرن وارو ڪرتو پهريل هو، پاڻ منهنجي بلڪل قريب هئا ۽ انهيءَ رات چنڊ بہ چمڪي رهيو هو ايئن لڳي رهيو هو ڄڻ اج چنڊ بہ پاڻ کي سينگاري سامهون آيو هجي، تمام خوبصورت لڳي رهيو هو، ان وقت آئون ڪڏهن محبوب ﷺ کي ڏسي رهيو هئس تہ ڪڏهن چنڊ کي ڏسي رهيو هئس، اج ڏسان تہ ڪير زياده حسين آهي، ايئن ڪيترائي دفعا ڏسندو رهيس ۽ فيصلو ڪري هئس تہ اج ڪير زياده

حسين آهي، پر آخر ۾ مون هيءُ فيصلو ڪيو جيڪو اڄ به چوڏنهن سال گذرڻ
جي باوجود حديث پاڪ جي ڪتابن جي ورقن تي لکيل آهي:
**فاذا هو احسن عندي من القمر.** (مشڪوات ص 517)
"منهنجو محبوب چنڊ ڪان زياده حسين آهي."
چنڊ محبوب ڪان حسن جي خيرات گهري رهيو آهي، تڏهن ته شاعرن جي سرتاج
سونهاري سنڌ جي گهوٽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه جن هيئن فرمايو ته:

**چنڊ چوانءِ سچ جي مٺيان مور م پائين**
**ڪڏهن اڀرين سنهڙو، ڪڏهن اڀرين ڳچ،**
**جيڪو منهن ۾ ٻرَئِي ٿو مچ، سو پڌر پريان جي پير ۾**

هي هڪ ڪامل ولي جو عقيدو آهي ته چنڊ ته منهنجي محبوب جي قدم جي
برابر به ناهي ڇو ته منهنجي محبوب جو حسن ته پوري ڪائنات ۾ ورهايل آهي،
هي ڪائنات محبوب جي حسن جو به ذرڙو آهي، جڏهن محبوب جي حسن جو
ذرو ڪائنات ته پوءِ مقابلو ڪٿان ٿيندو آهي، هي ته صرف رب ڪريم احسان
ڪيو جو ظاهري طور تي محبوب اسان توهان لاءِ انساني صورت ۾ آيا ورنه ته آقا
جي جهلڪ ڏسڻ لاءِ پوري ڪائنات ۾ ڪنهن ڪي طاقت ئي نه هجي ها، هي
احسان عظيم آهي جو هن ظاهري اکين سان صحابه ڪرام پنهنجي محبوب جو
ديدار ڪيو. اڄ ڏينهن تائين اوليا ڪرام ۽ عاشق رسول ﷺ پنهنجي محبوب
جو ديدار ڪندا رهن ٿا پاڻ اگر جلوو حقيقي ظاهر ڪن ته سڄي دنيا خاڪ تي
وڃي ها.
حضرت شيخ محدث دهلوي رحمته الله عليه فرمايو ته هڪ دفعي حضور ﷺ
جن جي ذات بابرڪات خواب ۾ ديدار ڪرايو، مون عرض ڪيو ته يارسول الله،
ڪهڙو راز آهي جو اوهان جي حسن تي ڪير به آڱريون نه ٿو ڪٽي، جڏهن
حضرت يوسف رضي الله تعاليٰ عنه جي حسن تي مصر جي عورتن پنهنجون
آڱريون ڪٽرائي ڇڏيون هيون پر اوهان ڪي ڏسي ڪنهن جي به اهڙي حالت نه ٿي
ٿئي ته پاڻ ﷺ فرمايائون ته:

**فقال النبي ﷺ جمالي مستور عن اعين الناس غيرت من الله تعاليٰ ولو ظهر لفعل الناس اكثر مما فعلو حين را يوسف** (الدر ثمين ص 5)
حضور ﷺ جن فرمايو تہ ”منهنجي حسن و جمال کي الله تعاليٰ غيرت جي ڪري ماڻهن جي نظرن کان ڇپائي رکيو آهي اگر منهنجو حسن ظاهر ٿي پئي تہ ماڻهن جي ڪيفيت مصر جي عورتن ۽ مردن کان بہ وڌيڪ ٿي ويندي.“

جڏهن منهنجي محبوب جي جمال کي الله تعاليٰ ڇپائي رکيو آهي تہ تڏهن بہ اهو عالم آهي جو1400 سال گذرڻ باوجود عاشق پنهنجا ٻار ٻچا مال ملڪيت، هر شيءِ قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن، تہ پوءِ اگر حسن وجمال ڏسن ها تہ ڪهڙو عالم هجي ها!
حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو آهي:
**ڪان رسول الله ﷺ ازهر اللون ڪان عرقہ اللئولئو**(مسلم ج 2 ص 257)
يعني ”رسول الله ﷺ جن جو رنگ تمام سفيد ۽ روشن هو، سندن جي چهري تي پسينو مبارڪ ايئن محسوس ٿيندو هو تہ ڄڻ تہ موتي چمڪي رهيا هجن.“

حضرت ام سليم رضي الله تعاليٰ عنها جيڪا حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ جي والده هئي، پاڻ نهايت خوش اخلاق خاتون هئي، حضور ﷺ جن ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي پياري صحابي انس رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر ۾ آرام ڪرڻ ايندا هئا، هڪ دفعي حضور ﷺ جن حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر ۾ چمڙي جي بستري تي آرام ڪري رهيا هئا، سندن جي جسم مبارڪ کان زياده پسينو وهي رهيو هو، اهو ڏسي حضرت ام سليم رضي الله تعاليٰ عنها انتهائي ادب سان سندن جيَ پسيني مبارڪ جي قطرن کي هڪ شيشي ۾ بند ڪري رهيون هيون، اهو ڏسي پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ ”اي ام سليم، انهيءَ پسيني کي ڇاڪندينءَ.“
**عرقڪ نجعلہ في طيبنا وهو من اطيب الطيب.** (مشڪواة 517)
عرض ڪيائين ”توهان جو پسينو مبارڪ آهي انهيءَ کي خوشبو ۾ ملائيندس، اها سيني عطرن کان وڌيڪ خوشبو واري ٿي ويندي.“
انهيءَ حقيقت کي ڏسي ڪنهن عاشق رسول هيءُ شعر چيو:

## عطر جنت مين پڻ ايسي خوشبو نهين
## جيسي خوشبو نبي کي پسيني ۾ هي

حضرت عتبہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي گھرواري حضرت ام عاصم رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿي تہ حضرت عتبہ رضي الله تعاليٰ عنہ کي 4 گھرواريون هيون سين، اسان تمام سٺي خوشبو هڻڻ جي ڪوشش ڪنديون هيون سين پر جيڪا خوشبو حضرت عتبہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي جسم مان ايندي هئي اهڙي خوشبو ڪنهن ۾ بہ نہ هوندي هئي، جڏهن پاڻ ماڻهن ۾ ويهندا هئا تہ سيني کي انهن مان راحت ايندي هئي، هڪ دفعي خوشبو جي متعقل سندن ڪان سوال ڪيو ويو تہ حضرت عتبہ رضي الله تعاليٰ عنہ جواب ڏنو تہ منهنجي بدن تي ننڍڙيون ڦوڙهيون نڪرنديون هيون، مون حضور ﷺ جن کي عرض ڪيو پاڻ پنهنجو لعاب مبارڪ منهنجي بدن تي لڳايائون، ان وقت ڪان اڄ تائين اها خوشبو آهي. هي ڪهڙي خوشبو هئي انهي جو جواب صرف عشق عشق آهي عقل م ناهي. انسان کي اکيون تہ ڏسڻ لاءِ عطا ڪيون ويون آهن، پر ڪڏهن هي اکيون بيوس ٿي وينديون آهن، هنن اکين ۾ ايتري قوت ناهي هوندي جو ڏسي سگهن، ڪڏهن ڏسڻ جي طاقت هوندي بہ نہ ڏسي سگهنديون آهن، هي تہ هڪ عام اصول آهي، پر جنهن خوشنصيب کي محبوب جي زيارت نصيب ٿي انهن خوش نصيب بہ انهيءَ حقيقت کي ظاهر ڪري ٻڌايو، تہ ڪڏهن محبوب ڪريم ﷺ جن کي ڏسندا هئا سين تہ اکڙين تي هٿ ڏئي ڇڏيندا هئاسين تہ متان اکيون ئي ختم ٿي وڃن جيئن حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو آهي.

**لما نظرت الي انواره وضعت كفي علي عيني خوفا من ذهاب بصري**

”جڏهن حضور ﷺ جن جي رخ انور جو ديدار ڪندو هيم تہ ان وقت اکين تي هٿ رکي ڇڏيندوهيم، تہ متان آقا جي تجلي جي ڪري اکيون ئي ختم ٿي وڃن.“ هي صحابي جو عقيدو آهي ٻئي ڪنهن جو ناهي، جڏهن صحابہ آقا ﷺ جي حسن کي انهيءَ طرح بيان ڪري رهيا آهن، جوپوري روءِ زمين تي اهڙو ڪو حسين ناهي ڏنو تہ پوءِ اهڙي حسين جو مقام بہ تہ اهڙو ئي بلند هوندو انهيءَ ڪري سنڌ ڌرتي جي عظيم صوفي شاعر ڀٽائي رحمتہ الله عليہ فرمايو تہ:

صورت ساھڻ ڇام جي ڏٺي جن هيڪار، سک ٿئي ستيون ڪينڪي ڀري ساڻ پتار،
گهٽيون گهٽڻئا ڏار ڪاهي پيون ڪنن ۾.

محبوب ﷺ جن جي حسن جي تجلي جي باري ۾ ملا علي قاري قصيده برده شريف جي هڪ شعر جي تشريح ڪندي هيئن فرمايو آهي:

**انہ اذا ذکر عليٰ ميت حقيقي صار حيا حاضرا واذا ذکر عليٰ ڪافر و غافل جعل مومنا وهو ذاڪرا لٰڪن الله تعاليٰ ستر جمال هٰذا الدر المڪنون و ڪمال هٰذا الجوهر المصون لحڪمة بالغة ونڪتة سابقة ولعلها ليڪون الايمان غيبيا والامور تڪليفيا لا لشهود عينيا والصيان بديهيا او لئلا يصير مزلفة لاقدام العوام ومزلة لنصتر الجمل بمعرفة الملڪ الڪلام. (الزبدة شرح قصيدة ص 60)**

”اگر الله تعاليٰ جي ذات مبارڪ حضور ﷺ جي اسم مبارڪ جا حقيقي راز ظاهر ٿين تہ انهيءَ جي برڪت سان مرده بہ زنده ٿي ويندا ڪافرن جون دليون بہ مومن ٿي ويندون ۽ ذاڪر بنجي ويندون، پر الله تعاليٰ جي ذات انهي محبوب ﷺ جي گوهر جمال کي پردي ۾ رکيو آهي، ڪنهن حڪمت جي ڪري تہ جيئن ايمان باالغيب آندو وڃي ۽ مشاهده حقيقي جي نفي آهي تہ متان بي سمجهہ ماڻهو معرفت الاهي جي مذاق ڪن ان ڪان غافل ٿي وڃن.“

هي آهي وقت جي محدثن، جو عقيدو حضور جن جي باري ۾ چند مذڪوره آيات مان حضور ﷺ جن جي اطاعت، تعظيم، ادب، محبت، حسن اخلاق، حڪمن کي ميڄڻ جي باري ۾ هر شيءِ ظاهر ڪري ٻڌائي انهي عظيم الشان محبوب جي پيروي ۾ صحابہ ڪرام هميشهہ جان جي بازي لڳائڻ لاءِ تيار هوندا هئا ۽ پنهنجي اولاد، والدين دوستن، احباب، رشتہ دارن ڪان بہ وڌيڪ سمجهندا هئا، انهيءَ ڪري تہ اها ئي توحيد جي منشا هئي اها ئي رب ڪريم جي حڪمت هئي، اهو ئي راز هو تہ هر حڪم منهنجي محبوب ﷺ جون اکين تي رکي چمي قبول ڪيو، انهيءَ ۾ ئي دنيا آخرت جي ڪاميابي آهي، اها ئي حقيقي زندگي آهي، انهي ڪري ئي صحابہ ڪرام پنهنجي محبوب ﷺ جي محبت ۾ محو هوندا هئا هر وقت محبوب جي جلوو جي سامهون رهڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، هر ادا محبوب جي پسند ڪندا هئا محبوب جي هر وصف کي پنهنجي

زندگيءَ جو عظيم سرمايو سمجهندا هئا. ڇو تہ صحابہ ڪرام محبوب ﷺ جي محبت جو مزو چکي ورتو هو، ان جي عشق ۾ پڇي ڏنو هو، آقا ﷺ جي هر حڪم کي مڃي انهيءَ تي عمل شروع ڪري ڇڏيو هو، آقا جن سان محبت جو پيچ پائي ڏنو هو.
انهيءَ حقيقت کي ڪنهن شاعر هن طرح بيان فرمايو آهي:

**بي حب مصطفيٰ تو عبادت حرام هي**
**زاهد تيري نماز کو تيرا سلام هي**

**تيري آرزو ۾ جينا تيري جستجو ۾ مرنا**
**يهي ميري زندگي هي يهي بندگي هي**

انهيءَ محبوب ڪريم ﷺ جن جي محبت جو حڪم بار بارڪيو ويو آهي سندن جي تعظيم جو حڪم بار بار ڪيو ويو آهي، سندن جي ادب جو حڪم فرمايو ويو آهي. سندن جي بارگاهہ ۾ اچڻ جو طريقو مختلف طريقن سان بيان فرمايو ويو آهي، صرف انهيءَ ڪري تہ هي محبوب ڪريم ﷺ جن آهي.
الله تعاليٰ فرمايو تہ:
**"يَاأَيُّهَا الَّذِيْنَ آمَنُوْا إِذَا نَاجَيْتُمُ الرَّسُوْلَ فَقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيْ نَجْوٰكُمْ صَدَقَةً ط ذٰلِكَ خَيْرٌ لَّكُمْ وَأَطْهَرُ ط فَإِنْ لَّمْ تَجِدُوْا فَإِنَّ اللهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ."(پاره 28 سوره مجادلہ)**
"اي ايمان وارو، اگر توهان رسول اڪرم ﷺ جن سان اڪيلائيءَ ۾ ڳالهائڻ چاهيو ٿا تہ پهريان ڪجهہ صدقو ڪريو، اهو توهان لاءِ ڀلو آهي، اگر توهان ۾ اها طاقت ناهي تہ پوءِ الله تعاليٰ بخشڻ وارو مهربان آهي."
هن آيت ۾ آقا ﷺ جن سان ڪلام ڪرڻ کان پهريان صدق ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. دنيا ۾ اصول آهي تہ محب ڪڏهن بہ پنهنجي محبوب کي تڪليف ناهي پهچائيندو، ڪنهن بہ صورت ۾ ظاهر ظهور، لِڪ ڇپ، اشاري ۾ بلڪ ڪنهن بہ صورت ۾ محبوب کي تڪليف ڏيڻ اصول عشق ۾ بي ادبي آهي، انهيءَ اصول کي ڏسون ٿا تہ پوءِ هي سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ اسان جو محبوب ﷺ تہ ڪروڙين، اربين دفعا وڌيڪ انهيءَ جي لائق آهي تہ سندن جي شان ۾ ڪابہ

گستاخي نہ ٿئي، انهيءَ ڪري تہ الله تعاليٰ پنهنجي ڪائنات ڪي هر شيءِ جي وضاحت ڪري ٻڌائي تہ خبردار! ڪنهن بہ صورت ۾ ذري برابر بہ محبوب ﷺ جن جي بي ادبي نہ ڪجو، اگر انهيءَ بي ادبي ۾ ملوث ٿي ويوَ تہ پوءِ توهان تي ٻنهي جهانن ۾ لعنت جو وسڪارو هوندو.

**"اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَاَعَدَّلَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا."(پاره 22 سوره احزاب)**

"بيشڪ اهي شخص جيڪي الله ۽ ان جي محبوب ﷺ جن ڪي تڪليف ڏين ٿا تہ انهن تي الله تعاليٰ لعنت ڪري ٿو ۽ دنيا آخرت ۾ انهن لاءِ دردناڪ عذاب تيار آهي."

الله تعاليٰ بي ادبي کان بچائي، سچو عاشق رسول ﷺ بنائي، صحابہ ڪرام جن جي طريقي تي هلائي، اهو عشق و سوز دلين ۾ پيدا فرمائي، آقا ﷺ جو فرمان ڪي لبيڪ چئي فضا ڪي چيريندي آقا ﷺ جي حڪم تي هر وقت پهچڻ وڃون، ڇوتہ انهي محبوب ﷺ لاءِ هيءَ ڪائنات پيدا فرمائي وئي آهي. عشق رسول ﷺ جو مقام ئي اعليٰ اتم آهي، دنيا ۾ تہ هر ڪو دعويٰ ڪندو آهي، منهنجي فلاڻي سان محبت آهي، پر محبوب جو شان جنهن طرح قرآن پاڪ ۾ بيان ٿيل آهي، انهيءَ کي سمجهڻ لاءِ اها دل هجي، جنهن ۾ سوز صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنہ هجي، اها دل جنهن ۾ عشق عمر رضي الله تعاليٰ عنہ هجي، اها سوچ هجي جنهن ۾ ادب عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ هجي، اهو علم هجي جنهن ۾ حيدر ڪرار رضي الله تعاليٰ عنہ جهڙو عقل موجود هجي، صحابہ ڪرام جي رڳ رڳ ۾، وار وار ۾ عشق مصطفيٰ ﷺ دل دماغ ۾ ، تضور خيالات ۾ آقا ﷺ جي محبت سمايل آهي، انهيءَ محبت کي حاصل ڪرڻ لاءِ صحابہ ڪرام پنهنجي جان مال، اولاد عمر وقف ڪري ڇڏي هئي، هي صرف صحابہ ڪرام جي محبت نہ هئي، پر آقا عليہ السلام بہ پنهنجي امت سان اهڙو پيار ڪندا هئا، اهڙي محبت ڪندا هئا، جنهن جو مثال ڪائنات جي پيدا ٿيڻ کان وٺي قيامت تائين نہ ملي سگهندو، منهنجي محبوب جي پيار ۽ شفقت، محبت جو ذڪر قرآن پاڪ ۾ موجود آهي.

”لَقَدۡجَآءَ كُمۡ رَسُوۡلٌ مِّنۡ اَنۡفُسِكُمۡ عَزِيۡزٌعَلَيۡهِ مَاعَنِتُّمۡ حَرِيۡصٌ عَلَيۡكُمۡ بِالۡمُؤۡمِنِيۡنَ رَئُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ.“ (سورة توبہ پ 11)

”تحقيق توهان وٽ اهڙو پاڪ رسول ڪريم ﷺ آيو آهي جو توهان کي جيڪا بہ تڪليف پهچي ٿي اها محبوب ڪريم ﷺ کي تمام ڏکي لڳي ٿي، انهي ڪري جو پاڻ مومنين تي رحيم وڪريم آهن.“

مذڪوره آيت مان محبوب جي شفقت، پيار ۽ محبت ثابت آهي، يعني توهان کي جيڪا بہ تڪليف، ڏک ۽ پريشاني پهچي ٿي، انهيءَ ڪري منهنجي محبوب کي بہ ڏک پهچي ٿو، چوتہ هي محبوب تہ اوهان تي رئوف رحيم آهي، محبوب ڪريم ﷺ پوري ڪائنات لاءِ رحمت بنجي آيا جيئن الله تعاليٰ فرمايو تہ ”توهان ٻنهي جهانن لاءِ رحمت بنجي آيا آهيو.“

جڏهن بہ ڪنهن شخص کي تڪليف پهچندي هئي تہ ٻنهي جهانن جو سردار انهيءَ شخص وٽ پهچي ويندو هو. دوست تہ دوست پر دشمنن سان بہ محبوب ﷺ جن حسن اخلاق سان پيش ايندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جڏهن مڪي جي سرزمين تي اعلان نبوت فرمايو تہ مڪي جا ڪافر سندن جي جان جا دشمن بنجي ويا پر پاڻ ڪڏهن بہ انهن کي بددعا نہ ڏنائون، پاڻ ڪريم ﷺ جن جڏهن طائف جي ميدان ۾ آيا ۽ انهن جي ڳوٺ وارن پاڻ ڪريم ﷺ جن تي پٿر وسائڻ شروع ڪيا ۽ سندن کي زخمي ڪري وڌائون، ايستائين جو سندن جي جسم مان خون وهڻ شروع ٿي ويو، پاڻ واپس آيا ۽هڪ باغ ۾ تڪليف جي ڪري ويهي رهيا، اتي موجود شخص بہ ڪافر هو ان کي ترس اچي ويو، انهيءَ وقت پاڻ زخمن جا سور سهي رهيا هئا پر پاڻ ڪافرن کي بددعا نہ ڪندا هئا، ملائڪن عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ اگر توهان حڪم فرمايو تہ جبلن کي ملائي طائف وارن کي پهاڙن جي وچ ۾ غرق ڪريون، پر پاڻ فرمايائون تہ مان رحمت وارو نبي آهيان، مان زحمت ڏيڻ ناهيان آيو.

هي محبت جو اعليٰ مثال هو، پاڻ ﷺ جڏهن ڪافرن لاءِ بہ بددعا نہ ڪندا هئا، اهڙي مهرباني ڪندا هئا تہ پوءِ صحابہ ڪرام ۽ امت جو ڇا شان هوندو، هڪ دفعي پاڻ ڪريم ﷺ جن نماز پڙهي رهيا هئا تہ ڪافرن سندن جي پاڪ جسم

تي اُٺ جي اوجهري ڪٽي ڦٽي ڪئي، خاتون جنت اچان ننڍڙي هئي انهيءَ عرض ڪيو ته ”يارسول الله ﷺ توهان هنن ظالمن کي بد دعا ڇو نه ٿا ڏيو؟“ پاڻ دعا گهريائون ته ”يا الله! هنن کي هدايت ڏي، هي مون کي نه ٿا سڃاڻن.“ هي محبوب ته ڪافرن کي به نه رنجائيندو هو، جانورن کي به نه تڪليف ڏيندو هو، پکين کي به قيد نه ڪندو هو.

## ڪُراڙيءَ جي جفا ۽ آقا ﷺ جي وفا

هڪ دفعي پاڻ ڪريم ﷺ وڃي رهيا هئا ته رستي ۾ ڪنڊا ڏٺائون پر پاڻ ڪنهن کي به ڪجهه نه چيائون، آرام سان هليا ويا، پوءِ روزانو ان جاءِ تان گذرندا هئا ته ڪنڊا يا تڪليف واريون شيون رستي تي پيل هونديون هيون پاڻ انهن کي پري ڪري اتان گذري ويندا هئا. پاڻ ﷺ ڪڏهن به ڪنهن سان شڪايت نه ڪيائون، پاڻ ڪريم ﷺ جن هڪ دفعي انهيءَ رستي تان وڃي رهيا هئا ته انهي جاءِ تي ڪنڊا نه هئا پاڻ ﷺ پڇا ڪيائون ته اڄ ڪنڊا ناهن، سندن کي ٻڌايو ويو ته هي ڪنڊا هڪ ڪراڙي عورت اوهان کي تڪليف ڏيڻ لاءِ اڇلائي ڇڏيندي هئي، پر هاڻ اها بيمار آهي، انهيءَ ڪري رستي تي ڪنڊا ناهن، پاڻ صحابه کي فرمايائون ته ”انهيءَ عورت کان طبيعت پڇڻ هلون.“ پاڻ ﷺ جڏهن انهيءَ عورت وٽ آيا ۽ انهيءَ کان بيماريءَ جي متعلق پڇيائون ته انهيءَ عورت سندن کي ڏسي روئڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجي ڪيل غلطين تي افسوس ڪرڻ لڳي، ٻنهي جهانن جي سردار کان معافي وٺڻ لڳي ۽ ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي وئي.
اهو محبوب ﷺ جو حسن اخلاق هو، جو ڪافرن کي به پاڻ تڪليف نه پهچائيندا هئا، اگر ڪافر تڪليف پهچائيندا هئا ته پاڻ ﷺ وري به انهن جي تڪليفن تي صبر ڪندا هئا.

هڪ دفعي پاڻ ﷺ جن مڪي جي گهٽين مان گذري رهيا هئا ته ڏٺائون ته هڪ ڪراڙي عورت جيڪا ڪجهه سامان ٻڌيو ويٺي آهي، پاڻ ﷺ ان عورت وٽ آيا ۽ انهيءَ کان پڇيائون ته ”امان ڪاڏي وڃي رهين آهين؟“ ڪراڙي چوڻ

لڳي ته "ابا هن شهر ۾ جادوگر پيدا ٿيو آهي جيڪو پنهنجي ابن ڏاڏن جي دين کي ڇڏي هاڻي ڦري ويو آهي، انهيءَ ڪري ڊڄ آهي ته متان منهنجو به دين ڦيرائي ڇڏي. انهيءَ ڪري مڪو پاڪ ڇڏي وڃان ٿي،" پاڻ ﷺ فرمايائون ته توکي هي سامان اسين کڻائي ٿا هلون، پوءِ پاڻ ﷺ اها سامان واري ڳنڍ کنيائون ۽ ڪُراڙيءَ سان گڏ هلڻ لڳا، اها ڪُراڙي عورت سڄي واٽ ۾ حضور ﷺ جن جي خلاف گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳي، پر پاڻ ﷺ ڪجهه به نه چيائون، خاموش ٿي ٻڌندا رهيا، انهيءَ ڪُراڙي کي ٽيڪ به ڏئي رهيا هئا نيٺ اها ڪُراڙي منزل تي پهچي وئي ته چيائين "ابا ! توهان ته ڏاڍا سٺا آهيو، ڀلا ٻڌايو ته اوهان جو نالو ڇا آهي؟" پاڻ فرمايائون ته "محمد (ﷺ)." اهو ڏسي عورت ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي وئي ۽ چوڻ لڳي "يارسول الله ﷺ مون کي معاف ڪريو." پاڻ فرمايائون ته "توهان جي اسلام آڻڻ جي ڪري تمام خوشي ٿي آهي."

حضور ﷺ جن جي تعظيم، ادب، احترام، اخلاق، عبادات، وعادات، حسن، سيرت، وغيره کي ڪهڙي طرح بيان ڪجي، اهڙي زبان ئي ڪنهن وٽ ناهي جو ڪما حقه ان جو شان بيان ڪري سگهي، آقا ﷺ جي پوري زندگي جي ڪنهن به پهلو کي ڏسو توهان لکين اديب به گڏ ڪيو، پر آقا ﷺ جي ڪنهن به پهلو تي نه لکي سگهندا، خود ڪائنات جي مالڪ جنهن طرح آقا ﷺ جن سان محبت جو، خلق عظيم جو بيان فرمايو آهي، انهيءَ جون چند جهلڪيون هن طرح بيان ڪجن ٿيون:

1: "اِنَّکَ لَعَلٰی خُلُقٍ عَظِیۡمٍ." (پ 29، قلم)

"اي محبوب بيشڪ توهان جو خلق عظيم آهي."

حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها کان پڇيو ويو ته "حضور اڪرم ﷺ جن جو خلق ڪيئن هو؟" پاڻ ﷺ فرمايائون ته "پورو قرآن محبوب جو خلق آهي."

مفسرين قرآن لکن ٿا ته جيڪو خلق عظيم الله تعاليٰ پنهنجي محبوب کي عطا فرمايو اهڙو ٻيو ڪنهن کي به عطا نه فرمايو آهي.

2: "لَعَمۡرُکَ اِنَّهُمۡ لَفِیۡ سَکۡرَتِهِمۡ یَعۡمَهُوۡنَ." (پ 14 سورت الحجر 72)

"اي محبوب ﷺ تنهنجي حياتيءَ جو قسم بيشڪ اهي پنهنجي نشيءِ ۾ ڀٽڪندا رهن ٿا."
مفسرين ڪرام لکن ٿا تہ لعمر مان مراد آقا ﷺ جي حياتي مبارڪ آهي يا بقا مبارڪ آهي، يا زندگي مبارڪ آهي، هن آيت ۾ انتهائي پياري انداز سان الله تعاليٰ پنهنجي محبوب جو قسم ڪنيو آهي.
حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ:
**ماخلق الله تعاليٰ وما ذرا وما برا نفسا اڪرم عليہ من محمد ﷺ وما سمعت الله تعاليٰ اقسم بحيات احد غيره.** (**الشفا شريف ص** 45)
"الله تعالي ڪنهن بہ مخلوق کي پنهنجي بارگاهہ ۾ حضور ﷺ جن کان زياده عزت وارو نہ ڪيو، نہ وري مون ٻڌي آهي، الله تعاليٰ ڪنهن جو قسم ڪنيو هجي حضور ﷺ جن کان سواءِ."
3: "**يٰسِيّنَ O وَالْقُرْآنِ الْحَكِيْمِ**"
"يٰسين، حڪمت واري قرآن جو قسم."
حضرت ابو محمد رحمة الله عليہ مڪي کان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ "الله تعاليٰ جي بارگاهہ اقدس ۾ منهنجا 10 نالا آهن، انهن مان يٰسين، طٰہٰ ۽ منهنجو نالو آهي." (دلائل النبوتہ)
حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ يٰسين مان مراد يا سيد آهي.
زجاج ۽ ابن الحنيفہ فرمايو تہ:
يٰسين مان مراد يامحمد مراد آهي. (**الشفا شريف**)
4: "**لَآُقْسِمُ بِهٰذَاالْبَلَدِ O وَاَنْتَ حِلٌّ م بِهٰذَ الْبَلَدِ**" (**پ 30 سورت البلد**)
"مون کي انهيءَ شهر جو قسم، جو توهان انهيءَ شهر ۾ رهندڙ آهيو مان قسم کڻان ٿو."
يعني اي محبوب جنهن شهر ۾ اوهان رهو ٿا انهيءَ شهر جو بہ مان قسم کڻان ٿو، ڇو تہ منهنجا محبوب ﷺ، توهان پاڻ انهيءَ پاڪ شهر ۾ هلندڙ آهيو، رهندڙ آهيو ۽ گهمندڙ ڦرندڙ آهيو.

5: "وَوَالِدٍ وَّمَا وَلَدِ." ( پ 30 بلد)
"اي محبوب تنهنجي بابي حضرت ابراهيم جو قسم ۽ ان جي اولاد جو قسم، اهو توهان آهيو."
هن آيت مان بعض آدم عليہ السلام ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام مراد ورتو آهي.
6: "وَالنَّجْمُ اِذَا هَوىٰ." ( پ 27 النجم)
"چمڪندڙ ستاري محمد ﷺ جو قسم، جڏهن معراج کان لٿو."
هن آيت جي تفسير ۾ حضرت جعفر بن محمد رحمتہ الله عليہ فرمايو تہ والنجم مان مراد حضور ﷺ جن آهن، وڏيڪ فرمائين ٿا تہ النجم انوار الٰهي آهي يعني محمد ﷺ جن جي دل غير الله کان جدا ٿي وئي.
7: "وَالْفَجْرِO وَلَيَال عَشْر."( پ 30 فجر)
"فجر جو قسم ۽ 10 راتين جو قسم."
مفسرين ڪرام لکيو آهي تہ فجر مان مراد حضور ﷺ جن آهن جنهن جي ڪري ايمان جو نور پيدا ٿيو.
8: "وَالضُّحىٰ:"
"قسم آهي چهري پاڪ جو."
9: "وَالَّيْلِ اِذَا سَجىٰ."
"قسم آهي زلف عنبرين جو."
10: "وَالسَّمَاءِ وَالطَّارِقِO وَمَاأَدْرٰكَ مَاالطَّارِقُO النَّجْمُ الثَّاقِبُ." (پ 30 الطارق )
"آسمان جوقسم ۽ رات ايندڙن جو قسم، جيڪو توهان معلوم ڪيو ۽ ان جو رات جو ايندڙ ڪير آهي؟ زياده چمڪندڙ ستارو." (الشفا شريف)
مذڪوره آيات ۾ الله تعاليٰ جي ذات پنهنجي محبوب جو قسم کنيو آهي. سوال اهو آهي تہ الله تعاليٰ کي قسم کڻڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي ان جو جواب هي آهي تہ الله تعاليٰ صرف پنهنجي محبوب جو شان ٻڌائڻ ٿو چاهي تہ اي دنيا وارو، جنهن محبوب جو مان رب ڪريم پاڻ قسم کڻي رهيو آهيان انهيءَ

جي شان کي توهان ڪٿي پهچي سگهندو؟ جنهن جي لاءِ مان رب ٿو اعلان ڪريان ته:

”وَرَفَعۡنَا لَكَ ذِكۡرَكَ“

”اي محبوب تنهنجو شان مون پاڻ بلند ڪيو آهي.“

جنهن جو شان رب بلند ڪري انهي کي ڪيئن بيان ڪجي، هي آسمان، هي زمين، هي فلڪ، هي ملڪ انهيءَ کي ڪيئن بيان ڪري سگهندا؟! جڏهن اهڙو محبوب اسان جي نصيب ۾ آيو آهي ته انهيءَ محبوب سان محبت ڪرڻ اسان تي فرض آهي، انهيءَ محبوب جو غلام سڏائڻ اسان توهان سيني جو فرض آهي. انهيءَ محبوب تي جان نڇاور ڪرڻ اسان جو حق آهي. انهيءَ محبوب جي ذڪر جون لوليون ٻڌائڻ امت تي لازم آهي. انهيءَ ڪري اسان توهان سيني کي انهيءَ محبوب سان سچائي سان، پيار، ادب سان اقرار ڪرڻو آهي ته يارسول الله اسان توهان جا آهيون، توهان جي عظمت تي قربان آهيون.

## پيغام محبت

هاڻي اگر عشق رسول ﷺ جي دعوت ڪريو ٿا ته اي خطيبو! اي امامو! اي مبلغو! اي هاريو! اي مزدورو! اي حڪمرانو! اي شاگردو! اي واپاريو! اي دڪاندارو!اي غريبو! اي حافظو! اي مصنفو! اي اديبو! اي دانشورو! اي ايمان وارو! محبوب جي عشق جي تقاضا اها آهي ته سچائي اختيار ڪريو، محنت ڪريو، پنهنجي عمل کي بهتر بڻايو، ڪوڙا قسم نه کڻو، عهدي جي، حق کي سڃاڻو، خيانت نه ڪريو، ڪنهن جو حق نه کائو، ڪنهن جي دل آزاري نه ڪريو، مسڪينن، بيواهن، محتاجن جو خيال رکو، ظلم نه ڪريو، چوري نه ڪريو، نشو نه ڪريو، بي حيائي نه ڪريو، قتل نه ڪريو، يتيمن جو مال نه کائو، ڪنهن کي خراب نه سمجهو، بي ادبي نه ڪريو، عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ جهومڻ وارو، عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ ڪسجڻ وارو، عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ اطاعت ڪرڻ وارو، عبادت ڪرڻ وارو، عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ تهجد پڙهڻ وارو، صلح ڪرڻ وارو، قرآن ڪريم سمجهڻ وارو،عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ جهنڊا لهرائڻ وارو، عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ پهاڙن تي دين اسلام جو پيغام پهچائڻ وارو......!

اڄ هڪ عزم ڪيو، هڪ وچن ڪيو، هڪ ارادو ڪيو، هڪ عهد ڪريو تہ هن ڪتاب کي پڙهي عشق رسول ﷺ جي امن وارو پيغام، محبت وارو پيغام، ادب وارو پيغام، پيار ۽ محبت وارو پيغام، وفا وارو پيغام، سچائي وارو پيغام، صحابہ ڪرام وارو پيغام، صديقن وارو پيغام، شهيدن وارو پيغام، عادلن وارو پيغام، صوفياءِ ڪرام وارو پيغام، محدثين وارو پيغام، امامن وارو پيغام، بهادري وارو ... ام، اولياءِ ڪرام وارو پيغام دنيا جي ڳلي ڳلي ۾، شهر شهر ۾، ڳوٺ ڳوٺ ۾، جهرجهنگ ۾، بحر وبر ۾، ڪاڇي لاڙ ٿر ۾، ڪارونجهر کان ڪشمير تائين، ڪراچي کان ڪيٽي بندر تائين، ڪشمور کان ڪينجهر تائين، ڪنڌيارو کان ڪائنات جي هر خطي تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪنداسين پر خبردار...!! هڪ ڳالهہ ياد رکو، عبادتن تي، روزن تي، نيڪ عملن تي، حج زڪوات تي، صدقي خيرات تي، نيڪين تي ڪڏهن بہ تڪبر نہ ڪجو، انهن ڳالهين تي ناز ڪري ڪائنات جي لجپال نبي ڪريم ﷺ جي بي ادبي نہ ڪجو، گستاخي نہ ڪجو، پاڻ جهڙو نہ سمجهجو، عيب نہ ڪڍجو، آقا ﷺ جي سيرت تي گهٽ وڌ نہ ڳالهائجو، محبوب ﷺ جي شان ۾ بي ادبي جي زبان نہ کولجو، انهيءَ کي توحيد نہ سمجهجو، انهيءَ کي دين نہ سمجهجو، انهيءَ کي حق نہ سمجهجو، ياد رکو اها بي حيائي آهي، اها بي ادبي آهي، اها بي غيرتي آهي، اها غداري آهي، اها خواري آهي، اها رسوائي آهي، اها ذلت آهي، اها دين جي دشمني آهي، اها منافقي آهي، اها جهنمي ٿيڻ جي پڪي نشاني آهي.

خبردار! آقا ﷺ جي شان ۾ جنهن گستاخي ڪئي تہ واحد القهار پنهنجي قهر الاهي سان انهن کي دنيا ۾ ئي ذليل خوار ڪندو آخرت ۾ انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي.

## بي ادب جي سزا

گستاخي ۽ بي ادبي جا چند عبرتناڪ واقعا هتي بيان ڪجن ٿا تہ جيئن اسين سڀ انهن واقعات کي پڙهون.

پاڻ کي انهيءَ جهالت کان بچائي ۽ واحد القهار جي قهر کان بچي وڃون. جن ظالمن، بي ادبن، دشمنن منهنجي محبوب ﷺ جي شان ۾ گهٽ وڌ ڳالهايو، گستاخي ڪئي ته الله تعاليٰ پنهنجي محبوب ﷺ جي دشمنن کي پنهنجي پاڪ ڪلام مجيد ۾ هن طرح ذليل خوار ڪيو.

1: حضرت ابن عباس کان روايت آهي ته جڏهن رسول خدا ﷺ جن تي هيءَ آيت نازل ٿي:

"وَاَنْذِرْ عَشِيْرَتَكَ الْاَقْرَبِيْنَ."(پ 19 سوره الشعرآء)

"اي محبوب پنهنجي قريبي رشته دارن کي الله تعاليٰ کان ڊيڄاريو."

انهيءَ کان بعد ۾ حضور ﷺ جن مڪي جي تمام قبيلن کي هڪ جبل تي گڏ ٿيڻ جو حڪم فرمايو جتهن ۾ تقريبا هر قبيلي مان ماڻهو آيا، پاڻ انهن کي فرمايائون ته:

"اگر مان توهان کي ٻڌايان ته هن جبل جي پويان گهوڙي سوار آهن ته توهان يقين ڪندئو؟" انهن چيو ته "ضرور يقين ڪنداسين، ڇو جو اوهان ڪڏهن به سچ کانسواءِ ٻي ڪابه ڳالهه نه ڪئي آهي."

پاڻ ﷺ فرمايائون ته "مان الله جو رسول آهيان، ان ڪري توهان کي هڪ الله جي طرف سڏيان ٿو، ان جي عبادت ڪريو، ان جي اڳيان جهڪو، اگر توهان انهيءَ ڳالهه تي عمل نه ڪندو ته پوءِ هڪ دردناڪ عذاب اچڻ وارو آهي."

اها ڳالهه جڏهن ابو لهب ٻڌي ته ان وقت حضور ﷺ جن کي گهٽ وڌ (هلاڪ ٿيڻ) ڳالهيائين، اهي لفظ الله تعاليٰ کي ان دشمن جا الفاظ پنهنجي محبوب جي لاءِ خراب لڳا، ان ڪري سوره لهب نازل فرمايائين.

يعني"هلاڪ ٿين تنهنجا ٻئي هٿ. ابو لهب ۽ هلاڪ ٿيو، نه هن کي مال نفعو ڏيندوءِ نه جيڪو ڪمايائين، جلدي ﭘڙڪڻ واري باهه ۾داخل ٿيندوءِ انجي زال ڪاٺيون ڪٽندڙ اءِ ان جي ڳچي ۾ ڪاٻاڙجو رسو هوندو آهي".(سوره لهب پ 30)

هن ظالم جو نالو عبدالعزي هو ابو لهب سندس ڪنيت هئي، لهب ڳاڙهي رنگ کي چئبو آهي، انهيءَ ڪري ابو لهب سڏيو ويندو هو باهه جو رنگ به اهڙو ئي هوندو آهي.رشتي ۾ ابو لهب حضور ﷺ جن جو چاچو هئو.۽

حضرت عبدالمطلب جو پٽ هو، هن جي گهرواريءَ جو نالو عوراءِ هو، ام جميل کنيت هئس، هي ٻئي حضور ﷺ جن جا دشمن هئا، انهيءَ ڪري الله تعاليٰ ٻنهن کي ذليل وخواري وارو موت ڏنو، ابو لهب بدر جي جنگ ۾ شامل نہ ٿيو هو، ان جنگ بدر کان بعد ۾ هن کي هڪ بيماري ٿي پئي، جنهن ڪري سڄي بدن ۾ ڦوڙها ٿي پيس، ان مان بدبوءِ اچڻ لڳي، گوشت سڙڻ لڳو، انهيءَ خوف کان پُٽن هن کي گهران ڪڍي ڇڏيو تہ بيماري اسان کي نہ لڳي وڃي! پوءِ تڙپي تڙپي ساهہ ڏنائين، ٽي ڏينهن لاش بہ ڪنهن دفن نہ ڪيس، پوءِ ماڻهن هن جي پُٽن تي لعنت ڪئي، ان ڪري ٽن حبشين کي جيڪي غلام هئا لاش پورڻ لاءِ مقرر ڪيائون، انهن کڏ کوٽي ان ۾ پوري ڪاٺيون مٿان وجهي ڇڏيون، هي ان وقت مڪي جو سردار هو، جيڪو آقا ﷺ جو دشمن هو، اهڙي طرح گهر واري بہ آقا ﷺ جي رستي ۾ ڪنڊا اڇلائيندي هئي اها بہ ڪاٺيون گڏ ڪرڻ لاءِ جهنگل ۾ ويندي هئي، رسو ڳچيءَ ۾ پيل هيس تہ الله تعاليٰ هڪ ملائڪ کي موڪليو، جنهن وقت هوءَ هڪ پٿر تي وينل هئي تہ ملائڪ اهڙي طرح ڇڪيس جو گهٽو اچي ويس ۽ هوءَ مري وئي.

(هي آهي گستاخ رسول جي دنيا ۾ سزا) (نعوذ بالله منها)

2: هڪ دفعي پاڪ ڪريم ﷺ بيت الله واري مسجد شريف کان ٻاهر نڪتا تہ رستي ۾ هڪ ڪافر عاص بن وائل سهمي مليو، ان ڪافر ڪجهہ وقت حضور ﷺ سان ڳالهايو اهو سڀ قريشي ڏسي رهيا هئا، جڏهن عاص بن وائل آيو تہ ڪافرن پڇا ڪئي تہ ڪنهن سان ٿئي ڳالهائي، هن ظالم چيو تہ ان ابتر بي بنياد سان جنهن جي پيڙهي ئي ڪونہ آهي، چو تہ ان وقت حضور ﷺ جن جو فرزند حضرت ابراهيم ٻچپن ۾ ئي وفات ڪري ويو هو، ان ڪري اهي ڪافر بغض ۽ حسد ڪري اهو طعنو ڏئي رهيا هئا تہ الله ان جي جواب ۾ سورت ڪوثر نازل فرمائي.

"اي محبوب اسان توکي ڪوثر. عطا ڪيو آهي، حوض عطا ڪيو، علم عطا ڪيو، اولاد مان قيامت تائين هلندو رهندو، روحاني اولاد هلندو رهندو، پر تنهنجو دشمن نہ رهندوان جو اولاد بہ نہ رهندو اهي لعنتي هوندا."(تفسيراحسن البيان ج9)
ڪيڏو نہ آقا ﷺ جو شان آهي جو رب ڪريم پاڻ ظالمن، بي ادبن جي سزا ٻڌائي.

3: هڪ دفعي ڪافرن نبي ڪريم ﷺ جن کي مجنون سڏيو تہ الله تعاليٰ ان جي جواب ۾ سورت قلم جون هي آيتون نازل فرمايون، جنهن ۾ وليد بہ مغيره يا اسود بن يغوث يااحسن بن شريق اڪثت علماءِ وٽ وليد بن مغيره آهي، جنهن آقا ﷺ جي شان ۾ گستاخي ڪئي ۽ مجنون سڏيو تہ الله تعاليٰ فرمايو تہ:
"قسم آهي قلم جو ۽ جيڪي لکن ٿا، توهان پنهنجي رب جي رحمت جي ڪري مجنون ناهيو، توهان لاءِ اڻ کٽ اجر آهي، توهان جو خلق عظيم آهي ۽ جلد توهان ۽ اهي ڪافر ڏسندس تہ ڪير چريو آهي."
انهيءَ آيات کان بعد ۾ الله تعاليٰ انهن ڪافرن جا عيب بہ ظاهر ڪيا تہ اهو ڪوڙو، قسم کڻندڙ طعنا هڻندڙ سخت طبيعت ۽ بد نسل آهي، چغلخوري، حد کان تجاوز ڪندڙ گناهہ ڪندڙ آهي، يعني جيڪو گستاخي ڪري ٿو اهو خود حرامي آهي. مفسرن لکيو آهي تہ هي آيتون نازل ٿيون تہ وليد بن مغيره تلوار کڻي پنهنجي ماءُ کان پڇڻ آيو تہ مان ڪنهن جو پٽ آهيان؟ سچ ٻڌاءِ نہ ٻڌائيندي تہ مان قتل ڪري ڇڏيندو سانءِ، ماءَ چيس تہ تون پنهنجي پيءُ جو پٽ ناهين، ڇو تہ ان کي مردانہ طاقت نہ هئي ان ڪري مون هڪ ٻڪرار کان زنا ڪرائي ان ڪري تون ان مان پيدا ٿئين.
گستاخ رسول ﷺ جي سزا تہ ڏسو تہ الله تعاليٰ ستار العيوب آهي پر پنهنجي محبوب ﷺ جي دشمنن جا سڀ عيب ظاهر ڪري ان کي دنيا ۾ ئي ذليل ڪري ٿو. (نَعُوذُ بِاللّٰه)
4: هڪ نصراني حضور ﷺ جن وٽ آيو ۽ مسلمان ٿيو، حضور ﷺ جن وٽ قرآن ڪريم پڙهڻ لڳو، جڏهن بقره ۽ آل عمران سورتون پڙهيائين تہ پاڻ حضور

ﷺ جن ان کي وحي لکڻ تي مقرر ڪيائون يعني قرآن لکڻ تي، بدقسمت نصراني وري نصراني ٿي ويو، اسلام کان ڦري ويو، پوءِ ماڻهن کي ٻڌائيندو هو ته مون جيڪو قرآن پاڪ حضور ﷺ جن کي لکي ڏنو آهي اهو ئي ڄاڻي ٿو ٻيو ڪجهه به نه ٿو اچي، جڏهن بدبخت مري ويو ته ان کي دفن ڪيائون ته صبح جو ڏٺائون ته ان جو لاش قبر مان ٻاهر پيو هو، انهن نصرانين سوچيو ته هن کي اصحابہ ڪرام ٻاهر ڪڍيو آهي، وري هن کي دفن ڪيائون، پر ٻئي ڏينهن به لاش ٻاهر پيوهو، ٽئين ڏينهن به ايئن ئي ٿيو، لاش ٻاهر پيو آهي، پوءِ نصرانين کي يقين ٿي ويو ته هن تي خدا جو غضب نازل ٿيو آهي پوءِ ان کي ايئن ڇڏي ڏنائون.

**ته اها آهي گستاخ رسول جي سزا (نعوذ بالله)**

5: **"اِنَّ الَّذِيۡنَ يُؤۡذُوۡنَ اللّٰهَ وَرَسُوۡلَہٗ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فِي الدُّنۡيَا وَالۡاٰخِرَتِ."** (پ 22 احزاب)
"جيڪي شخص الله ۽ ان جي رسول کي تڪليف پهچائين ٿا الله تعاليٰ دنيا ۽ آخرت ۾ انهن تي لعنت ڪئي آهي."

6: **"مَلۡعُوۡنِيۡنَ اَيۡنَمَا ثُقِفُوا اُخِذُوۡا وَقُتِّلُوۡا تَقۡتِيۡلاً."** (پ 22 احزاب)
"اهي لعنتي جتي به ملن انهن کي پڪڙي قتل ڪيو وڃي."

7: "حضرت علي المرتضيٰ ڪرم الله وجهہ کان روايت آهي ته جيڪو شخص ڪنهن نبي کي گار ڏئي ته ان کي قتل ڪري ڇڏيو."

8: هڪ شخص حضور ﷺ جن کي گار ڏني ته حضرت خالد بن وليد ان کي قتل ڪري ڇڏيو.

9: حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ هڪ نابين شخص جي هڪ ٻانهي هئي جيڪا حضور ﷺ جن کي گار ڏيندي هئي اهو نابينا شخص ان کي منع ڪندو هو آخر اها عورت نہ مڙي تہ ان نابين ان کي قتل ڪري ڇڏيو.

10: هڪ شخص حضور ﷺ جن جي تڪذيب ڪئي تہ پاڻ حضرت زبير ۽ حضرت علي کي موڪليائون تہ ان کي قتل ڪري ڇڏيو.

امام مالڪ، امام ابو حنيفہ، امام شافعي امام احمد بن حنبل، امام محمد، عبدالله حڪيم وغيره رحمهم الله تمام علماءِ وفقهاءِ ومحدثين اڪرام جي فتويٰ آهي تہ اهڙي شخص کي قتل ڪيو وڃي.

مذڪوره آيات ۽ روايات مان معلوم ٿئي ٿو تہ گستاخ رسول لعنت جو حقدار آهي بي ادب، گار ڏيندڙ ، واجب القتل آهي جهنم ۾ جلندو رهندو.

الله تعاليٰ جميع مسلمانن کي آقا ﷺ جو سچو عاشق بنائي، سيني کي آقا جي طريقي تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي، بي ادبي کان بچائي، محبوب جو ادب نصيب فرمائي، محبوب جي صحابہ ڪرام جو، اهل بيت جو،ازواج مطهرات جو، اولياءِ ڪرام جو ادب نصيب فرمائي، اسان جي دلين کي انهن جي فيض سان منور فرمائي، محبت، پيار ۽ ادب واري رستي تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي، قرآن ڪريم کي سمجهڻ جي توفيق عطا فرمائي، احاديث شريف تي عمل ڪرڻ جي توفيق عطافرمائي.

# عشق صحابہ

حضور اڪرم ﷺ جن جي ذات سان جيڪو اُنس، پيار،محبت، خلوص ۽ عشق صحابہ ڪرام کي نصيب هو، اگر سچي دل سان حسد، بغض، عداوت کي ڇڏي پڙهيو وڃي تہ هر انسان تہ چا پر ڪائنات جو ذرو ذرو اقرار ڪندو تہ هي محبوب ﷺ اسان توهان جهڙو ناهي ۽ نہ وري صحابہ ڪرام اهو سبق سيکاريو آهي تہ محبوب ڪريم ﷺ جن جي ذات بابرڪات تي اعتراض ڪيو؟ بلڪ صحابہ ڪرام تہ پنهنجي محبوب جي هڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ تڙپندا رهندا هئا.

**شغفهم بہ صلي الله عليہ وسلم وتعشقهم اياه فلا صبر لهم اذا لم يشهدوا محياه فاذا شاهدوا رسول الله صلي الله عليہ وسلم قرت اعينهم طابت نفوسهم وانشرحت صدورهم** (سيرت الرسول ج1 ص 72)

”صحابہ ڪرام کي حضور اڪرم ﷺ جن سان ايتري محبت ۽ عشق هو، جو حضور اڪرم ﷺ جن کي ڏسڻ کانسواءِ سڪون ۽ چين نہ ايندو هئن، جڏهن ديدار ڪندا هئا تہ صحابہ ڪرام جون اکيون ٺري پونديون هيون، دل باغ بهار تي ويندي هئي ۽ سينا کلي ويندا هئا.“

هر وقت محبوب ﷺ جي ديدار جي جهلڪ ۾ محوُ هوندا هئا، امام طبراني رحمتہ الله عليہ، ام المومنين بيبي عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت ڪئي آهي تہ:

**ڪان عنہ النبي ﷺ فينظر اليہ لايطرف.**

”حضور اڪرم ﷺ جن کي هڪ شخص گهوري گهوري ڏسندو رهندو هو، نظر ئي پري نہ ڪندو هو، اک بہ نہ چنڀندو هيو.“

**اکين ۾ ٿي ويهہ تہ واري ڇپر ڍڪيان،**
**توکي مَ ڏسي ڏيهہ آئون نہ پسان کي ٻيو**

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ **”ما بالڪ“**

”توهان ڪهڙي سبب جي ڪري اهڙي طرح مون کي ڏسي رهيا آهيو؟“

ان صحابي عرض ڪيو تہ:

**بابي انت وامي اني اتمتع بک بالنظر اليک**(ترجمان السنة ج1 365)
ان صحابہ عرض ڪيو تہ ”يارسول الله ﷺ توهان تان منهنجو ابو امان قربان ! توهان جي چهري مبارڪ جي زيارت ڪري لطف وٺي رهيو آهيان، سڪون وٺي رهيو آهيان.“ صحابہ ڪرام جي عشق ڪي ڪروڙين سلام، ڪاش! انهيءَ عشق جي ذري نصيب ٿي پوي، هر وقت محبوب جي تصور ۾ رهجي، محبوب جي محبت جون ٻوليون جهر جهنگ ٻڌائيندا رهون، اهو ئي زندگيءَ جو منشور آهي، اهو ئي وفا جو دستور آهي، اهو ئي ملائڪن جو سرور آهي، زندگيءَ ۾ صرف توهان جو ديدار گهرجي.

امام شعبي رحمة الله عليہ جن حضرت عبدالله بن زيد رضي الله تعالیٰ عنہ کان روايت ڪئي آهي تہ هڪ ڏينهن حضور اڪرم ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيم:

**والله يارسول الله ﷺ لانت احب الي من نفسي ومالي وولدي واهلي ولولا اني آتيتک فاراک لرايت ان اموت.** (المواهب اللدنيہ ج 2 ص 94)

”خدا جو قسم! يارسول الله ﷺ توهان مون کي جان، مال، اولاد، اهل کان زياده محبوب آهيو، اگر مان توهان وٽ نہ اچان، توهان جي زيارت نہ ڪريان، تہ مون کي موت اچي ويندو.“

هي عرض ڪري اهو انصاري صحابي روئڻ لڳو، رسول خدا ﷺ فرمايو ”ڇا جي ڪري روئي رهيو آهين؟“ اهو اصحابي عرض ڪرڻ لڳو تہ:

**بکيت ان ذکرت انک ستموت ونموت فترفع مع النبين ونکون نحن ان دخلنا الجنت دونک فلم يحر النبي ﷺ اليہ فانزل الله الايتہ ومن يطع الله والرسول فاولٰئک مع الذين انعم الله عليهم......**

”يارسول الله ﷺ ! مان ان جي ڪري روئي رهيو آهيان جو سوچان ٿو تہ جڏهن توهان ظاهري دنيا کي ڇڏي ويندوَ تہ اسان بہ دنيا ڇڏي ويندا سين، توهان انبياءِ ڪرام سان گڏ جنت ۾ هوندا ۽ اسين خبر ناهي ڪهڙي دوزخ ۾ هلنداسين، (توهان کان پري)“ پوءِ حضور اڪرم ﷺ جن کو بہ جواب نہ ڏنو تہ الله تعالیٰ قرآن پاڪ جي هيءَ آيت نازل فرمائي تہ:

”جنهن الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي اطاعت ڪئي ته اهي انهيءَ سان گڏ هوندا، جن تي الله تعاليٰ انعام ڪيو.“(پ 5 سوره النسآء آيته 69)

مذڪوره روايت اگر عشق سان پڙهي وڃي ته دنيا جي هر مخلوق اهو سوچڻ تي مجبور ٿي ويندي ته هي ڪهڙي محبت آهي، جو حضور اڪرم ﷺ صحابه ڪرام جي سامهون جلوه افروز آهن ۽ صحابه ديدار به ڪري رهيا آهن، پر پوءِ به صحابه ڪرام پنهنجي محبوب جي جدائيءَ جو تصور اچي ٿو ته زاروقطار روئندا رهن ٿا، حالانڪه ان وقت پاڻ ڪريم ﷺ ظاهر ۾ به صحابه ڪرام سان هئا ۽ جدائگي اڃان نه ٿي هئي، قيات نه آئي هئي، جنت جو فيصلو ٿيو ئي نه هو، پوءِ به هي عاشق اڳواٽ ئي روئي رهيو هو، يارسول الله ﷺ مون کي اهڙي جنت ۾ به سڪون نه ايندو، جنهن ۾ توهان ڪان پري هجان، توهان جي جدائي مون کي هن دنيا ۾ ئي برداشت نه ٿي ٿئي ته قيامت ۾ ڪيئن برداشت ڪندس، يارسول الله ﷺ مون کي ان ڳڻتيءَ روئاري ڇڏيو آهي، اها محبت عشق ڏسي الله تعاليٰ پاڻ دلجاءِ ڏني ته ”اي عاشقو! اي محبوب جي حڪم کي جيءُ چوڻ وارو، پريشان نه ٿيو، مان الله تعاليٰ هي قانون قيامت تائين ٺاهي ٿو ڇڏيان ته جيڪو به جنهن سان محبت ڪندو اهو انهيءَ سان گڏ هوندو، ان محبت واري کي اها ئي هستي ملندي، جنهن سان محبت ڪندو هوندو.

هاڻي صرف اهو سوچڻ گهرجي ته اسان پنهنجي محبوب ﷺ سان محبت ڪريون ٿا يا نه؟ اسان صديقن سان محبت ڪريون ٿا يا نه؟ اسين شهيدن سان محبت ڪريون ٿا يا نه؟ اسين اولياءِ ڪرام سان محبت ڪريون ٿا يا نه؟ اسين صحابه ڪرام سان محبت ڪريون ٿا يا نه؟ اسين شهداءِ احد، شهداءِ بدر، شهداءِ حنين، شهداءِ ڪربلا سان محبت ڪريون ٿا يا نه؟ اسان امامن سڳورن، عالمن سڳورن سان محبت ڪريون ٿا يا نه؟ جيڪڏهن هن دور ۾ ڪومحبت ڪري ٿو ته انهيءَ کي ڪٿي ڳوليون؟ ان کي ڪهڙيءَ طرح سڃاڻيون؟ ان جي نشاني ڪهڙي آهي؟

ان جو جواب صرف هي آهي تہ سچا، پڪا ۽ ڪٽر سُني بنجي وڃون، اهائي واحد جماعت آهي جيڪا پنهنجي محبوب ﷺ جي حڪم تي جان، مال، اولاد، بلڪہ پوري ڪائنات قربان ڪرڻ لاءِ بہ تيار آهي.

# عشق رسول ﷺ ۾ ....

جڏهن مڪي پاڪ جي سر زمين تي ڪائنات جي محبوب ﷺ جن پوري مخلوق کي رب ڪريم جو پيغام پهچائي رهيا هئا ته:

"اي انسانو، صرف هڪ الله جي عبادت ڪريو، انهيءَ جي سامهون جُهڪو، انهيءَ ذات حقيقي کي سجدو ڪيو، پاڻ هٿ سان بت ٺاهي، انهيءَ کي سجدا نه ڪيو، اهو ظلم آهي، گناهه آهي اگر توهان بتن کي سجدا ڪندئو ته توهان کي جهنم جي باهه ۾ جلايو ويندو، صرف حقيقي رب ڪريم کي سجدو ڪيو، جنهن توهان کي پيدا ڪيو آهي."

اهو اعلان ٻڌي مڪي جي ڪافرن ۾ ڪهرام مچي ويو، هر طرف واويلا ٿي وئي ته هي پنهنجي ابن ڏاڏن جي دين کان ڦري ويو آهي، انهيءَ ڪري ڪافر حضور ﷺ جن جي جان جا دشمن بنجي ويا، جيڪو به آنحضرت ﷺ جن جو پيغام ٻڌندو هو ته انهن کي سختيءَ سان منع ڪندا هئا، انهن کي طرحين طرحين جون تڪليفون ڏيندا هئا، انهن کي دردناڪ عذاب ڏيندا هيا جو انهن واقعات کي پڙهي دل ۽ جسم ڪانڊارجي وڃي ٿو، پر عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ اهي پروانا هر قسم جا عذاب سهندا رهيا پر ڪڏهن به پنهنجي محبوب کان جدائي اختيار نه ڪيائون، توڙي جو انهن کي جلايو ويو، يا ڦاسي ڏني وئي، يا انهن کي ٽانڊن تي سمهاريو ويو، يا گهٽين ۾ گهيليو ويو، يا شهيد ڪيو ويو، پر هي جان نثار مصطفيٰ ﷺ هر ظلم جو، هر جبر جو مقابلو، عشق مصطفيٰ ﷺ جي سبق سان ڪندا رهيا.

جيئن ڀٽائي گهوٽ رحمته الله عليه فرمايو ته:

**سوري آهي سينگار، اصل عاشقن جو،**
**مڙڻ، موٽڻ، مهڻو ٿيا نظاري نروار**
**ڪسڻ جو قرار، اصل ءاشقن کي.**

هڪ دفعي حضور ﷺ جن پنهنجي صحابن سان گڏ هڪ جبل جي پرسان ٺهيل گهر ۾ ويٺا هئا (جنهن کي دار ارقم چيو ويندو آهي) اتي پنهنجي صحابہ ڪرام کي عشق الاهيءَ جا سبق سيکاري رهيا هئا تہ هڪ صحابي عرض ڪيو تہ: **يارسول الله ! فداڪ ابي وامي.**

اسان کي اجازت ڏيو تہ هاڻي ڪعبتہ الله شريف ۾ وڃي مڪي جي ڪافرن کي اسلام جو پيغام سرعام پهچايائون، پاڻ ڪريم ﷺ جن هرشيءَ جي حقيقت کان واقف هئا، ان ڪري پاڻ فرمايائون تہ "اوهان کي مڪي جا ڪافر تمام گهڻيون تڪليفون ڏيندا توهان اڃان ٿورڙا آهيو اهي تڪليفون ڪيئن برداشت ڪري سگهندو،؟" اهو ٻڌي انهيءَ صحابي رسول وري عرض ڪيو تہ "يارسول الله ﷺ اوهان جي حڪم تي سر ڪٽائڻ لاءِ تيار آهيون، ڪڏهن بہ ڪنهن ظالم جي سامهون نہ جهڪنداسين، اوهان جوپيغام ضرور پهچائينداسين."
اها محبت ڏسي پاڻ ڪريم ﷺ انهن سين کي اجازت ڏني، اهوٻڌي سيئي خوش ٿيڻ لڳا، انهي خوشيءَ ۾ مخمور ٿي پنهنجي محبوب ﷺ جن جو پيغام پهچائڻ لاءِ ڪعبتہ الله شريف پهچي ويا، هر هڪ صحابي پنهنجو پيغام پهچائڻ شروع ڪيو، پر جڏهن هي عاشق صحابي سيني ڪافرن کي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪري رهيو هو تہ اهو عجيب منظر هو، جنهن تي ملائڪ بہ رشڪ ڪري رهيا هئا. جيئن ئي ڪـنـر گڏ ٿيندا ويا تہ هي محبوب نبي ڪريم ﷺ جن جو سچو عاشق تاريخ جو پهـ يون خطبو ڏيڻ لاءِ ڪعبتہ الله ۾ بيهي چوڻ لڳو: "اي مڪي جا ڪافرو، هي محبوب نبي ڪريم ﷺ اسان سيني ڏانهن رحمت بنجي آيو آهي، انهيءَ جو هر حڪم مڃو، صرف الله تعاليٰ جي عبادت ڪري، انهي جي ذات کان ڊڄو، اهو ئي توهان جو پروردگار آهي."

هي الفاظ نہ هئا بلڪ ڪافرن لاءِ پهاڙ هئا، جنهن کي ٻڌي ڪافر باهہ تي ويا، هر طرف کان ڦري آيا ۽ اچي صحابي رسول کي مارڻ شروع ڪيائون، جنهن ڪري سندس سڄو منهن سخت زخمي ٿي پيو، هو بيهوش ٿي پيو، پوري جان رتوڇاڻ ٿجي وئي، اها حالت ڏسي هن صحابي جي قبيلي جي ماڻهن اعلان ڪيو تہ اگر هن صحابيءَ کي ڪجهہ بہ ٿيو تہ اسين ڀلي ڪافر آهيون پر ڪافرن کان

پلاند ضرور ڪنداسين، پوءِ انهيءَ بيهوشي جي حالت ۾ ئي هن عاشق صادق کي سندس گهر پهچايو ويو، اها حالت جڏهن جيجل ماءُ ڏٺي ته ان جي دل ذرا ذرا ٿي وئي، پنهنجي ٻچي جي اهڙي ڪيفيت ڪي ڪيئن ٿي برداشت ڪري سگهي، انهيءَ ڪري پاڻ روئڻ شروع ڪيائين ۽ ڪجهه پنهنجي ٻچي سان ڳالهائڻ شروع ڪيائين ته جيئن هوش ۾ اچي، جيجل امڙ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندي رهي پر هي عاشق پنهنجي محبوب جي محبت پهچائڻ جي تڪليف جي ڪري بيهوش رهيو، ڪافي دير ڪانپوءِ جڏهن پاڻ اکڙيون کٽي نهاريائون ته پنهنجي سامهون ڪافي ماڻهو ڏٺائون ۽ پنهنجي جيجل کي به روئندي ڏٺائون، جيجل امڙ پنهنجي ٻچي کي جيئن ئي هوش ۾ ڏٺو ته صدقو ٿيڻ لڳي، "منهنجا ٻچا توهان جي طبعيت ڪيئن آهي؟" ان جو جواب هن صحابي اهڙو ڏنو جنهن کي سون جي پاڻي سان لکيو وڃي ته به انهن جو حق ادا نه ٿي سگهندو، هن عاشق چيو ته منهنجو محبوب ڪيئن آهي؟ اهي لفظ جڏهن ڪافرن ٻڌا ويا ۽ اهي چوڻ لڳا ته هن کي ايتري مار ملي آهي جو بيهوش ٿي ويو آهي، پوءِ به پچر نه ٿو ڇڏي، ايئن سڀ قبيلي وارا هليا ويا.

هي عاشق نبي وري بيهوش ٿي ويو پر وري ٻئي دفعي جڏهن هوش ۾ آيو ته امڙ پنهنجي ٻچي تان گهور ٿيڻ لڳي ۽ طبعيت پڇڻ لڳي ته پاڻ فرمايائون ته جيجل امڙ مون کي محبوب جي خبر ٻڌاءِ ائين چئي وري بيهوش ٿي ويو جڏهن وري هوش ۾ آيو ته جيجل امڙ پنهنجي ٻچڙي کي پيار مان چمڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي ته "ٻچڙا اي منهنجي جگر جا ٽڪرا مون کان تنهنجي تڪليف ڏسڻ برداشت نه ٿي ٿئي تنهنجي اها حالت ڏسي منهنجو سينو چاڪ ٿي پيو آهي اي منهنجا سهڻا پٽ! هي کير جو گلاس پيءُ ته توکي ڪجهه قوت ٿئي." اهي لفظ ٻڌي عاشق صادق جي اکڙين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ چوڻ لڳو ته "اي منهنجي مٺڙي امڙ، اي منهنجي جيجل ماءُ! مون کي منهنجي پنهنجي محبوب ﷺ جي باري ۾ ٻڌاءِ ته پاڻ ڪيئن آهن؟" امڙ چوڻ لڳي ته" ٻچا مون کي ڪهڙي خبر ته توهان جو محبوب ڪيئن آهي؟ ٻچڙا آئون ڇا ڪريان توهان جي محبوب کي ڪٿان ڏسان، جو توهان کي حال احوال ٻڌايان، اي منهنجي جان! توهان ڪجهه کير پي وٺو ته

اوهان کي تڪليف ڪجهہ گهٽ ٿئي."اهي الفاظ پنهنجي جيجل امڙ جا ٻڌي هن عاشق عرض ڪيو تہ "اي منهنجي پياري امڙ، خدا جي ذات جو قسم! جيستائين پنهنجي محبوب نبي ڪريم ﷺ جن جو ديدار نہ ڪندس ان وقت تائين مون کي هڪ داڻو ڪائڻ ۽ ڪير جو ڍڪ پيئڻ بہ حرام آهي."

جيجل امڙ چيو تہ ٻچا آئون توهان جي محبوب کي ڪٿي ڳوليان، پاڻ فرمايائون تہ " اي جيجل امڙ حضرت ام جميل (فاطمہ) بنت خطاب وٽ وڃ انهيءَ کان پڇا ڪري اچ تہ منهنجو محبوب ڪٿي آهي؟" پوءِ جيجل سڌو فاطمہ جنهن جي ڪنيت ام جميل هئي ان وٽ آهي جيڪا حضرت سعيد بن زيد جي گهرواري هئي امڙ سڳوري چوڻ لڳي تہ "حضرت محمد رسول الله ﷺ جن ڪٿي آهي منهنجو ٻچڙو ان جي باري ۾ پڇي رهيو آهي" ان وقت اسلام ظاهر ڪرڻ تمام مشڪل هو ان ڪري حضرت ام جميل فاطمہ بنت خطاب چيو تہ مون کي ڪا بہ خبر ناهي اگر تون چاهين تہ آئون پاڻ هلي تنهنجي ٻچڙي کان پڇان، امڙ چيو تہ يلي هل، پوءِ ٻئي ڄڻيون گڏجي آيون جيئن ئي گهر ۾ پهتيون تہ بيبي ام جميل فاطمہ بنت خطاب جي نظر هن محبوب جي صحابي تي پئي تہ هن کان دانهن نڪري وئي ۽ چوڻ لڳي تہ "ظالمن توهان سان ظلم ڪيو آهي الله تعاليٰ انهن کان ضرور بدلو وٺندو" ان وقت هن محبوب جي ديواني حضور ﷺ جن جي متعلق پڇا ڪئي ام جميل جواب ڏنو تہ توهان جي ماءُ وئي آهي آئون ڪيئن ٻڌايان، هن صحابي فرمايو تہ انهيءَ جيجل جو ڪوبہ فڪر نہ ڪر، پوءِ بيبي ام جميل فرمايو تہ سالم، صالح في دار ارقم

يعني "محبوب ﷺ جن بلڪل صحيح سلامت آهن ۽ حضرت ارقم صحابي جي گهر ۾ آهن." "جيستائين محبوب ڪريم ﷺ جن جو ديدار نہ ڪندس تيستائين داڻو پاڻي حرام آهي."

پوءِ رات جو انتظار ڪرڻ لڳا جڏهن اونداهي رات ٿي وئي تہ دار ارقم جي طرف هلڻ لڳا اهڙي طرح هلي رهيا هئا جو هي محبوب جو پروانو وچ ۾ هو هڪ طرف بيبي ام جميل ٻئي طرف سندس والده هلي رهيون هيون انهن جي هٿن جي ٽيڪ جي پير پير ۾ ڏئي هلي رهيو هو هي عاشق اهڙي زخمي حالت ۾

ٻه اونداهي رات ۾ پنهنجي محبوب جو ديدار ڪرڻ ڪرڻ لاءِ پٿريلي زمين تان هلي رهيو هو جڏهن حضرت ارقم جي گهر ۾ آيا ۽ حضور ﷺ جن جي نظرُ هن عاشق صادق تي پئي ته پاڻ سڳورا ۽ اصحاب سڳورا ڀاڪر پائي چمبڙي ويا، اهڙي طرح جو رسول الله ﷺ جن هن عاشق جي مٿان جهڪي ڀاڪر پائڻ لڳا ۽ هن کي چميون ڏيڻ لڳا ۽ اصحاب سڳورا ٻه ائين ئي هن کي ڀاڪر وجهڻ لڳا هن محبوب جي ديواني لاءِ جيڪا حضور ﷺ جن جي ڪيفيت هئي ان کي هن طرح بيان ڪيو ويو آهي ته:

**واکب عليه رسول الله ﷺ فقبله وَرَق له رقة شديدة.**

"حضور ﷺ جن جهڪي پيا انهيءَ صحابي تي پوءِ ان کي چمڻ لڳا ۽ حضور ﷺ جن جي حالت تمام گهڻي رقت واري بنجي وئي."

انهيءَ موقعي تي هن اصحابي عرض ڪيو ته "يارسول الله ﷺ منهنجا والدين توهان تان قربان" منهنجي منهنجي تي ظالمن ڏاڍا ڏک هنيا آهن انهيءَ ڪري تڪليف آهي باقي مون کي ٻي ڪنهن ٻه شيءِ جي پرواهه ناهي، يارسول الله ﷺ.

منهنجي امڙ منهنجي ڏاڍي خدمت ڪئي آهي پر هن وقت دعا گهرو ته ڪلمو پڙهي اوهان تي ايمان آڻي، پاڻ ان وقت دعا لاءِ هٿ کنيائون ته اها هڪدم ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي وئي.

اهو عاشق رسول ﷺ ڪير هو؟ جنهن ايڏيون تڪليفون سَٺيون، پر پنهنجي محبوب تان جان قربان ڪرڻ کان ٻه پوئتي نه هٽيو ۽ اهو اعلان ڪندو رهيو ته جيستائين ديدار محبوب جو نه ڪندس تيستائين ڪجهه ٻه نه ڳالهائيندس، اهو عشق جو شهنشاهه، اهو شمع رسالت جو پروانو، اهو ڪائنات جي محبوب جو يار حضرت سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه هو، جنهن جي عشق کي پڙهي وار وار ڪاندارجي وڃي ٿو، اها هئي محبت رسول ﷺ جي جهلڪ، جو محبوب جي سامهون ڪُسڻ لاءِ تيار هئا، پر غير وٽ جهڪڻ لاءِ نه، محبوب جي دين جي خاطر پنهنجي جان جيٰ بازي لڳائڻ ڪا مذاق ناهي. انهيءَ عشق کي حاصل ڪرڻ لاءِ درد صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي ضرورت آهي،

عشق ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي ضرورت آهي، دل صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي ضرورت آهي، ادب صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي ضرورت آهي.

روءِ زمين تي نگاهه ڪٿي ڏسجي ته هر طرف حسن ۽ خوبصورتي، سڪ، سونهن وفا، ناز ۽ عشق محبت جا عجيب ۽ انمول موتي ملندا پر هي مقام نه. انهيءَ عاشق لاءِ حضور ﷺ جن فرمايو ته اگر انبياءِ کان سواءِ روءِ زمين وارن جي ايمان جو مقابلو صديق اڪبر رضي الله عنه سان ڪجي ته به صديق اڪبر جو ايمان زياده ٿي ويندو.

## ڪاريهر جو قهر...!

حضور ﷺ جن پنهنجي محبوب رب جو پيغام رات ڏينهن پهچائي رهيا هئا، ڪيترا ئي خوش نصيب انسان اسلام جي رنگ ۾ رنگجي رهيا هئا جنهن ڪي الله تعاليٰ جو رنگ به سڏيو ويو آهي هاڻي هر طرف کان ٽولن جا ٽولا شمع رسالت جي چوڌاري گڏ ٿيڻ لڳا، هر طرف دين اسلام جي سرهاڻ ڦهلجڻ لڳي، جنهن ڪري مڪي جي ڪافرن کي سخت صدمو رسيو، ان ڪري سيني ڪافرن پاڻ ۾ گڏجي صلاح ڪئي ته ڪنهن به نموني (معاذ الله) نبي ڪريم ﷺ جن کي شهيد ڪري ڇڏجي ته جيئن ڪوبه ماڻهو اڳتي اسلام جي دائري ۾ داخل نه ٿي سگهي، پوءِ سيني ڪافرن متفق ٿي شيطان جي اڳواڻيءَ ۾ جيڪو نجد جو شيخ ٿي آيو هو، اها صلاح ڪئي ته هر قبيلي مان هڪ هڪ شخص نڪري ۽ اڄ رات ئي نبي ڪريم ﷺ جن جي گهر کي گهيرو ڪجي ۽ گڏجي حملو ڪجي ته (معاذ الله) حضور ﷺ جن شهيد ٿي وڃن، اسان سان جنگ نه ڪري سگهن.

الله تعاليٰ پنهنجي محبوب جو محافظ آهي ان رات ئي الله تعاليٰ پنهنجي محبوب نبي ڪريم ﷺ جن جي لاءِ حڪم فرمايو ته اڄ اوهان کي هجرت ڪرڻي آهي، پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجهه کي پنهنجي بستري تي سمهاري پاڻ يٰسين شريف پڙهندي ڪافرن جي مٽي تي ڌوڙ وجهندي وچان وچان نڪري ويا پر ڪافرن کي خبر به نه پئي، پاڻ جيئن ئي سيدنا

صديق اڪبر رضي الله عنه جي گهر ۾ آيا ته سيدنا صديق اڪبر قربان ٿيڻ لڳو حضور ﷺ جن فرمايو ته هجرت ڪرڻ جو حڪم ٿيو آهي توکي به مون سان گڏ هجرت ڪرڻي آهي.

ان ڪان بعد سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنه جي گهر ۾ جيڪي به درهم رکيل هئا سي سڀ ڪنيائون، سامان به ڪنيائون، مڪي جي پٿريلي زمين تي محبوب ڪريم ﷺ جيئن ئي هلڻ لڳا ته ڪافي تڪليف جي ڪري سندن پير مبارڪ زخمي ٿي پيا، اها حالت ڏسي سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنه جن پنهنجي محبوب لجپال کي پاڻ ڪلهن تي کنيو، هي نظارو آسمان جا ملائڪ، حورون غلمان، جنت جا چوڪيدار، غور سان ڏسي رهيا هئا ته هي ڪهڙو عشق آهي، جو هن جبل تي هڪ عاشق صادق پنهنجي 53 سالن جي محبوب ڪريم ﷺ جن کي ڪلهي تي کڻي غارثور جي طرف وڃي رهيو آهي، جيئن ئي غارثور وٽ پهتا ته حضرت سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنه پاڻ غار ۾ لهي ويا، ان کي صاف ڪرڻ لڳا جڏهن غار صاف ٿي ويو ته پنهنجا ڪپڙا ڦاڙي انهي غار جا سوراخ بند ڪيائون باقي هڪ سوراخ بچيو، ان کي پنهنجي پير جي کڙيءَ سان بند ڪيائون، پوءِ پنهنجي محبوب ﷺ جن کي عرض ڪيائون ته اي محبوب هاڻي غار صاف آهي، اچو آرام ڪريو، حضور ﷺ جن اچي سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنه جن جي جهوليءَ ۾ مٿو مبارڪ رکي سمهي رهيا، هي پيارو منظر هو، جو ٻنهي جهانن جو سردار، اڄ پنهنجي دوست صديق اڪبر جي جهولي ۾ آرام فرمائي رهيو هو، سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنه جون نظرون پياري محبوب جي پاڪ چهري تي ڪتل هيون، محبوب جو چهرو سامهون هو، دنيا جي ڪا پرواهه نه هئي.

هي ديد ڪهڙي نه ڀاڳن واري هئي، جيڪا صرف پنهنجي محبوب جي چهري جو ديدار ڪري رهي هئي. محبوب جيئن ئي غار ۾ آرام فرمائي رهيا ته هڪ عشق جو عجيب واقعو پيش آيو، هڪ عاشق به سوين سال پهريان انهيءَ انتظار ۾ ويٺو هو، ڪڏهن منهنجو نبي ڪريم ﷺ هن غار ۾ ايندو ۽ مونکي ديدار ڪرائيندو، جنهن لاءِ هڪ پيغمبر خوشخبري ٻڌائي هئي ته هن غارثور ۾

اهو محبوب ايندو جنهن لاءِ پوري دنيا ديواني هوندي، اهي لفظ ٻڌندي ئي هن عاشق دعا گهري هئي ته ڪاش! مون کي سوين سال عمر ملي وڃي جيستائين منهنجي محبوب جي ديدار جي جهلڪ نصيب ٿئي تيستائين موت نه اچي، گويا هن طرح چئي رهيو هو ته:

**پوءِ موت ماري ته ماري،**
**اول مولا مون کي محبوب ڏيکاري.**

سڄڻ جي اچڻ جي ڪري سڄي غار ۾ خوشبو ٿي وئي، هر طرف هٻڪار هئي، انهيءَ ڪري هن عاشق کي به محسوس ٿي ويو ته اڄ دلبر محبوب درشن ڪرائڻ لاءِ پهچي رهيو آهي، پوءِ ته خوشيءَ مان ڪڏندو غار جي چوطرف ڦرڻ لڳو، پر هر طرف کان رستو بند هو، صرف هڪ جاءِ تان جتي غار ۾ سوراخ هو، ان سوراخ تي هڪ عاشق جي پير جي کُڙي رکيل هئي، اتان اندر وڃڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو، پر رستو نه مليو، ان ڪري چڪ هڻڻ لڳو پر پوءِ به پير پري نه ٿيو، ان ڪري ڪاوڙ ۾ اچي زهر وارا چڪ هڻڻ لڳو، پر وريو ڪجهه به نه. رستو ائين ئي بلڪل بند هو، پر زهر وارن چڪن اهو اثر ڪيو جو هن عاشق رسول ﷺ جن جي چهري پاڪ تي ڪِريا، انهيءَ تي حضور ﷺ جن سجاڳ ٿي پيا ۽ فرمايائون ته:
**ما لک يا ابا بکر قال لدغت فداک ابي وامي.**
"اي ابوبڪر! توهان کي ڇا ٿيو؟ عرض ڪيائين ته يارسول الله ﷺ ماءُ پيءُ توهان تان قربان، ڪا شيءِ ڏنگي رهي آهي."
حضور ﷺ جن مُرڪي فرمايو ته "اي صديق اڪبر! اهو به تو جهڙو عاشق آهي ان به ڪافي انتظار ڪيو آهي پر رستو بند ڏسي توکي چڪ هڻي رهيو آهي، اهو هڪ نانگ آهي ان ڪري پير پري ڪر ته اهو به ديدار ڪري". پوءِ پاڻ پنهنجي وات جو لعاب حضرت ابوبڪر صديق جي کُڙيءَ کي لڳايائون، جيڪا ترياق بنجي وئي جنهن کي به نانگ وغيره ڏنگيندو هو ته ان کي ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي ڪڙي ڌوئي پياريندا هئا ته زهر ختم ٿي ويندو هو. پوءِ

اهو نانگ آيو ۽ محبوب جو ديدار ڪري معذرت ڪندي هليو ويو، هي سڀ عشق هو جو نانگ جا چڪ برداشت ڪيائين پر پير نہ هٽايائين تہ متان نانگ منهجي محبوب کي تڪليف پهچائي، ان وقت محبوب بہ سندن جي جهولي ۾ آرام ڪري رهيا هئا، سوچي پيو تہ شايد وري اهڙو موقعو نصيب نہ ٿئي ۽ حضور ﷺ جن ناراض ٿين ڇو تہ منهنجو محبوب ڪائنات جو محبوب هو، ان ڪي ڪير ناراض ڪرڻ جو تصور بہ نہ ٿو ڪري سگهي.

## مال بہ قربان!

عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ پروانن نہ صرف پنهنجي جان قربان ڪرڻ لاءِ تياري ڪئي پر ٻچا ٻار، ماءُ پيءُ، ڌن دولت مطلب تہ پوري ڪائنات بہ قربان ڪرڻ لاءِ تيار هئا، هي سفير عشق جي باني حضرت سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ جي رسول اڪرم ﷺ جن جي مٿان مال قربان ڪرڻ جو مثال ڪائنات جي وجود تائين روءِ زمين تي گونجندو رهندو، هي عاشقان رسول جي وچ ۾ هڪ اتفاق نہ پر عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ اڳرائين حاصل ڪرڻ جو سبق هو.

جڏهن ڪائنات جي محبوب ڪريم ﷺ غزوه تبوڪ جي موقعي تي حڪم فرمايو تہ "جان و مال خدا جي قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃو." ان وقت تمام صحابہ ڪرام هن امر کي پورو ڪرڻ لاءِ خوشيءَ مان جهومي جهومي پنهنجي محبوب جي بارگاهہ ۾ راهہ خدا ۾ خرچ ڪرڻ لاءِ جيترو ٿي سگهيو مال کڻي آيا، ان وقت سيدنا عمر فاروق رضي الله عنہ بہ موجود هو، سڄو پنهنجي گهر ۾ آيو ۽ گهر ۾ ڪافي مال هو ان ڪري پوري گهر جو سامان بہ اڌ ڪيائين، سوچيائين تہ:

**اليوم اسبقت ابا بكر ان سبقتہ يوما.**

"اگر اڄ جيڪو گهڻو مال آهي، آقا ﷺ جن جي بارگاهہ ۾ پهچائي.

سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنہ کان اڳرائي حاصل ڪري سگهيس تہ ممڪن آهي تہ ڪري سگهان."

پوءِ جيئن سڄو سامان کڻي بارگاهہ رسالت ۾ پيش ڪيائين تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ "اي عمر گهر ۾ ڪجهہ ڇڏي آيو آهين؟" عرض ڪيائين تہ

"يارسول الله ﷺ اڌ مال ڪٺي آيو آهيان، اڌ گهر ۾ ٻچن لاءِ ڇڏي آيو آهيان،"
ڪجهه دير ڪانپوءِ سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه به پهچي ويو، اچي بارگاهه رسالت ۾ پنهنجو سامان پيش ڪيائين، حضور ﷺ جن فرمايو ته:

**يا ابا بكر ما ابقيت لاهلك.**

"اي ابوبڪر پنهنجي گهروارن لاءِ به ڪجهه ڇڏي آيو آهين؟"
عرض ڪيائين ته:

**يا رسول الله ﷺ فداك ابي وامي ابقيت لهم الله ورسوله.**

"گهر ۾ صرف الله تعاليٰ ۽ ان جي محبوب ﷺ جو نالو ڇڏي آيوآهيان."

اهوڀڏي حضرت فاروق اعظم رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه کان راهه خدا ۾ خرچ ڪرڻ ۾ ڪير به اڳرائي نه ٿو ڪري سگهي. هي عشق مصطفيٰ ﷺ جي جهلڪ هئي، جو پوري گهر جو سامان کٺي آيا ۽ پنهنجي ٻچن لاءِ به ڪجهه نه ڇڏيائون. ڇو جو سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه کي خبر هئي ته ڪائنات جي محبوب پاڻ فرمايو ته:

**لايومن احدكم حتي اكون احب اليه من والده وولده والناس اجمعين.**
**(بخاري شريف)**

"توهان مان ڪوبه ان وقت تائين مومن نه ٿو ٿي سگهي جيستائين مون کي پنهنجي ٻچن، والدين، پنهنجي جان کان به وڌيڪ عزيز سمجهي، وڌيڪ محبوب سمجهي."

انهيءَ فرمان تي محبوب جي پرواني عمل ڪري ڏيکاريو جو پورو گهر قربان ڪري ڇڏيو، هي انهيءَ عاشق صادق جي محبت جو مثال آهي جنهن لاءِ ڪائنات جي محبوب پاڻ فرمايو آهي ته:

"صديق اڪبر جي مال جو بدلو ان کي صرف الله تعاليٰ ئي پاڻ ڏيندو."

ڇو ته ان محبوب جي رضا جي لاءِ جاني ومالي قرباني اهڙي طرح ڏني جنهن جو مثال انسانيت لاءِ مشعل راهه آهي.

# جسم جا ڪپڙا بہ قربان!

ڪاش! اهي ڏينهن ياد ڪري محبوب جي صحابہ ڪرام جي زندگي ڪي ڏسي اسان ڪي بہ اهڙي محبت نصيب ٿئي، جهڙي صحابہ ڪرام جي وار وار ۾ سمايل هئي پر اهو تمام مشڪل آهي چو تہ صحابہ تہ هاڻي ڪو بہ ٿي نہ سگهندو، جيڪڏهن انهن پيارن جي غلامي نصيب ٿئي تہ بہ وڏي سعادت آهي، انهن سان محبت ڪرڻ بہ ايمان جو جزو آهي، هي ڪائنات جي محبوب جي محبت جو مثال آهي، جنهن محبت ڪي رب ڪريم قبول فرمائي اعلان فرمايو تہ:

**قل لہ ءراض عني فقرڪ هٰذا ام ساخط (ازالة الخفا)**

"اي محبوب! ان صديق اڪبر (رضي الله عنہ) ڪي چئو پنهنجي فڪر ڪان راضي آهي يا ناراض."

هي محبت رسول ﷺ جي فنائيت جو مقام هو، هي عشق رسول ﷺ ۾ قربان ٿيڻ جو مقام هو، هڪ دفعي ڪنهن سائل اچي سوال ڪيو تہ ياصديق اڪبر، هن سائل ڪي خالي نہ موٽايو، سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ پنهنجي جان جا ڪپڙا بہ ڏئي ڇڏيا ۽ پاڻ ڪوسادو لباس جنهن ۾ بٽڻ بہ نہ هئا، اهي بہ ڪجين جي ڪانٽين سان سبيل هئا ڪجيءَ جي ڦرهن سان ڳنڍيل هئا، اهي ڪپڙا پهري ويٺا هئا، اها عشق رسول ﷺ جي نشاني ڪهڙي طرح پيش ڪجي، انهيءَ ڪي بيان ڪرڻ لاءِ قلم ڪي طاقت ناهي، قلم جون دانهون نڪري وڃن ٿيون، اديبن جو ادب ختم ٿي وڃي ٿو، صرف ايترو بيان ڪجي ٿو تہ جيئن ئي سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ پنهنجي جان تي ڪجيءَ جي ڦرهن سان ڳنڍيل ڪپڙا پاتا تہ اها ادا مالڪ ڪريم ڪي ايتري پسند آئي جو ملائڪن ڪي حڪم فرمايائين تہ "اوهان سڀ صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنہ جي سنت ادا ڪريو،" پوءِ اهو وقت بہ اچي ويو، جو رب ڪريم حضرت جبرائيل عليہ السلام ڪي فرمايوتہ "وڃ منهنجي محبوب ڪي ٻڌايو تہ سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ ڪي چوي تہ:

**قل لہ اراض فقرڪ هٰذا ام ساخط.**

"اي صديق اڪبر الله تعاليٰ جي طرفان عطا ڪيل فقيري تي راضي آهين يا ناراض؟"

اهي الفاظ جيئن صديق اڪبر رضي الله عنہ ٻڌا تہ پاڻ فرمايائون تہ:
**اناعن ربي راض**
**انا عن ربي راض.**
”مان پنهنجي رب کان راضي آهيان.“
**هي ڪهڙي ادا هئي، هي ڪهڙو عشق هو،هي ڪهڙو مقام هو، سوچيو، سوچيو ۽ سوچيندا رهو.........!**

# آقا ﷺ جي مراد

دنيا جي عشق ۽ محبت ۾ هي اصول ڏسڻ ۾ آيو آهي ته محبت ۽ عشق ڪڏهن به ڪنهن ڪان ڍڪجي ناهن سڪيا. جڏهن دل ۾ چٽنگ دڪندي آهي ته پوءِ اک چنبي ۾ اهي راز ظاهر ٿي ويندا آهن جو ڏسندڙ اهو محسوس ڪندو آهي ته شايد هي سوين سالن جو پراڻو رشتوآهي، جيڪو محبت جي مالها ۾ ڳتيل آهي، هاڻي ظاهر ٿيڻ سان ئي هر پاسي خوشبو وکيري رهيوآهي، اهڙي محبت ڪنهن خوشنصيب جي مقدر ۾ تحرير ٿيل هوندي آهي، هي انهيءَ محبت جو مثال آهي اگر دل سان پڙهي عمل ڪجي ته سون تي سهاڳو آهي.

سر زمين مڪي تي هڪ نوجوان کي عڪس محبت جو جلوو ڏيکاريو ويو جنهن کي ڏسي محسوس ڪيائين ته اهڙي حسين شيءِ جي تعريف الفاظن ۾ نه ٿي ڪري سگهجي، انهيءَ کي معلوم ڪرڻ لاءِ سوال ڪيائين ته هي ڇا آهي؟" عالم غيب کان آواز آيو ته هي الله تعاليٰ جي محبت آهي، وري معلوم ڪيائين، ڪٿان ملندي؟ آواز آيو ته جڏهن توهان ڪائنات جي محبوب نبي ڪريم ﷺ وٽ پنهنجي غلطين جي معافي وٺندو، انهيءَ محبوب تي ڪلمو پڙهندو.

انهيءَ حسين صورت هن نوجوان جي دل ودماغ ۾ هڪ عجيب ڪيفيت برپا ڪري ڇڏي هر وقت انهيءَ سوچ ويچار ۾ مستغرق رهڻ لڳو، هڪ ڏينهن عجيب اتفاق ٿيو جيئن ئي هي نوجوان ڪعبته الله شريف ۾ آيو ۽ اتي ڏٺائين ته هن جي اڳيان حضور ﷺ جن سورة الحاقه جي تلاوت ڪري رهيا هئا جيئن ئي قرآن پاڪ جو آواز ٻڌائون ته پاڻ بيهي آرام سان ٻڌڻ لڳا، سوچڻ لڳا ته هي شخص شايد شاعر آهي، جيڪي مڪي جا ڪفار چون ٿا، اهو سچ آهي انهيءَ وقت حضور اڪرم ﷺ جن تي هيءَ آيت مبارڪ نازل ٿي:

"اِنَّهٗ لَقَوْلُ رَسُوْلٍ كَرِيْمٍ O وَمَاهُوَ بِقَوْلِ شَاعِرٍ قَلِيْلًا مَّا تُؤْمِنُوْنَ."(پاره 29 سوره الحاقته)

"بيشڪ اهو رسول ڪريم ﷺ جو قول آهي، ڪنهن شاعر جو قول ناهي، توهان مان تورڙا ايمان آڻين ٿا."

اها آيت ڪريم ٻڌڻ سان دل ۾ سوچڻ لڳو تہ هي جادوگر آهي تہ انهيءَ وقت حضور ﷺ جن هيءَ آيت پڙهي تہ:

”وَلَا بِقَوْلِ كَاهِنٍ ط قَلِيلًا مَّا تَذَكَّرُونَO تَنزِيلٌ مِّن رَّبِّ الْعَالَمِينَ.“ (پ 27 سوره الحاقتہ)

”۽ نہ جادوگر آهي ٿورڙا توهان نصيحت حاصل ڪريو ٿا، هي ڪتاب الله تعاليٰ جي طرفان نازل ٿيل آهي.“

هيءَ آيت ٻڌي هن نوجوان جي دل ۾ نور ايمانيت پيدا ٿيڻ شروع ٿي ويو ۽ واپس گهر هليو ويو، پر هر وقت انهيءَ سوچ ويچار ۾ گم رهندو هو. جيئن تہ هي نوجوان ٻچپن کان ئي ڪافرن سان گڏ رهيوهو ۽ مسلمان نہ ٿيو هو انهيءَ ڪري ڪافرن هن نوجوان کي حضور ﷺ جن جي خلاف پڙڪايو، آخر اهو ڏهاڙو بہ اچي ويو جو اگهاڙي تلوار هٿ ۾ کڻي حضور ﷺ جن کي شهيد ڪرڻ جي ارادي سان هي نوجوان گهر مان نڪري ويو، پر ڪيس رستي ۾ اهڙو شخص مليو جنهن هن کي ٻڌايو تہ ”نبي ڪريم ﷺ جن کي شهيد ڪرڻ کان پهريان پنهنجي گهر جي خبر چار لهہ، تنهنجي ڀيڻ ۽ ڀيڻويو مسلمان ٿي چڪا آهن.“ جيئن ئي اها ڳالهہ ٻڌائيين تہ ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو، سڌو اچي گهر ۾ پنهنجي ڀيڻ ۽ ڀيڻويي کي مارڻ لڳو پر ان جي ڀيڻ علي الاعلان چئي ڇڏيو هو تہ ”اسين مسلمان ٿي چڪا آهيون، هاڻي توهان جي مار اسان کي پنهنجي ارادي تان هٽائي نہ ٿي سگهي.“

جيئن ئي اهي الفاظ ٻڌائيين تہ نرم ٿي ويو ۽ قرآن پاڪ جا ورق گهرايائين پوءِ جيئن ئي سورت طٰہ جون آيتون ٻڌئين تہ بي اختيار چئي ڏنائين تہ ”مون کي پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ جن وٽ وٺي هلو.“ جيئن ئي حضور اڪرم ﷺ جن جي خدمت ۾ آيو تہ پاڻ ان کي ڪلمو پڙهايائون ۽ الله اڪبر جو نعرو بلند ڪيو، جنهن سان مڪي جا جبل بہ گونججي ويا. جيئن ئي آقا ﷺ جي چهري انور تي نظر پئي تہ ديوانو بڻجي ويو.

جيڪو نوجوان ڪجهہ گهڙيون پهريان دشمن بنجي آيو هو اهو هاڻي پنهنجي آقا ﷺ تي جان بہ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو ۽ عرض ڪيائين تہ هاڻي

ڪعبته الله شريف ۾ علي الاعلان نماز پڙهنداسين، پوءِ ڪائنات جي رنگين آسمان هي منظر ڏٺو جو هي قافلو علي الاعلان حرم پاڪ ۾ نماز پڙهي رهيا هئا.

اوهان ڪي خبر آهي ته اهو ڪيرهو ؟ اهو نوجوان سيدنا عمرفاروق رضي الله عنه هو جنهن اسلام آڻڻ سان گڏ جيڪو عشق ومحبت جو سبق ياد ڪيو، ان ڪي حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن روءِ زمين قربان ڪجي ته به ٿوري آهي، ان فاروق اعظم رضي الله عنه پنهنجي پوري زندگي پنهنجي محبوب آقا ﷺ جي محبت ۾ قربان ڪري ڇڏي، هي چند جهلڪيون آهن جيڪي عاشقان رسول ﷺ جي لاءِ فخر جو سرمايو آهن.

# رت جا رشتا به ختم

عشق به ڪهڙي شيءِ آهي جو محبوب جي مٿان هر شيءِ، رشتا، وطن، مال، اولاد، عزيز اقارب ۽ سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ هر وقت عاشق ڪي تيار رهڻو پوي ٿو، هي حضرت عمرفاروق رضي الله عنه جي محبت جو عجيب مقام هو، اسلام جي پهرين جنگ مدينه پاڪ جي ويجهو بدر جي مقام تي لڳي، جنهن ۾ تقريبن 313 صحابه ڪرام نا مڪمل سامان سان گڏ، جذبي جهاد سان سرشار پنهنجي پيغمبر ﷺ جن تي قربان ٿيڻ لاءِ تيار هئا، ٻئي طرف مڪي جا تقريبن 1000 ڪفار سازوسامان سان گڏ وڏيون تياريون ڪري آيا، انهيءَ جنگ ۾ مسلمانن ڪي ڪاميابي ڪيئن نصيب ٿي؟ اهو آقا ﷺ جن جي هٿڙن مبارڪن جو ڪمال هو، پر حضرت عمرفاروق رضي الله عنه جي عشق جو مقام هن طرح هو جو جنگ جي ميدان ۾ سندن جو سڳو مامو عاص بن هشام بن مغيره ڪاوڙ ۾ تلوار هلائي رهيوهو، جيڪو ڪافر هو، جيئين ئي عمر فاروق اعظم رضي الله عنه جي سامهون آيو ته حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه اهڙو ته زور سان تلوار جو وار ڪيو جو ان جي مٿي ڪي چيري واڇن تائين پهچي وئي ۽ ان ڪي اڌو اڌ ڪري ماري وڌائين. هي اعلان فاروق اعظم رضي الله تعاليٰ عنه تا

قيامت ڪري ڇڏيو تہ منهنجو سڳو مامو جيڪو نبي ڪريم ﷺ جو دشمن هو اهو منهنجو دشمن آهي، هي گستاخ رسول آهي تہ عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنہ جي تلوار ان کي چيري ماري ڇڏيندي، هي عشق جو عجيب مثال هو جنهن ۾ قريبي رشتا بہ ختم ٿي ويا.

## صرف توهان جو ديدار ئي ڪافي آهي

نبي ڪريم ﷺ جن جي محبت ايمان جي نشاني آهي اها محبت ڪامل آهي تہ ايمان بہ ڪامل آهي، هڪ دفعي حضور اڪرم ﷺ جن پنهنجي ازواج مطهرات ڪان ڪنهن سبب جي ڪري جدائي اختيار ڪئي، ان وقت پاڻ اڪثر ڪري جدا رهندا هئا ۽ هڪ غلام حضرت رباح سندن جي خدمت ۾ هوندو هو، پاڻ سڳورن ﷺ جن ڪجور جي وڻ جي ذريعي بالاخانہ ۾ ايندا ويندا هئا جنهن ڪري سندن کي ڪافي تڪليف پڻ ٿيندي هئي.

انهيءَ واقعي جي خبر جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جن جي عاشق حضرت عمرفاروق رضي الله تعالىٰ عنہ جن کي پئي تہ پاڻ پريشاني جي عالم ۾ ڪاشانہ نبوي جي دروازي تي حاضري ڏنائون، اجازت طلب ڪيائون، دروازي تي غلام رباح موجود هو، ٽي دفعا اجازت نہ ملي. آخر سيدنا فاروق اعظم رضي الله تعالىٰ عنہ فرمايو اي رباح منهنجي آقا ﷺ جن کي عرض ڪر تہ مان صرف توهان جي زيارت لاءِ حاضر ٿيو آهيان، شايد توهان محسوس ڪيو تہ پنهنجي نياڻي (بيبي حضور جيڪا نبي ڪريم ﷺ جن جي گهرواري هئي) جي سفارش لاءِ آيو آهيان، **والله اِنّ امرني ان اضرب عُنقها لأضربن عُنقها (ازالة الخِفا).**

"يارسول الله ﷺ اگر توهان حڪم ڪيو تہ حفصہ جو گردن ڪٽي ڇڏيان."

عشق انتها تي پهچي چڪو هو، ان ڪري حضور اڪرم ﷺ اجازت ڏني، سيدنا عمر فاروق رضي الله عنہ جيئن ئي بالاخانہ ۾ آيو ۽ حضور اڪرم ﷺ جن کي هڪ ڪجي جي تڏي تي ويٺل ڏٺائين، جتي آقا ﷺ جن آرام ڪندا هئا، انهيءَ ڪري سندن جي جسم مبارڪ تي تڏي جا نشان پئجي ويا هئا، اها حالت ڏسي حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ روئڻ لڳو، حضور ﷺ جن فرمايو "اي ابن خطاب ڇو روئي رهيو آهين؟"

عرض ڪيائين تہ "يارسول الله ﷺ چو نہ روئان، جو توهان جي پاڪ جسم مبارڪ تي تڏي جا نشان ٿي ويا آهن جڏهن تہ قيصر وڪسريٰ باغ وبهار غلم وغاليچن تي آرام ڪري رهيا آهن،"

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايوتہ "اي فاروق آخرت اسان جي لاءِ ۽ دنيا انهن جي لاءِ آهي." ۽ هي عشق مصطفيٰ ﷺجي درد جي ڪهاڻي هئي جو پنهنجي نياڻي جو گردن اڏائڻ لاءِ بہ تيار هئا، پنهنجي محبوب جي غربت ڪي ڏسي روئي رهيا هئا، پر جڏهن دل جاءِ ملي تہ پوءِ ڪجهہ سڪون مليو، هي سڀ ڪجهہ صرف محبوب جي محبت ۾ هو.

هڪ دفعي نبي ڪريم ﷺ جن مال غنيمت ورهائي رهيا هئا تہ هڪ شخص حضور ﷺ جن کي چيو تہ:

**اعدل يا محمد ﷺ**

"انصاف ڪيو اي محمد ﷺ."

اهو ٻڌي عاشق جي وار وار ۾ گستاخ رسول جي الفاظن لاءِ نفرت پڙڪي ۽ تلوار لهرائڻ لڳي ۽ عرض ڪيائين تہ "يارسول الله اجازت ملي تہ هن منافق جي گردن اڏائي ڇڏيان" پاڻ ﷺ فرمايائون تہ "اي عمر! هي هڪ ناهي پر هن جهڙا ڪوڙ پيدا ٿيندا جيڪي مون سان دشمني رکندا."

## حجر اسود کي چمڻ

هڪ دفعي حضرت سيدنا عمرفاروق رضي الله عنہ ڪعبتہ الله شريف جو طواف ڪري رهيا هئا جڏهن حجر اسود تي نظر پين تہ بي اختيار چوڻ لڳا تہ اي حجر اسود توکي انهيءَ ڪري چمان ٿو جو توکي منهنجي محبوب ﷺ چميو آهي جيڪڏهن رسول الله ﷺ توکي نہ چمي ها تہ مان بہ توکي نہ چمان ها!.

جڏهن محبوب ظاهري طور تي جدا ٿيندو آهي تہ اها ڪيفيت بيان ڪرڻ کان ٻاهر ٿي ويندي آهي، نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن پنهنجي خالق حقيقي سان ملڻ ويا هن دنيا کي الوداع چيائون تہ ان وقت هر عاشق جي عجيب ڪيفيت هئي پر سيدنا عمر فاروق رضي الله عنہ جي ڪيفيت بلڪل مختلف هئي پاڻ اها ٻڌڻ

لاءِ بہ تيار نہ هئا ۽ اگهاڙي تلوار هٿ ۾ کڻي چئي رهيا هئا تہ جيڪو بہ محبوب جن لاءِ اهو چوندو تہ ان جو گردن لاهي ڇڏيندس.

هي اها ڪيفيت هئي جنهن کي صرف عشق وارو ئي محسوس ڪري سگهي ٿو، دل ودماغ تي تصور محبوب سمايل هو، انهيءَ ڪري ٻي ڪا خبر ٻڌڻ لاءِ بہ تيار نہ هئا.

## محمد ﷺ نالي جو ادب

هڪ دفعي هڪ شخص حضرت زيد بن خطاب رضي الله تعاليٰ عنہ جي پوٽي کي جنهن جو نالو محمد هو، انهيءَ نالي سان سڏ ڪري گهٽ وڌ ڳالهايو، جڏهن حضرت عمرفاروق رضي الله عنہ جن کي خبر پئي تہ پاڻ تڙپڻ لڳا.

انهيءَ وقت ئي ان جو نالو مٽائي عبدالرحمان رکيائون تہ جيئن ڪو محبوب جي نالي جي بي ادبي نہ ڪري سگهي.

## موت مديني ۾

محبت جي تقاضا اهي تہ محبوب جي هر ادا محبوب لڳندي آهي، محبوب جو ملڪ بہ محبوب لڳندو آهي، محبوب جو قول وفعل بہ محبوب لڳندو آهي، ان ڪري سيدنا عمر فاروق رضي الله عنہ هر وقت دعا گهرندا هئا تہ "ياالله مون کي موت اهڙو گهرجي جيڪو محبوب جي شهر ۾ هجي،" هي اها محبت هئي جنهن جي ڪري سيدنا عمرفاروق رضي الله عنہ پنهنجي محبوب سان زندگي جي سفر ۾ بہ گڏ هئا ۽ اڄ بہ روضي پاڪ ۾ گڏ آهن تہ قيامت ۾ بہ گڏ هوندا. هي عشق مصطفيٰ ﷺ جي درد جي جهلڪي دل ۾ محسوس ڪري، اهو درد حاصل ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات اها ئي دعا گهرجي تہ عشق مصطفيٰ جي چڻنگ نصيب ٿئي.

# ٻچا ٻہ قربان!

عشق مصطفيٰ ﷺ جا هزارين نہ پر ڪروڙين مثال توهان کي دنيا جي تختي تي ملندا پر هي سيدنا فاروق اعظم رضي الله عنہ جي عشق جو مثال آهي جنهن کي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان وار وارڪاندارجي وڃي ٿو، دل ودماغ چڪرائجي وڃن ٿا اي فاروق اعظم رضي الله تعاليٰ عنہ تنهنجي عشق کي ڪروڙين سلام..!

سيدنا ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ جي خدمت ۾ ڪجھ دوست ويٺا هئا، انهن جي درميان اصحابہ ڪرام جي ڳالھ شروع ٿي وئي، ڳالھ هلندي سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ جن جي شان تائين پهتي ۽ ان کان بعد ۾ سيدنا عمر فاروق رضي الله عنہ جو ذڪر شروع ٿيو تہ حضرت ابن عباس روئڻ لڳا، حتيٰ ڪہ پاڻ بيهوش ٿي ويا جڏهن هوش ۾ آيا تہ پاڻ فرمايائون تہ خدا تعاليٰ رحمت ڪري حضرت عمرفاروق رضي الله عنہ جنهن قرآن ڪريم پڙهيو، پنهنجي نبي ڪريم ﷺ جن کان ان جو صحيح تفسير ۽ علم سکيو، ان تي عمل ڪري ڏيکاريو. پوءِ سيني سوال ڪيو تہ اسان کي حضرت عمرفاروق جي حد لڳائڻ جي ڳالھ ٻڌايو، حضرت ابن عباس فرمايو تہ هڪ دفعي عمر فاروق رضي الله عنہ جي فرزند حضرت عبدالرحمان ابوشحمہ مصر ۾ شراب پيتو، جنهن ڪري ان کي حضرت عمر بن عاص رضي الله تعاليٰ عنہ گھر ۾ بند ڪري حد لڳائي پر جڏهن انهيءَ ڳالھ جي حضرت عمرفاروق رضي الله عنہ کي خبر پئي تہ پاڻ حضرت عمر بن عاص کي خط لکيائون تہ ”توهان تي تعجب آهي جو توهان منهنجي پٽ کي ماڻهن جي سامهون ڪوڙا نہ هنيا، هاڻي جيئن ئي هي خط اوهان کي پهچي تہ ان کي اگھاڙي پٺي واري اٺ تي ويهاري هڪڙي ڪپڙي ۾ ويڙهي موڪل تہ جيئن ان کي پنهنجي برائيءَ واري ڪم جي خبر پئي“ پوءِ ائين ئي ڪيو ويو جيئن ئي حضرت عبدالرحمان ابوشحمہ مديني ۾ پهتو تہ پاڻ ان کي ماڻهن جي سامهون ڪوڙا هڻائڻ شروع ڪيائون، جڏهن 70 ڪوڙا لڳا تہ ان پاڻي جو ڍڪ گھريو، پر ان کي حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ فرمايو تہ ”توهان

ڪي حضور جن حوض ڪوثر جو پاڻي پياريندا،“ هي منظر ڏسي صحابہ روئندا رهيا ۽ ابوشحمہ پنهنجي بابي عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ کي رحم لاءِ عرض ڪندو رهيو ان تي فاروق اعظم رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ ٻچا تو تي ۽ مون تي الله تعاليٰ رحم ڪندو جڏهن 80 ڪوڙا لڳا تہ پٽ چيو تہ:
**السَّلامُ عَليکَ يا امِيرَالمُئومِنين.**

حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ وعليڪم **السلام** اي ٻچڙا، مهنجي محبوب ﷺ جن کي عرض ڪجانءِ تہ يارسول الله توهان جو غلام عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ توهان جي قرآن ڪريم ۽ ان جي حدن کي قائم رکڻ لاءِ جان جي بازي لڳائڻ لاءِ هر وقت تيار آهي، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ “اي غلام ڪوڙا هڻ،” جڏهن 90 ڪوڙا لڳا تہ صحابہ ڪرام روئي چوڻ لڳا تہ باقي 10 ڪوڙا ٻئي دفعي لڳائجو، فاروق اعظم رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايوتہ “جيئن گناهہ يا مصيبت پوئتي نہ ٿي ٿئي، اهڙي طرح ڪوڙا هٽڻ بہ پوئتي نہ ٿيندا،” ان وقت اميرالمومنين عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهرواريءَ کي ڪنهن رڙ ڪري ٻڌايوتہ اها بہ روئندي رهي، چوڻ لڳي، ”اي اميرالمومنين هڪ هڪ ڪوڙي جي عيوض پيادل حج ڪنديس، صدقہ خيرات ڪنديس، هن کي معاف ڪيو.“ پر پاڻ فرمايائون تہ ”توهان جا حج هن حد جي برابر نہ ٿي سگهندا.“

پوءِ غلام مارڻ شروع ڪيو، جڏهن آخري ڪوڙو لڳو تہ ان وقت حضرت ابوشحمہ جو دم پرواز ٿي ويو، ان وقت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ رڙ ڪئي ۽ فرمايوتہ اي ٻچڙا الله تعاليٰ تنهنجون خطائون معاف ڪري ڇڏيون.“ پوءِ ان جو مٿو پنهنجي جهولي ۾ رکيو ۽ فرمايو تہ ”منهنجو ابو توتي قربان ٿئي تو سچائيءَ تي سِر ڏنو، تون اهو آهين جو توتي تنهنجي ابي رشتہ دار بہ رحم نہ ڪيو،“ پوءِ جيئن ماڻهن ڏٺو تہ حضرت ابوشحمہ فوت ٿي چڪو هو تہ ان وقت تمام صحابہ ڪرام روئي رهيا هئا. انهي واقعي کي 40 ڏينهن گذريا تہ هڪ دفعي جمعي ڏينهن صبح جو حضرت حزيفہ بن اليمان خواب ڏٺو تہ حضور ﷺ جن سان گڏ ابوشحمہ آهن ۽ انهن کي 2 ساوا جوڙا ويڙهيل آهن، حضور جن ﷺ فرمايو تہ ”حضرتِ عمر فاروق رضي الله عنہ کي منهنجا سلام چئجان، اهو بہ

چئجان تہ ائين قرآن ڪريمر پڙهي ان جي حدن کي قائمر رکي،" حضرت ابوشحمہ چيو تہ "اي ابوحذيفہ منهنجا بہ بابي کي سلامر چئجان الله تعاليٰ توکي پاڪ ڪري، جيئن تو مون کي پاڪ ڪيو."

هن واقعي کي پڙهڻ کان بعد ۾ ڪجهہ وقت ويهي دل ۾ تصور ڪيو تہ هي ڪهڙو عشق هو، جو پنهنجي جگر جي ٽڪرن کي بہ حضور ﷺ جن جي ڏسيل طريقي تي قربان ڪرڻ کان بہ نہ ڪيٻائون، هي اهو عشق آهي جيڪو حضور ﷺ جن پنهنجي عاشقن جي سيني ۾ پريو هو، رڳ رڳ ۾ ڦوڪيو هو هتي عقل نہ هلندو هتي علمر نہ هلندو صرف عشق جو مقامر......!

# ذوالنورين شام جي سفر ۾

آڌيءَ رات جو هڪ نوجوان خواب ڏسي رهيو هو ۽ ان کي ڪو چئي رهيو هو ته اي نوجوان اٿي سجاڳ ٿي محمد ﷺ جو ظهور ٿيڻ وارو آهي، هي الفاظ شام ملڪ جي سفر جي دوران هي نوجوان خواب ۾ ٻڌي رهيو هو، پوءِ جيئن ئي مڪي پاڪ ۾ واپس آيو ته حضرت سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه هن 34 سالن جي جوان کي ايمان جو پيغام پهچايو، اها دين اسلام جي شمع جي ڳالهه ٻڌندي ئي ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي ويو، جيئن ئي ڪلمو پڙهيائين ته عشق مصطفيٰ جيڪو هن نوجوان جي مقدر ۾ تحرير ٿيل هو، ظاهر ٿيڻ لڳو، پوءِ واپس گهر آيو پنهنجي محبوب ﷺ جن جي پرچار ڪرڻ لڳو، ته سندس چاچي هن نوجوان کي هڪ رسي ۾ ٻڌي هڪ ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ حد کان زياده تڪليفون ڏيڻ لڳو، جيئن تڪليفون وڌڻ لڳيون ته هن نوجوان جو ٻه عشق جو نعرو علي الاعلان شروع ڪيو، پنهنجي چاچي کي هي الفاظ چئي ڏنائين ته "اي چاچا! تنهنجي تڪليف مون کي محبوب کان جدا ڪري نه سگهندي ڪافي تڪليفن کان بعد ۾ هن نوجوان کي چاچي بيزار ٿي ڇڏي ڏنو ته جيئن ئي آزاد ٿيو ته سڌو اچي محبوب جو ديدار ڪيائين.

هي شخصيت حضرت سيدنا عثمان غني رضي الله عنه جي هئي، پاڻ اسلام آڻڻ کان بعد ۾ پهريون شخص هو جنهن پنهنجي محبوب جي حڪم سان پنهنجي گهرواري سان گڏ هجرت ڪيائين.

حضرت سيدنا عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي محبوب جي عشق جو اصول هن طرح بيان ڪيو ته "جنهن ڏينهن پنهنجي محبوب جي هٿ سان هٿ ملايم، ان ڏينهن کان وٺي هن هٿ سان پنهنجي اگهڙ کي ٻه نه ڇهيو آهي، چوته هي هٿ منهنجي محبوب ﷺ جن جي هٿ سان مليو آهي هاڻي انهي هٿ سان اگهڙ کي ڇهڻ بي ادبي آهي"

هڪ دفعي هڪ سائل محبوب ڪريم ﷺ جن وٽ حاضر ٿيو پاڻ ان کي حضرت عثمان غني رضي الله عنه ڏانهن موڪليو، جنهن الله تعاليٰ جي نالي

جي وسيلي ۾ ڪجھ گھريو تہ پاڻ ان کي الله جي راھ ۾ ڪجھ خيرات ڏنائون، وري اھو ئي ساڳيو شخص حضور ﷺ جن جي وسيلي سان ڪجھ گھرڻ لڳو، تہ پاڻ فرمايائون تہ ھي سڄو مال تنھنجو تہ ھي عثمان بہ تنھنجو، ڇونہ اسان کي دين، ايمان، قرآن، رب رحمان بہ اسان جي محبوب جي ڪري ئي مليو آھي. ھي اھي پروانہ ھئا جنھن شمع رسالت تي ھر شيءِ قربان ڪري ڇڏي.

## قرآن پاڪ جو نزول

غزوه تبوڪ تي پاڻ ڪريم ﷺ جن مجاھدن جي لاءِ سامان جو اعلان فرمايو تہ ان وقت حضرت عثمان غني رضي الله عنہ محبوب جي بارگاھ ۾ ٽي سو اٺ سامان سان ڀريل پيش ڪيا، ھڪ ھزار دينار بہ پنھنجي محبوب ڪريم ﷺ جن جي حوالي ڪيا، پاڻ ڪريم ﷺ جن انھن درھمن کي پنھنجي جھوليءَ ۾ اٿلائي رھيا ھئا ۽ ھي الفاظ چئي رھياھئا تہ "يا الله مان عثمان کان راضي آھيان تون بہ راضي ٿيءُ" ان وقت حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي شان ۾ آيت نازل ٿي.

**"فَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مِنۡكُمۡ وَاَنۡفَقُوۡا لَهُمۡ اَجۡرٌ كَبِيۡرٌ." (پاره 27 سوره الحديد)**

"جن توھان مان ايمان آندو ۽ خرچ ڪيو، الله تعاليٰ جي راھ ۾ انھن لاءِ وڏو اجر آھي."

انھيءَ عجيب موقعي تي منھنجي محبوب نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪا بہ خطا ڪئي يا اڳتي ڪندو تہ اھا معاف آھي.

# آهي ڪو عاشق!

مڪي پاڪ کان جڏهن مسلمان هجرت ڪري مديني ۾ آيا تہ ان وقت پاڻي جي تمام کوٽ هئي، هڪ ئي کوهہ هو، جيڪو يهوديءَ جي حوالي هو، اهو بہ تمام مهانگي ڏوڪڙن عيوض پاڻي ڏيندو هو، جيڪي خريد ڪرڻ جي طاقت رکندا هئا اهي تہ پاڻي وٺي ايندا هئا پر جيڪي غريب هئا اهي کاري پاڻي تي گذارو ڪندا هئا. اها خبر محبوب ڪريم ﷺ جن کي تمام گهڻي تڪليف پهچائي رهي هئي. انهيءَ ڪري پاڻ اعلان فرمايائون تہ "آهي ڪو اهڙو مومن جيڪو هن کوهہ کي خريد ڪري مسلمانن لاءِ وقف ڪري ڇڏي؟" جيئن ئي اهي پاڪ الفاظ سندن جي پاڪ زبان مان نڪتا تہ ان وقت حضرت عثمان غني رضي الله عنہ کوهہ کي خريد ڪري مسلمانن لاءِ وقف ڪري ڇڏيو.

# آقا جي ياد ۾

حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي محبت جو اهو عالم هو جو پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ جن کي ياد ڪري راتيون روئيندا هئا ۽ هر وقت تصور يار ۾ مستغرق هوندا هئا، سڄي رات قرآن پاڪ پڙهندا هئا. فرمائيندا هئا تہ "هي اهو قرآن پاڪ آهي جيڪو مون کي محبوب ڪريم ﷺ جن ياد ڪرايو آهي." اطاعت رسول ﷺ ۾ عشق رسول ﷺ ۾ ، ادب رسول ﷺ ۾ حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي زندگي عاشقن لاءِ راهہ هدايت آهي.

# آقا ڪانسواءِ طواف نہ ڪندس

حضور ﷺ جن جڏهن مڪي مڪرمہ ڏانهن عمري جي ارادي سان مديني کان هليا تہ ان وقت پاڻ ڪريم ﷺ جن سان صحابہ ڪرام بہ گڏ هئا، پاڻ

جڏهن حديبه جي مقام تي آيا ته پاڻ حضرت عثمان رضي الله عنه کي مکي پاڪ جي انهن مظلوم مسلمانن جي طرف موڪليائون جيڪي ڪمزور هئا ۽ ان سان گڏو گڏ مڪي جي ڪافرن سان ڳالهيون ڪرڻ لاءِ به موڪليائون، حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه ڏاچي تي سوار ٿي ڪعبته الله شريف ڏانهن اڪيلا پنهنجي محبوب جي فرمان مطابق هلڻ لڳا، رستي ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه کي پنهنجو سئوٽ ايان بن سعيد بن عاص به مليو، پاڻ جيئن ئي مکي پاڪ ۾ آيا ته مڪي جا ڪافر ڪين گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا، پر پاڻ انهن کي ڪجهه به نه چيائون، آخر ڪار ڳالهين جي لاءِ ڪافر متفق ٿيا، ان وقت حضرت عثمان غني رضي الله عنه کي سوٽ چيو ته "توهان آيا به آهيو توهان کي ڪعبته الله شريف جو طواف ڪرڻ جي اجازت آهي، اگر توهان طواف ڪرڻ چاهيو ته ڪري سگهو ٿا." عثمان غني رضي الله عنه اهو جواب ڏنو جيڪو سون جي ورقن تي به لکجي ته ان جو حق ادا نه ٿيندو. پاڻ فرمايائون:

**يا ابن عم ان لنا صاحبا لا نبتدع امرا هو الذي يكون يعمل فنتبع اثره.**

"اي منهنجا سوٽ، اسان کي محبوب ڪريم ﷺ جيڪو حڪم ڪندو آهي اسين انهيءَ جي اقتدا ڪيون آهيون، پنهنجي طرف کان ڪوبه ڪم نه ڪندا آهيون."

**انهيءَ ڪري مان طواف پنهنجي آقا کانسواءِ نه ڪندس.**

هي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جو عقيدو هو ته اگر حضور ﷺ جن جي غيرموجودگيءَ ۾ طواف ڪرڻ جي اجازت ملي ته به طواف نه ڪندس، چو ته طواف به منهنجي محبوب جي ڪري نصيب ٿيو، جڏهن محبوب کي اجازت ناهي ته پوءِ اسين ڇا لاءِ طواف ڪنداسين، هي عشق مصطفيٰ ﷺ جو اعليٰ مقام هو جو اهڙي عبادت کي به محبوب جي مٿان قربان ڪري ڇڏيائون.

ان وقت ڪجهه ماڻهن اها ڳالهه هلائي ڇڏي ته حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کي ڪافرن شهيد ڪري ڇڏيو آهي، پاڻ ڪريم ﷺ جن ان وقت پنهنجيءَ هٿ مبارڪ تي ٻيو هٿ مبارڪ رکي حضرت عثمان جي طرفان بيعت

ڪري رهيا هئا ۽ صحابہ ڪرام بہ بيعت ڪري رهيا هئا ان وقت ڪنهن شخص چيو تہ حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ طواف ڪندو هوندو تہ انهيءَ وقت حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ:

**فقال النبي ﷺ ومكث ماطاف حتيٰ اطوف.**

"جيستائين آئون طواف نہ ڪندس تيستائين حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ بہ طواف نہ ڪندو."

هي محبت جو مقام هو جو حضور ﷺ جن پاڻ گواهي ڏئي رهيا هئا تہ طواف اسان ڪان سواءِ عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ نٿو ڪري سگهي.

(ازالتہ الخفا ج4)

## ياالله! مان حضرت عثمان ڪان راضي آهيان!

حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنها ڪان روايت آهي تہ هڪ دفعي چار ڏينهن لڳاتار حضور ﷺ جن جي گهر ۾ ڪا بہ شيءِ کائڻ جي لاءِ نہ هئي اهڙي حالت تي وئي جو ننڍڙا ٻار بک ڪان تڙپڻ لڳا. پوءِ حضور ﷺ جن گهر ۾ آيا ۽ فرمايائون تہ "اي عائشہ! توهان وٽ ڪجهہ سامان آيو يا نہ؟" مون عرض ڪيو تہ "يارسول الله، توهان ڪان سواءِ ٻيو ڪير ڪٽي ايندو؟!" پوءِ پاڻ وضو ڪري نفل پڙهڻ لڳا ۽ دعا ڪرڻ لڳا.

ان وقت حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ اچي ويو ۽ پڇا ڪيائين تہ "امڙ مومنن جي ماءُ ،حضور اڪرم ﷺ جن ڪٿي آهن؟" مون ٻڌايو تہ ٻاهر نڪري ويا آهن. پاڻ بک جي ڪري ڪمزور محسوس ٿي رهيا هئا، اهو ٻڌي حضرت عثمان روئڻ لڳا، عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ "دنيا ڪيتري نہ بُري آهي،" وري چيائون تہ "اي امڙ! توهان ڪنهن کي اسان مان ٻڌايو ها،" ايئن چئي ٻاهر هليا ويا، ڪجهہ دير ڪان پوءِ ڪيئي اٺ سامان سان پري ڪٽي

آيا، هڪ ڪُنل ٻڪري ۽ ٻچل گرشت ۽ مانيون ٻہ ڪٽي آيا ۽ 300 درهم هڪ ٿيلهي ۾ ٻہ ڪٽي آيا مون کي قسم ڏنائون تہ جڏهن ٻہ اوهان کي اهڙي ضرورت پئي تہ مونکي ضرور ٻڌائجو، ڪجهہ دير ڪانپوءِ پاڻ آيا ۽ مون انهن کي سمورو حال ڪري ٻڌايو، پاڻ ڪريم ﷺ اهو ٻڌي گهر ۾ نہ ويٺا ۽ پاڻ مسجد شريف هليا ويا ۽ هي دعا گهرڻ لڳا:

"ياالله مان عثمان غني کان راضي آهيان ۽ تون بہ راضي ٿيءُ"

حضرت ابو سعيد رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ مان حضور اڪرم ﷺ جن کي ڏسندو رهيس تہ پاڻ رات شروع ٿيڻ کان وٺي صبح صادق تائين دعا گهرندا رهيا ۽ فرمايائون تہ "اي عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ الله تعاليٰ تنهنجا سڀ گناهہ اڳيان، پويان، ظاهر، لڪيل، جيڪي بہ قيامت تائين ٿيندا، اهي معاف ڪري ڇڏيا."

هي محبوب جي ديوانن جو ڪمال هو جو محبوب جي تڪليف کي پنهنجي تڪليف سمجهي انهن جي خدمت ڪندا رهيا.

## مظلوم جو رت قرآن تي

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ "رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ" اي عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ، توهان شهيد ڪيا ويندو، اهڙي حالت ۾ جو توهان سورت بقره پڙهي رهيا هوندا، توهان جي خون جا قطره هن آيت تي ڪرندا:

"**فَسَيَكْفِيكَهُمُ اللّٰهُ وَهُوَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ.**" (پاره 1 سورت بقره)

اي عثمان تو تي اولهہ ۽ اوير رشڪ ڪندا ۽ توهان جي قيامت جي ڏهاڙي سفارش قبول ڪئي ويندي.

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ "اي عثمان تون فتني جي وقت ۾ شهيد ڪيو ويندين ان وقت صبر ڪجانءِ" هي محبوب ڪريم ﷺ جن جا الفاظ مبارڪ هر وقت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ جي ذهن ۾ گونجندا رهيا تہ صبر ڪجان، آخر ڪار اهو ڏينهن بہ اچي ويو جو حضرت عثمان غني رضي الله

تعاليٰ عنہ خلافت ۾ فتنا شروع ٿي ويا ۽ هر طرف کان منافقن اسلام کي هڪ منظم سازش تحت ختم ڪرڻ جو ارادو ڪيو، ايتري قدر جو حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر کي باغين گهيرو ڪيو، ان وقت پاڻ پنهنجي محبوب جي فرمان کي سامهون رکندين صبر ڪندا رهيا ايستائين جو نبي ڪريم ﷺ جن جي پاڪ زبان مان نڪتل اهي الفاظ سچا ٿيا، ڪجھ باغي ڀت ٽپي هن عاشق کي شهيد ڪرڻ لاءِ آيا ۽ تاريخ جا وقت حيران آهن تہ هن محبوب جي ديواني ڪابہ مزاحمت نہ ڪئي، پاڻ قرآن پاڪ پڙهندا رهيا ۽ ظالم ظلم ڪندا رهيا، سندن جي آڱرين کي ڪٽيو ويو، محبوب جي صحابي ڪجھ بہ نہ چيو، اهو ئي قرآن پاڪ پڙهندا رهيا جيڪو پاڻ نبي ڪريم ﷺ جن جي زبان مبارڪ مان ٻڌو هئائون، آخر باغين حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ کي شهيد ڪري ڇڏيو ۽ سندن جي جسم جو خون قرآن پاڪ جي هن آيت جنهن لاءِ محبوب پاڻ ٻڌائي ويا هئا تہ:

"فَسَيَكْفِيْكَهُمُ اللهُ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ."

هن آيت ڪريمہ تي حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي خون جا قطرا ڪِريا ۽ هي عاشق صادق پنهنجي محبوب سان ڪيل واعدي مطابق صبر سان پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏي، هي اهو عاشق جنهن پوري زندگي ۾ پنهنجي محبوب کان جدائي اختيار نہ ڪئي، هر شيءِ پنهنجي آقا ﷺ تان قربان ڪري ڇڏيائين. قرآن ڪريم جمع ڪيو. سخاوت محبوب جي صدقي اهڙي ڪيائين جو "غني" جو لقب عطا ٿيس، محبوب سان اهڙي محبت ڪري ڏيکاريائين جو محبوب ڪريم ﷺ جن پنهنجون پاڪ 2 نياڻيون نڪاح ۾ ڏنس، جنهن ڪري پاڻ "ذوالنورين" بنجي ويا.

شال! الله تعاليٰ اهڙي عاشق جي محبت مان ڪجھ ذرڙو اسان کي بہ نصيب فرمائي.

# دشمن کي سزا

حضرت ابو قلابہ رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ:

**قال كنت في رفقتہ باالشام سمعت صوت رجل يقول يا ويلہ النار فقمت اليہ واذا رجل مقطوع اليدين والرجلين من الخفين اعمي العينين منكبا بوجهہ فسالتہ عن حالہ فقال الي كنت ممن دخل علي عثمان الدار فلما دنوت منہ صرخت زوجتہ فلطمتها فقال مالك قطع الله يديك ورجلك واعمي عينك وادخلك النار فاخذتني رعدة عظيمتہ وخرجت هاربا واصابني ماتريٰ ولم يبق من دعائہ الاالنار فقال فقلت لہ بعد لك وسحقا.**

”حضرت ابو قلابہ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ مان هڪ دفعي شام جي سفر ۾ ڪجھہ دوستن سان گڏ هئس تہ اچانڪ هڪ مرد جو آواز ٻڌم، جيڪو چئي رهيو هو تہ هائي بربادي هائي باهہ جو عذاب، پوءِ مان اچي ڏٺو تہ هڪ شخص آهي جنهن جون ٻانهون ڪٽيل آهن ان جا پير ڪٽيل آهن، اکين کان انڌو هو، اونڌي منهن ڪِريو پيو هو ۽ دانهون ڪري رهيو پوءِ مون ان کان سوال ڪيوتہ ”توهان جي هي حالت ڇو ٿي آهي؟“ ان جواب ڏنوتہ ”جڏهن باغي مديني پاڪ ۾ حضرت عثمان غني رضي الله عنہ کي شهيد ڪرڻ لاءِ ان جي گهر ۾ گهڙيا تہ مان بہ انهن سان گڏ هئس، جيئن اسان گهر ۾ گهڙياسين تہ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ کي تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون سين ان وقت سندس گهرواري دانهون شروع ڪيون تہ مون ان کي چماٽ هنئي، ان وقت حضرت عثمان غني رضي الله عنہ فرمايوتہ ”تنهنجا هٿ پير هلاڪ ٿين، تون انڌوٿئين، تون جهنم جي باهہ ۾ داخل ٿيءُ،“ بس پوءِ تہ وني پيگس، مون کي هن مصيبت اچي ورتو آهي، صرف باهہ جو انتظار آهي تہ ڪڏهن مون کي جلائيندي“ پوءِ ابو قلابہ فرمايو تہ ”توتي لعنت ۽ خرابي هجي.“

محبوب ﷺ جن جي عاشق جي گستاخ جي سزا دنيا ۾ اها آهي تہ آخرت ۾ ڪهڙو دردناڪ عذاب هوندو! الله تعاليٰ اسان سڀني کي صحابہ ڪرام جي دشمني کان برائي ڪرڻ کان بچائي آهي.

## هڪ معصوم جي عشق جي جهلڪ

هڪ گهاٽي جهنگل ۾ پٿريلي زمين جي ڏکين رستن تان لڪي لڪي اهڙي طرح اڪيلو ويندو هو، جو ڪنهن کي تصور بہ نہ هوندو هو تہ هي معصوم ٻارڙو ڪهڙي پاسي وڃي رهيو آهي ۽ ڇو وڃي رهيو آهي، هي معصوم ٻارڙن جي راندين واري عمر جي دوران راند ڪرڻ ۾ دل نہ ٿو لڳائي پر هڪ گهاٽي جهنگل ڏانهن وڃڻ لاءِ پنڌڙا ڪندو هو، نہ ڪنهن دوست کي ٻڌائيندو هو نہ والدين کي ٻڌائيندو هو بس هڪ عشق جي چڻنگ هن معصوم جي دل ۾ دکندي هئي، انهي چڻنگ کي وڌائي مچ ڪرڻ لاءِ جنگهل ڏانهن نڪري ويندو هو، اتي پهچندو هو تہ هن معصوم کان پهريان ئي هڪ عاشق پنهنجي محبوب کي راضي ڪرڻ لاءِ عجيب طريقو شروع ڪري ڇڏيندو هو، پوءِ هي معصوم بہ انهيءَ عاشق کي ڏسي پاڻ بہ ان سان گڏ انهي جهنگل ۾ اهو ئي ساڳيو ئي طريقو اختيار ڪندو هو، روزانو ائين هي ٻئي انهي مقام تي اچي محبوب حقيقي کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪنن تي هٿ رکندا هئا تہ ڪڏهن ٻڌندا هئا تہ ڪڏهن رڪوع ڪندا هئا، تہ ڪڏهن سر سجدي تي رکي ڇڏيندا هئا.

هڪ ڏينهن اچانڪ هن معصوم ٻار جو والد اتان لنگهيو، هي عجيب طريقو ڏسي پڇا ڪيائين تہ "هي ڪهڙو طريقو آهي توهان هي ڇا ڪري رهيا آهيو؟" جواب مليو تہ "اسين مالڪ ڪريم جي عبادت ڪري رهيا آهيون،" ان وقت والد پنهنجي معصوم ٻار کي چيو تہ "انهيءَ طريقي تي مضبوطيءَ سان هلجان، انهيءَ جوان جي ڏسيل طريقي کي لازم وٺ." هي اهو معصوم ٻار هو جنهن الله تعاليٰ جي سامهون سجدو ڪري هڪ الله تعاليٰ جي عبادت جو آواز

بچپن ۾ ئي ڪري ڇڏيو هو، اهو عاشق صادق محمد مصطفيٰ ﷺ جن هئا ۽ معصوم ٻار حضرت علي المرتضيٰ ڪرم الله وجهہ جن هئا. (ازالة الخفا)

حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن جي بچپن ۾ ئي پنهنجي محبوب نبي ڪريم ﷺ جن سان محبت هوندي هئي، هميشہ پنهنجي محبوب سان گڏ گذاريندا هئا ۽ پنهنجي آقا ﷺ جي هر حڪم تي لبيڪ چوندا هئا، انهيءَ محبوب جي حڪم تي پنهنجي جان قربان ڪرڻ لاءِ بہ تيار هوندا هئا.

جيڪڏهن عشق جو سبق سکڻو آهي تہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن جي سيرت ۽ عقيدي مان سکي وٺجي.

حضور ﷺ جن پنهنجي صحابہ ڪرام جي جيڪا تربيت فرمائي هئي انهيءَ جو مثال دنيا جي تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي.

## تلوار جي سائِي ۾

جڏهن حضور اڪرم ﷺ جن کي هجرت ڪرڻ جو حڪم مليو تہ ان وقت پاڻ ڪريم ﷺ جن وٽ مڪي جي ڪافرن جون امانتون رکيل هيون پاڻ اهي امانتون حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي حوالي ڪري فرمايائون تہ ”اوهان منهنجي بستري تي منهنجي چادر ويڙهي سمهي پئو تہ جيئن ڪافر سمجهن تہ حضور ﷺ جن آرام ڪري رهيا آهن، پوءِ صبح جو امانتون مالڪن کي واپس ڪري هليا اچجو.“

جيڪڏهن سوچيو وڃي تہ هي عجيب منظر هو، جو هڪ 18،19 سالن جو نوجوان بي خوف بي پرواهہ ٿي حضور ﷺ جن جي بستري تي اگهاڙين تلوارن جي سامهون آرام ڪري رهيو آهي، سندن کي ڪجهہ بہ پرواهہ ناهي، ڪوبہ خوف ڊپ ناهي، صبح جو جيئين سجاڳ ٿيا تہ ڪافر حضرت علي ڪرم الله وجهہ کي ڏسي پڇڻ لڳا تہ حضور ﷺ جن ڪٿي آهن؟ پاڻ فرمايائون تہ ”پهرو توهان ڏئي رهيا آهيو پڇو وري مون کان ٿا؟ توهان کي خبر ناهي ڇا؟“ اها ڳالهہ ٻڌي ڪافرن جي منهن ۾ گهنج پئجي ويا ۽ منهن مٿو پٽڻ لڳا، پر هن عاشق رسول ﷺ جي

محبت ۾ ڪا بہ لچڪ نہ آئي، بهادري سان امانتون ڪافرن کي پهچائي پنهنجي محبوب جي حڪم کي پورو ڪيائون.

## حيدر ڪرار جو ايمان

هي مڪي جا محبوب مسافر جڏهن الله تعالىٰ جي حڪم سان هجرت ڪري مديني پاڪ آيا ۽ اتي ڪجهہ ٽائيم رهيا تہ مڪي پاڪ جي محبت ڪين ڇڪي ورتو، انهيءَ جي ڪري محبوب ڪريم ﷺ جن صحابہ کي حڪم فرمايو تہ "تياري ڪريو ڪعبتہ الله شريف جي ديدار جي."

محبوب ﷺ جو فرمان ٻڌندي ئي صحابہ ڪرام تيار ٿيا، محبوب ڪريم ﷺ پنهنجي صحابہ ڪرام سان گڏ جي مڪي پاڪ اچي رهيا هئا، جڏهن حديبہ جي جاءِ تي پهتا تہ پاڻ اتي ترسي پيا ۽ حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ کي مڪي جي ڪافرن سان ڳالهيون ڪرڻ لاءِ موڪليائون تہ "اسين جنگ ڪرڻ جي ارادي سان ناهيون آيا، صرف طواف ڪري واپس هليا وينداسين،" پر ڪافرن اها ڳالهہ نہ مڃي، آخرڪار ڪجهہ شرطن تي ناهہ ٿيو، پاڻ ڪريم ﷺ جن اهو صلح نامون لکرائڻ لاءِ حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن کي مقرر فرمايو سڀ کان پهريان پاڻ لکرايائون:

**بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمْ.**

اهو ڏسي ڪافر چيو جيڪو مڪي وارن جي طرفان آيو هو، تہ رحمٰن کي مان نہ ٿو سڃاڻان، انهي ڪري لِک، **بِسْمِکَ اللّٰهُمَّ.**

جيئن تون پهريان لکندو هئين ۽ صحابہ ڪرام چيو تہ توهان انهيءَ کي بہ ڊاهيو بلڪ صحيح آهي، پر نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "اي علي تون لک جيئن چوي ٿو" پوءِ پاڻ، **بِسْمِکَ اللّٰهُمَّ** لکيائون.

ان کان بعد حضور ﷺ جن فرمايو تہ لک.

**هٰذا ما قضٰي عليہ محمد الرسول** ﷺ

پاڻ جيئن ئي محمد رسول ﷺ لکيائون ته ان ڪافر سهيل چيو ته اگر توهان کي رسول مڃون ها ته پوءِ توهان کي طواف کان منع ڇو ڪيون ها توهان سان جنگ ڇو ڪريون ها، ان ڪري اهو شرط مون کي قبول ناهي، پر توهان لکو محمد بن عبدالله، حضور ﷺ جن فرمايو ته مان بيشڪ الله جو رسول آهيان توهان جي انڪار ڪرڻ سان ڪوبه فرق نه ايندو. جيئن ئي ڪافر اهي مٿاڻ جا لفظ چيا ته حيدر ڪرار جي خون جنبش شروع ڪئي، عشق پڙڪو ڪائي اٿيو، وار وار ڪاندارجي ويو، دل مان درد نڪتو، زبان مبارڪ کان جيڪي ڪلما نڪتا اهي هي هئا "اي ڪافر، هي هٿ ته ڪٽجي سگهي ٿو پر محمد الرسول جي اکر کي لِيڪ ڏئي نه ٿو سگهي" اهو ڏسي پاڻ ڪريم ﷺ حيدر ڪرار جي عشق کي سمجهي ويا ۽ قلم وٺي انهي جڳهه تي محمد ﷺ بن عبدالله لکيائون، هي محبوب جي صحابي جو عقيدو ۽ عشق هو ،اگر حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه جن ان اکر کي ليڪ ڏيان ها ته ڏئي پئي سگهيا، پر حيدر ڪرار جو ايمان اهو آهي ته پوري ڪائنات هڪ پاسي ٿي وڃي ته به محبوب جي پاڪ نالي کي مٽائي نه ٿو سگهان.

اي حيدر ڪرار تنهنجي عشق کي ڪروڙين سلام....! ( سيرت النبي)

# نماز ۽ ناز

دنيا جي تاريخ ۾ هزارين محبت جا مثال توهان کي ملندا پر هي مثال عشق مصطفىٰ ﷺ جي هڪ جهلڪ آهي.

**عن اسماء بنت عميس ان النبي ﷺ صلي الظهر بالصبهاءِ ثم ارسل عليا في حاجة فرجع وقد صلي النبي ﷺ راسه في حجر علي فلم يحرڪ حتي غابت الشمس فقال النبي اللهم ان عبدڪ عليا احتبس بنفسه علي نبيڪ فرد عليه شرقها قالت اسماء فطلعت الشمس حتىٰ وقعت علي الجبال وعلي الارض ثم قام علي فتوضا وصلي العصر ثم غابت وذالڪ في الصهباءِ.**

**(ازالة الخفا ج4)**

”حضرت اسماءِ بنت عميس رضي الله عنها کان روايت آهي تہ هڪ دفعي حضور اڪرم ﷺ جن مقام صبهاءِ تي نماز پڙهي (جيڪو خيبر جي قريب آهي) پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن حضرت علي کي ڪنهن ڪم سان موڪليو، پوءِ حضرت علي واپس آيو تہ حضور ﷺ جن حضرت علي جي جهولي ۾ پنهنجو مٿو مبارڪ رکي سمهي رهيا، ايستائين جو سج لهي ويو، پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن سجاڳ ٿيا ۽ فرمايائون تہ اي الله هن تنهنجي ٻانهي حضرت علي تنهنجي محبوب ﷺ جن جي ڪري نماز نہ پڙهي آهي، انهيءَ ڪري سج کي واپس موٽاءِ حضرت اسماءِ فرمايوتہ پوءِ سج واپس مٿي اڀري آيو، اولهہ طرف کان ۽ ان جي روشني جبلن ۽ زمين تي ظاهر ٿي، پوءِ حضرت علي جن نماز لاءِ وضو ڪيو پوءِ پاڻ عصر نماز پڙهيائون ۽ ان کان بعد سج لهي ويو.“

**(اهو واقعو مقام صبهاءِ تي ٿيو هو).**

عشق مصطفيٰ ﷺ جو سبق شيرخدا کان وٺجي، هڪ طرف الله جي محبوب جي آرام جو خيال آهي تہ ٻئي پاسي نماز اهي، پر حضرت علي المرتضيٰ شير خدا جو هي عقيدو آهي تہ منهنجي مصطفيٰ ﷺ جن جي صدقي نماز نصيب ٿي آهي انهيءَ جي ڪري اڄ جيڪا آزمائش آهي انهيءَ ۾ ڪاميابي ٿي، دنيا وارن کي قيامت تائين سبق ڏئي ٿو وڃان، جيڪڏهن جهولي ۾ منهنجي آرام ڪري رهيو هجي تہ نماز جو ٽائيم قضا ٿي وڃي ۽ سج لهي وڃي تہ بہ اٿڻو ناهي، محبوب جو آرام ڀڃائڻو ناهي.

هي عشق علي جو سبق آهي، ڇوتہ نماز قضا ٿي وئي تہ پنهنجي پاڻ ئي سج کي واپس آڻيندو، اگر محبوب کي تڪليف ٿي پوي تہ اها حضرت علي جي نظر ۾ بي ادبي آهي، انهيءَ ڪري پاڻ خدا جي فرض کي في الحال ڇڏي ڏنائون پوءِ جڏهن محبوب آرام ڪري پاڻ خوشي سان سجاڳ ٿيا تہ دلبر جي سامهون ديرئي نہ هئي ۽ سج واپس وريو حيدر ڪرار نماز پڙهي ورتي.

# چڻي ٺهرايو

ابن عسا کر حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن وٽ گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ هو، جڏهن اها خبر حضرت علي جن کي پئي تہ محبوب جي بک جو حال ٻڌي پاڻ تڙپي پيا، ۽ گهر کان نڪري آيا هڪ يهودي وٽ آيا ۽ان جي باغ کي پاڻي ڏيڻ جو ڪم ڪنيائون، پاڻ 17 ڏول پاڻي جا ڪڍيائون هر ڏول جي بدلي ۾ يهودي هڪ کجور ڏني، پاڻ اهي کجور وٺي سڌو حضور جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، کجور پيش ڪيائون، پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "اي ابوالحسن (علي سائين) توهان کي ان ڳالهہ تي الله رسول جي محبت اياريو آهي نہ؟" عرض ڪيائين تہ هائو يارسول الله ﷺ الله ۽ رسول سان محبت ڪرڻ وارو ڪوبہ اهڙو ناهي جنهن کي بک ايتري تيزي سان آئي هجي، جيئن ٻوڏ جو پاڻي هيٺاهين طرف وهندو آهي جيڪو الله ۽ رسول سان محبت ڪري ٿو اهو مصيبتن کان بچڻ لاءِ چڻي ٺهرائي ٿو.(ڪنز العمال ج2)

هي محبوب جي شير جو فيصلو آهي تہ اگر محبوب جن کي بک لڳندي آهي تہ حيدر ڪرار پاڻ مزدوري ڪرڻ ويندو آهي تہ متان منهنجي محبوب کي ڪا تڪليف پهچي، پوءِ اهي کجور پاڻ نہ ٿو کائي پر پنهنجي محبوب جن جي خدمت ۾ پيش ڪري محبت جو اظهار ڪري ٿو، هي محبت جو ئي مقام آهي جنهن جي ڪري صحابہ ڪرام پنهنجي هر شيءِ پنهنجي محبوب جن تان قربان ڪري دنيا کي سبق سيکاري ويا تہ وفا جو اصول هي آهي تہ محبوب جي هر ادا تي ديوانا هجو، محبوب جي هر حڪم تي جان قربان ڪرڻ لاءِ تيار هجو، محبوب سان اهڙي محبت ڪيو جوڪائنات جو ذرو ذرو رشڪ ڪري.

# عشق ٽاندن تي جلائڻ لڳو

ڪائنات جي ڪارٽي محبوب ﷺ جي اعلان نبوت ڪانپوءِ شمع رسالت جا پروانا آهستي آهستي وڌڻ شروع ٿيا، روزانو ڪو نہ ڪو شخص محبوب جي عشق جو قيدي بنجي اچي حاضر ٿيندو هو، جڏهن اها خبر مڪي جي ڪافرن کي پوندي هئي تہ ڪاوڙ ۾ رجهندا هئا ۽ مظلوم مسلمانن تي ايتريون سختيون ڪندا هئا جو پهاڙ بہ هٽي وڃن ها، پر صحابہ ڪرام پنهنجي محبوب ﷺ جي جهلڪ ڏسڻ ڪان بعد ۾ اهڙو عشق جو اصول قائم ڪري ڏيکاريائون جو ڪافرن جون دليون ڏهلجي وينديون هيون، ڪافرن کي ڏندين آڱريون اچي وينديون هيون، پر پوءِ بہ ڪافر تڪليفو ڏيڻ ۾ گهٽتائي نہ ڪندا هئا.

هي هڪ غلام صحابي، هي مظلوم صحابي جيئن ئي ڪافرن کي نظر ايندو هو تہ ان کي مارڻ شروع ڪندا هئا ايترو ماريندا هئا جو بيهوش ٿي ويندو هو پوءِ ڪافر ٿهڪ ڏئي کلندا هئا پر جڏهن هي عاشق هوش ۾ ايندو هو، تہ وري لوهہ جي زرهہ پارائي هن ديوانہ محبوب کي اس تي سمهاري ڇڏيندا هئا ، جنهن ڪري زبان ٻاهر نڪري ايندي هئي، پر عشق مصطفيٰ ﷺ جو پروانو پوئتي هٽڻ لاءِ تيار نہ ٿيو، اهو محبوب جو صحابي حضرت خباب بن ارت رضي الله تعاليٰ عنہ هو.

حضرت شعبي رحمتہ الله عليہ کان روايت آهي تہ هڪ دفعي حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ وٽ حضرت خباب بن ارت رضي الله تعاليٰ عنہ آيو تہ پاڻ ان کي پنهنجي مسند تي ويهاريائون، پوءِ پاڻ ﷺ حضرت خباب رضي الله تعاليٰ عنہ کان پڇيائون تہ توهان کي محبوب ﷺ جن جي عشق ۾ ڪهڙيون تڪليفون ڏنيون ويون؟ حضرت خباب رضي الله تعاليٰ عنہ جواب ڏنو تہ هڪ دفعي ڪافرن مون کي پڪڙيو پوءِ باهہ ٻاريائون ۽ ان جي ٽاندن تي مون کي اڇلايائون، منهنجي سيني تي لت ڏئي بيهي رهيا،حضرت خباب رضي الله عنہ پنهنجي تان ڪپڙو هٽايو تہ وڏا ڪارا نشان ڏسڻ ۾ آيا، پاڻ فرمايائون تہ منهنجي خون جي ڪري ٽاندا وسامي ويندا هئا پر مون ڪڏهن بہ پنهنجي محبوب ﷺ

جن کي نہ ڇڏيو، هي عشق هي محبت هي خلوص هو هي صحابہ ڪرام جو منشور زندگي هو اگر ٽانڊن تي جلايا ٿئي ويا تہ بہ محبوب جو دين نہ ڇڏيائون هي وفا جو دستور قيامت تائين قائم رهندو.

حضرت خباب رضي الله تعاليٰ عنہ جن فرمايو تہ مان لوهارڪو ڪم ڪندو هئس هڪ دفعي منهنجا ڪجھ پيسا عاص بن وائل ڪافر ڏانهن رهجي ويا ان ڪري مان ان ڪان پئسا وٺڻ ويس تہ مان توکي پئسا ان وقت ڏيندس جڏهن تون اسلام ڇڏيندين، مون چيو تہ الله جو قسم، تون مري وري زنده ٿي پوندين تہ بہ منٺي محمد ﷺ جن جو عشق نہ ڇڏيندم، اهو ٻڌي عاص بن وائل چيو تہ مان جڏهن مري وجان تہ پوءِ جڏهن اٿاريو وجان تہ توکي قرض ڏيندس، اتي مون وٽ مال ۽ اولاد گهڻو هوندو. انهيءَ جواب جي رد ۾ الله تعاليٰ قرآن ڪريم جون هي آيت نازل فرمايون.

"اَفَرَءَيْتَ الَّذِيْ كَفَرَ بِاٰيٰتِنَا وَقَالَ لَاُوْتَيَنَّ مَالًا وَّوَلَدًا."(پاره 16 سورتہ مريم)

(الله تعاليٰ فرمايو تہ) "اي محبوب ﷺ، توهان انهن ڪافرن کي ڏٺو جن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو ۽ چيو تہ اسان کي مال ۽ اولاد ڏنو ويندو،"ڇا اهي غيب ڏسي آيا آهن ياالله ڪان واعدو وٺي آيا آهن اسان اهو لکي رکنداسين ۽ عذاب کي وڌائيندا سين ۽ ان ڪان وٺي ڇڏينداسين جيڪو ٻڌائي ٿو ۽ اسان وٽ اڪيلو ايندو.

هي محبوب جي پروانن جو عشق ڏسي رب ڪريم پاڻ بہ پيو انهن دشمنن کي سزا ٻڌائي جيڪي صحابہ ڪرام کي تڪليفون ڏئي رهيا هيا.

حضرت خباب رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ آيم پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪعبتہ الله شريف جي پاڇي ۾ چادر کي ٽيڪ لڳائي وينا هئا ۽ انهن ڏينهن ۾ اسان کي ڪافر تمام گهڻيون تڪليفون ڏيندا هئا مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺتوهان الله تعاليٰ ڪان دعا ڇونہ ٿا گهرو؟

پاڻ هڪدم سڌا ٿي ويهي رهيا سندن جو چهرو مبارڪ ڳاڙهو ٿي ويو، فرمايائون تہ توهان کان پهريان اهڙا ماڻهو ٿي گذريا آهن جن کي لوھ جي ڪنگن

ڦٽي سان گوشت روڙي ڇڏيندا هئا صرف انهن جون هڏيون وڃي بچنديون هيون، پر پوءِ بہ دين تان نہ ڦريا، الله تعاليٰ هن دين اسلام کي ضرور مڪمل ڪندو تا جو صنعا شهر کان وٺي حضرموت تائين پهچندو، ان وقت الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن شيءِ جو خوف نہ هوندو توهان جلدي چاهيو ٿا؟ يعني صبر ڪريو.

(حيات صحابہ ج اول ص 365)

جيڪڏهن عقل هلائجي تہ عقل ختم ٿي وڃي ٿو، هي ڪهڙو اصول قائم ڪيو ٿي ويو جو ٽانڊن تي سمهڻ قبول ڪيائين، ٽانڊا ان عاشقن جي خون سان وسامي ٿي ويا سڄي جان باھ ۾ جلي رهي هئي زبان اڄ کان ٻاهر نڪري رهي هئي، پر هڪ منزل هئي، هڪ وفا هئي ، هڪ واعدو هو، هڪ اصول هو، هڪ بهادري هئي، هڪ غلامي هئي، انهن سيني صورتن جو رخ محبوب مديني وارو سائين هو، جنهن کي راضي ڪرڻ لاءِ ٽانڊن تي جلڻ بہ قبول ڪيائون، پر پنهنجي محبوب جي گستاخي کي ڪنهن بہ صورت ۾ قبول نہ ڪيائون.

ڪڏهن گهٽين ۾ ڪڏهن گهاٽن ۾،
ڪڏهن عاشق بند ٿيا ٽاٽن ۾،

ڪڏهن ٽانڊن تي ٿي يار سُتا،
ڪڏهن منصور سوريءَ چڙهيو يارو.

# سيني ۾ تلوارون

حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي عشق ۾ وڏن تہ قربانيون ڏنيون پر ننڍڙن ٻارڙن بہ نينهن نيائي ڏيکاريو، پنهنجي آقا ﷺ جن جي غلام ۾ نالو ڳٽائي ڏيکاريو، پنهنجي ٻاراڙين ٻولين ۾ اهڙو مثال قائم ڪري ويا جنهن جو مثال تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي.

هن معصوم جي راند ڪيڏڻ جي عمر هئي، امڙ جيجل جي جهولي ۾ سمهڻ جي عمر هئي، پنهنجي شهر ۾ ننڍڙن ٻارڙن سان گڏ گهمڻ جي عمر هئي، هن معصوم کي اڃان پوري طرح اها به خبر نه هئي ته اسلام آڻڻ کان بعد ۾ ڪهڙيون تڪليفون ڏسڻيون پونديون، هن ننڍڙي اهو ته سوچيو به نه ته هو مون کي به پنهنجا ڇڏي ويندا تڪليفون ڏيندا، تڪليف ۾ انسانيت جا ليڪا لتاڙي ڇڏيندا منهنجو کائڻ پيئڻ بند ڪري ڇڏيندا.

هڪ ڏهاڙي معصوم جيئن ئي مٺڙي محمد ﷺ جي جهلڪ ڏٺي ته دلبر نبي ﷺ تان گهور ٿيڻ لڳو، آقا ﷺ جن جا هٿ چمڻ لڳو، آقا ﷺ سان ٻوليون ٻولڻ لڳو، دلبر محبوب ﷺ جن به هن معصوم کي پيار ڪيو، هن کي ڪلمو پڙهايو، هن ننڍڙي جي مٿي تي شفقت جو هٿ گهمايو، هن کي پيار ڪيو، پاڻ سان گڏ ويهاريو، هن معصوم جي ته اڄ عيد هئي، جو پنهنجي محبوب ﷺ جن سان گڏ وينو هو، پنهنجي آقا ﷺ جي هر قول فعل کي غور سان ڏسي ٻڌي رهيو هو، جڏهن نوراني محفل مان اٿي پنهنجي گهر ڏانهن هلڻ لڳي ٿو ته صرف محبوب ﷺ جي تصور ۾ گم ڏسڻ اچي ٿو، هر وقت محبوب جي ديدار جي تلاش ۾ رهي ٿو، پاڻ کي پنهنجي وڏن کان ڇپائي ٿو ته جيئن انهن کي خبر نه پوي، آخر هڪ ڏينهن هن معصوم جي عشق جي خبر جهرجهنگ ۾ باهه لڳڻ جيان مشهور ٿي وئي، اها خبر جيئن ئي هن معصوم جي چاچي کي پئي ته ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو، هن معصوم کي زور زور سان چماٽون هنيائين، پر هن معصوم زبان مان هڪ به لفظ نه ڪڍيو، انهي تي چاچي کي تمام گهڻو غصو آيو، هن معصوم کي ٽڏي ۾ ويڙهي نڪ ۾ دونهون ڏيڻ لڳو، چوندو رهيو ته محمد ﷺ جن جو پاسو ڇڏي ڏي، ان ڏي نه ويندو ڪر، جيڪڏهن نه مڙندين ته روزانه ايئن تڪليفون ڏئي ساهه ڪڍي ڇڏيندو سانءِ.

اهي الفاظ جيئن ئي معصوم جي ڪنن تي پيا ته عشق جي زبان چرڻ لڳي ”اي چاچا هي جان، هي جسم، هي اکيون، هي زبان ٽڪرا ٽڪرا ٿي سگهن ٿيون، پر تون منهنجي رڳ رڳ مان وار وار مان دل دماغ مان مٺڙي مصطفيٰ ﷺ جي محبت، ادب، سچائي ۽ پيار نه تو ڪڍي سگهين.“

انهيءَ محبوب جي معصوم عاشق جو نالو حضرت زبير بن العوام رضي الله عنہ هو.

هي معصوم جڏهن وڏي عمر جو ٿي ويو تہ ان وقت بہ پنهنجي محبوب ﷺ سان گڏ گهاريل گهڙين ۾ جيڪي زخم رسيا هئا اهي عشق مصطفيٰ ﷺ جون نشانيون پنهنجي سيني سان سجائي رکندو هو ۽ فرمائيندو هو تہ هي زخم قيامت ڏينهن منهنجي مصطفيٰ ﷺ جو پاڙو نصيب ڪرائيندا. هي محبت لازوال عبادت آهي، شال سيني کي نصيب ٿئي. (حياة صحابہ ج1 ص 357)

## ماءُ، پيءُ ۽ پٽ قربان

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ هڪ دفعي پاڻ ڪريم ﷺ جن سان مکي جي پٿريلي زمين تي وادي بطحا تان هلي رهيو هيم تہ ڏٺم تہ حضرت عمار، حضرت ياسر،حضرت بيبي سميہ رضي الله تعاليٰ عنهم کي گرم واري تي ليٽايو ويو آهي، ۽ انهن کي سخت سزا ڏني ٿي وئي، جڏهن منهنجي مصطفيٰ ﷺ جن تي حضرت ياسر رضي الله تعاليٰ عنہ جي نظر پئي تہ عرض ڪيائين تہ يارسول الله ڇا هي سڄي زندگي ايئين ئي ٿيندو رهندو؟ پاڻ فرمايائون تہ اي آل ياسر صبر ڪريو، پوءِ پاڻ ﷺ دعا گهري اي الله آل ياسر جي مغفرت فرماءِ اي الله انهن جي مغفرت ضروري ڪري ڇڏ.

علامہ ابن الڪلبي لکي ٿو تہ اسلام ۾ سڀ اول انهي مظلوم عورت حضرت بيبي سميہ رضي الله تعاليٰ عنها کي ابو جهل شرمگاهہ ۾ تير لڳائي شهيد ڪري ڇڏيو هو ۽ حضرت ياسر انهن تڪليفن ۾ انتقال ڪري ويو هو ۽ حضرت عبدالله بن ياسر کي بہ تير هنيائون، هي عاشق واري واري سان پنهنجي محبوب جي حڪم تي عمل ڪرڻ جي ڪري شهيد ٿيندا رهيا، پر راهہ وفا تي سودي بازي نہ ڪيائون، پنهنجي محبوب سان نينهن نيائي ڏيکاريائون، ابو، امان، ڀڇا قربان ٿي ويا پر عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ ڪا شڪايت نہ ڪيائون.

(حيات صحابہ ج1 ص 357)

# عشق ۾ فقيري

مڪي پاڪ ۾ هڪ نوجوان تمام زياده خوبصورت، قوهه جواني، حسين زلفن وارو، مالدار، والدين جو پٽ هو، هميشه عمده ۽ ريشمي ڪپڙا پهريندو هو، مڪي پاڪ جي تمام جوانن ۾ سهڻو لڳندو هو، جواني جي جنون ۾ مست هوندو هو، اهڙو عطر استعمال ڪندو هو جيڪو اڪثر ڪري ٻيا استعمال نه ڪري سگهندا هئا، ان وقت حضرموت جا چپل مشهور هئا ان ڪري اهي ئي بوٽ استعمال ڪندو هو، تمام ناز نخرن سان پليو هو، والدين هن سان تمام گهڻو پيار ڪندا هئا، هڪ دفعي مڪي پاڪ ۾ گهمي رهيو هو ته هن جي ڪنن تي آواز پيو ته مڪي جي زمين تي هڪ شخص نبوت جي دعويٰ ڪئي آهي الله تعاليٰ جي عبادت جو درس ڏئي رهيو آهي، اڪثر ڪري دار ارقم ۾ ويهي دين اسلام جو درس ڏئي ٿو، هن نوجوان دل ۾ ارادو ڪيو ته انهيءَ محبوبﷺ سان ملي ڏسجي، انهيءَ ارادي سان هڪ دفعي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ آيو جيئن ئي دلبر محبوب ﷺ جي چهري مبارڪ تي نظر پئي ته دل جي دنيا بدلجي وئي ۽ پنهنجي محبوب ﷺ جي هٿ مبارڪ تي ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي ويو، هاڻي روزانه لڪي لڪي زيارت حبيب جي لاءِ ايندو هو، دلبر جو ديدار ڪري دل ۽ اکڙين کي ٺاري واپس هليو ويندو هو، هاڻي هر پل پنهنجي محبوب جي محبت ۾ محو رهندو هو، آخر اها خبر هن نوجوان جي والدين ۽ رشته دارن کي پئجي وئي جيئن ئي انهن کي خبر پئي ته هن نوجوانکي قيد ڪري ڇڏيائون، سٺا ڪپڙا لهرائي ڦاٽل پارايائون، ڪاڏو پيٽو بند ڪري ڇڏيائون، جيستائين نبي ڪريم ﷺ جن جو دين نه ڇڏيندين تيستائين توکي هن قيد ۾ رکيو ويندو، هن مظلوم عاشق جواب ۾ فرمايو ته توهان جا ڪپڙا، توهان باغ توهان جي اميري مون کي نه گهرجي، مون کي صرف منڙي محمد ﷺ جن جي محبت گهرجي، توهان جون تڪليفون مون کان عشق مصطفيٰ ﷺ ختم نه ڪري سگهنديون، انهي نوجوان جو نالو حضرت مصعب بن عمير رضي الله تعاليٰ عنه هو.

پاڻ اسلام آڻڻ کان بعد جيل ۾ بند رهيا، جڏهن مسلمانن حبش جي طرف هجرت ڪئي ته ان وقت پاڻ به مڪي کان پڇي هليوويو، وري واپس مڪي آيو هاڻي هن جا والدين هن کي قاتل ڪپڙن ۾ ڏسندا هئا، اهو حسن، اهي ڪپڙا، اها عياشي اهي عطر واريون خوشبو سڀ وسري ويا، صرف هڪ محبوب ياد هوندو هو، جنهن جي ياد جي سهاري ئي زندگي گذاري رهيو هو. انهيءَ عاشق کي حضور ﷺ جن سڀ کان پهريان مديني پاڪ جو مبلغ بڻائي موڪليو.

حضرت مصعب بن عمير رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي محبوب جي حڪم کي لبيڪ چئي مديني ۾ آيا ۽ دين اسلام جو پيغام پهچايائون، هي عاشق جنگ احد ۾شهيد ٿي ويو. شهادت کان بعد ۾ منٺڙي مصطفيٰ ﷺ جن حضرت مصعب بن عمير رضي الله تعاليٰ عنه کي هڪ چادر جو ڪفن پهرايو، جيڪا ايتري ننڍي هئي جو منهن طرف ڇڪجي پئي ته پيرظاهر پيا ٿين، اگر پيرن کان ڇڪجي پئي ته منهن ظاهر پيوٿئي، هي چادر به حضرت مصعب بن عمير کي پنهنجي نه هئي پر حضرت امير حمزه به جنگ احد ۾ شهيد ٿيو هو، ان لاءِ 2 چادرون سندس پيڻ کڻي آئي هئي انهن مان هڪ امير حمزه ۽ بي حضرت مصعب بن عمير رضي الله تعاليٰ عنه کي ڏني وئي هئي ۽ پيرن کان اذخر گاهه وڌو ويو. هي انهيءَ عاشق صادق جي محبوب جو داستان آهي جيڪو مڪي پاڪ ۾روزانو عمده ڪپڙا پائيندو هو، تمام گهڻو نفيس هوندو هو پر عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ هر شي کي وساري ويهي رهيو، وطن وساريائين، والدين وساريائين، ايستائين جو ڪفن به پورو نه مليو، الله تعاليٰ اربين کربين رحمتون نازل فرمائي انهن تمام عشاق عظام جي مزارات تي جن عشق مصطفيٰ ﷺ جي گل کي پوري دنيا ۾ پهچايو، انهي گل جي خوشبو اڄ ساري دنيا ۾ گونجي رهي آهي، انهي گل جي خوشبو مان ڪروڙين انسان حقيقي محبوب جي جلوي ڏسڻ لاءِ تڙپي رهياآهن دلبر محمد ﷺ جي عشق و محبت جي چاشني چنهن به چکي آهي انهي کي قامت تائين بي در تي وڃڻ جي ضرورت ناهي، هي در ته اهڙو ئي آهي جتي ڪنهن به سوالي کي خالي ناهي موٽايوويندو، هن در تي انسان ته ڇا پر جن به سوالي ٿي ايندا آهن اهي محبوب جن کان عشق جي وند وني ويندا آهن، هن در

تي جانور ٻه ٽولن جي صورت ۾ ايندا آهن ۽ پنهنجي محبوب جي زيارت ڪري زندگي جي هر خوشي ونئي ويندا آهن، هتي تہ حجر شجر ٻہ ديدار مصطفيٰ ﷺ جي جهلڪ جا متلاشي آهن، ملائڪ سڳورا جيڪي گناهن کان ٻہ پاڪ آهن اهي ٻہ دلبر جي درٻار ڪي ڏسڻ لاءِ دعائون گهرندا آهن، هتي تہ شينهن، نانگ، جهڙا خطرناڪ جانور ٻہ ديدار محبوب لاءِ سڪندا آهن ڇو تہ انهن کي ٻہ خبر آهي تہ هن محبوب ﷺ جهڙو ٻيو ڪوبہ دنيا ۾ پيدا ئي ناهي ٿيو.

## تنهنجي قدمن ۾ قربان

اسلام ۽ ڪفر جي جنگ هلي رهي هئي، نبي ڪريم ﷺ جن پاڻ جنگ احد ۾ موجود آهن، جڏهن لڙائي زور شور سان هلي تہ ان وقت ڪجھ صحابہ ڪرام حضور اڪرم ﷺ جن جي چوڌاري پروانن وانگر بيهي رهيا، ڪافرن تيرن، نيزن ۽ تلوارن سان حملو شروع ڪيو، پر هي محبوب جا سچا سپاهي پوئتي نہ هٽيا، سيهي جي ديوار بنجي محبوب جي سامهون بيهي رهيا، جيڪو بہ زخم رسي پيو اهو محبوب جن جي ديواني جي سينن تي وسي رهيو هو، هر عاشق پنهنجي محبوب جي قدمن ۾ قربان ٿي رهيو هو، انهن صحابہ ڪرام ۾ هڪ اصحابي حضرت زياده بن سڪن رضي الله تعاليٰ عنہ پاڻ سان گڏ ڪجھ انصاري ونئي حضور ﷺ جن جي چوڌاري سيهي جي ديوار بنجي ويو، جيڪو بہ تير اچي پيو اهو ڪنهن نہ ڪنهن صحابي کي لڳي پيو، حضرت زياده بن سڪن رضي الله تعاليٰ عنہ انهن تيرن جا زخم کائي ڪِري پيو، هاڻي محبوب ﷺ جي عاشق جا زندگي جا آخري لمحا هئا، هن عاشق کي حضور ﷺ جن جي سامهون کڻي آيا تہ هن ديواني پنهنجو منهن حضور ﷺ جن جي قدمن تي رکي ڇڏيو، انهيءَ حالت ۾ محبوب ﷺ جي قدمن ۾ روح پرواز ٿي ويو.

(مسلم شريف غزوه احد)

انهيءَ موت تان ڪروڙين مرتبا قربان

**تيري قدمون مين سر هو اور تار زندگي ٽوٽي**

يهي انجام الفت هي يهي مرني كا حاصل هي

نڪل جائي دم تيري تيري قدمون کي نيچي
يهي دل کي حسرت يهي آرزو هي.

---

## جنتي گهوٽ

پوري ڪائنات ۾ جيڪي بہ خوبصورت شيون پيدا ٿيل آهن انهن سڀني شين مان خوبصورت انسان ذات آهي، ڇو جو انسان کي ئي اشرف المخلوقات جي نالي سان منتخب ڪيو ويو آهي، انسانن ۾ مرد ۽ عورتون سڀ شامل آهن هر انسان کي خواهش هوندي آهي تہ مون سان گڏ ڪو زندگي جو جيون ساٿي هجي، اهڙو سهڻو نصيب مديني پاڪ جي سر زمين تي هڪ گهوٽ حضرت حنظلہ بن ابي عامر رضي الله تعاليٰ عنہ بہ هيو، هي محبوب جو پروانو هو، زماني جي ريتن رسمن جي مطابق اڄ تمام گهڻو سهڻو گهوٽ نظر اچي رهيو هو، ڇوتہ هن عاشق جي اڄ ئي شادي ٿي هئي، انهي ڪري هر شخص هن کي ڀاڪر پائي مبارڪون ٿئي ڏنيون، دوست احباب ملڻ ٿئي آيا، هن جارشتہ دار تمام گهڻو خوش هئا، هي عاشق بہ پنهنجي نئين ڪنوار سان گڏ اڄ ڏاڍو خوش هو، ان جي تعريف الفاظن ۾ بيان ڪرڻ ممڪن ناهي، اچانڪ حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنہ اعلان فرمايو تہ اي صحابيو! هي ضروري اعلان ٻڌو منڙو مصطفيٰ ﷺ صبح جو جنگ احد جي تياري ڪري رهيا آهن ان ڪري سڀني مجاهدن کي ان ۾ شامل ٿيڻ ضروري آهي، بس هي اعلان ٻڌندي ئي هر طرف کان مجاهدين اسلام محبوب ﷺ جن جي دربار ۾ حاضر ٿيڻ لڳا.

حضرت حنظلہ رضي الله تعاليٰ عنہ جيئن ئي هي اعلان ٻڌو تہ پنهنجي نئين ڪنوار کي چيائين تہ محبوب ﷺ جن جي قدمن ۾ قربان ٿيڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان، ڪنوار بہ ڪنوار هئي، مديني واري گهوٽ جي امتياٽي هئي، ان بہ

پنهنجي گهوٽ کي خوشيءَ سان موڪل ڏني، هي گهوٽ اڄ جنگ احد جي معرڪي ۾ شامل هو، جڏهن جنگ احد شروع ٿي ته هر طرف کان تيرن، نيزن ۽ تلوارن جي راند هئي، مسلمان جيڪي ظاهري طور تعداد ۾ ڪافرن کان تمام گهٽ هئا، پر محبوب ﷺ جي حڪم تي جان قربان ڪرڻ لاءِ به تيار هئا، محبوب ﷺ پاڻ صحابه ڪرام جي صف بندي فرمائي، هڪ ٽولي کي جبل جي پاسي هڪ لڪ ۾ بيهاريائون، ته هتان ڪنهن به صورت ۾ نه هٽجو، پهريان مسلمانن کي فتح حاصل ٿي هئي ان ڪري صحابه ڪرام اهو لڪ ڇڏي ڏنو، هڪ صحابي منع ڪئي ته خبردار لڪ نه ڇڏيو، محبوب ﷺ جو حڪم آهي، پر ان وقت صحابه ڪرام رضي الله تعاليٰ عنهم جنگ جي ميدان ۾ لهي آيا، ان ڪري پويان ڪافرن حملو ڪري ڏنو، جنهن ڪري مسلمانن کي نقصان رسيو، اهو صرف انهيءَ جي ڪري جو محبوب ﷺ جو حڪم کي صحيح ادا ڪري نه سگهيا، جڏهن جنگ احد مڪمل ٿي وئي، ان وقت منٺڙو مصطفيٰ ﷺ پنهنجي صحابه کي گهرائي رهيو هو انهن ۾ حضرت حنظله رضي الله تعاليٰ عنه موجود نه هو، پاڻ پڇا ڪيائون ته حضرت حنظله رضي الله عنه ڪٿي آهي، ان وقت پاڻ ڪريم ﷺ جن آسمان ڏانهن نگاهه ڪٿي ڏسي رهيا هئا ته سبحان الله! ملائڪ حنظله رضي الله تعاليٰ عنه کي غسل ڏئي رهيا آهن، ڇوته هن عاشق جي تازو شادي ٿي هئي، هن مرد مجاهد تي غسل واجب ٿي چڪو هو، جڏهن آمنه رضي الله تعاليٰ عنها جي لعل جو حڪم ٻڌائين ته انتظار نه ڪري، غسل به نه ڪري سگهيو، هر شي وسري وئي، نئين ڪنوار وسري وئي، انهيءَ ڪري ملائڪه هن عاشق کي پاڻ هٿن سان غسل ڏئي رهيا هئا، انهيءَ ڪري هن صحابي جو نالو"غسيل الملائڪه"رکيو ويو.

هن صحابي جو عشق ته ڏسو ڪابه شي ياد نه رهي، ان محبوب ﷺ جو ئي تصور هو، هي ديوانا هئا، مستانا هئا، شيدائي هئا. عاشق رسول ﷺ هئا، پروانا هئا الله تعاليٰ انهن صحابه ڪرام جي سيرت وڪردار، گفتار، عشق، جذبي، اخلاص ۽ سچائي کي سمجهڻ جي توفيق عطا فرمائي، انهن جي غلامن جي غلامن جي غلامي نصيب فرمائي.

# عشق ۽ وفا جو عجيب منظر

تاريخ شاهد آهي تہ محبوب ڪريم ﷺ جي صحابہ جھڙو عشق پوري دنيا ۾ ڪڏهن بہ ڏسڻ ۾ ناهي آيو، جڏهن جنگ احد ختم ٿي ان ۾ جيڪي ڪافر قتل ٿيا هئا انهن جي وارثن هڪ سازش تحت ڪجھ قبيلي عضل ۽ قاره جا ماڻهو حضور ﷺ جن موڪليا انهن اچي پاڻ ڪي مسلمان ظاهر ڪيو ۽ عرض ڪرڻ لڳا تہ "يارسول الله ﷺ اسان ڪي چند صحابہ قرآن ڪريم پڙهائڻ لاءِ ڏيو تہ جيئين اسان جي قبيلن ڪي قرآن ڪريم پڙهائين،" محبوب تہ پوري دنيا لاءِ رحمت بنجي آيا آهن، ان ڪري هر وقت اهو چاهيندا هئا تہ پوري انسانيت الله تعاليٰ جي حڪم تي عمل ڪري، انهيءَ ڪري حضور ﷺ جن انهن قبيلي وارن ڏانهن 6 يا10 صحابہ ڪرام موڪليائون، انهن ۾ حضرت عاصم، حضرت زيد بن دثنہ، حضرت خبيب رضي الله تعاليٰ عنهم بہ شامل هئا، هي صحابہ ڪرام انهن سازشي ڪافرن سان گڏجي مديني پاڪ کان مڪي طرف روانا ٿيا، جڏهن مقام رجيع تي پهتا تہ انهن ڪافرن پهريان ئي 200 ڪافر جن ۾ 100 مشهور تير انداز هئا گهرائي اچانڪ حملي جي سازش ڪئي، هي محبوب ﷺ جا پروانا سمجهي ويا، انهي ڪري هي ننڍڙو قافلو فدفد نالي جبل جي چوٽي تي چڙهي ويو، انهن ڪافرن هنن صحابہ ڪي سڏ ڪيا ۽ چوڻ لڳا تہ اسان توهان ڪي ڪجھ بہ نہ چونداسين، توهان هيٺ اچو، اسان توهان جي بدلي ۾ مڪي وارن کان مال وٺنداسين، توهان ڪي قتل نہ ڪنداسين، پر هي سفيران اسلام ڪافرن جي نيتن ڪي سمجهي ويا هئا، انهيءَ ڪري تير ڪڍي ڪافرن سان جنگ شروع ڪيائون، تير ختم ٿي ويا تہ نيزن سان مقابلو ڪيائون، حضرت عاصم رضي الله تعاليٰ عنہ ساٿين ڪي جوش ڏياريو تہ هنن ڪافرن اسان سان دوکو ڪيو آهي انهي ڪري هنن سان سخت مقابلو ڪيائون، آخر هي ننڍڙو قافلو پنهنجي آقا ﷺ جي دين تي قربان ٿيڻ لڳو، حضرت عاصم رضي الله تعاليٰ عنہ ڪي خبر هئي تہ سلافہ نالي عورت جنهن جا 2 ڪافر پٽ جنگ احد ۾ مارجي ويا هئا ان باس باسي هئي تہ اگر حضرت عاصم رضي الله تعاليٰ عنہ مون ڪي هٿ اچي تہ ان جي مٿي جي کوپڙي ۾ شراب پيئنديس، انهيءَ جي ڪري حضرت عاصم رضي الله تعاليٰ عنہ

دعا گهري تہ يا الله منهنجوگردن تنهنجي راھ ۾ قربان ٿي رهيوآهي، انهي جي حفاظت ڪجانءِ، جڏهن حضرت عاصم رضي الله تعاليٰ عنہ شهيد ٿيو تہ ان جي لاش تي ماکي جون مکيون ويهي رهيون، جنهن ڪري ڪافر ويجهو نہ اچي سگهيا رات جو انتظار ڪرڻ لڳا رات جو مکيون اڏامي وينديون. پر رات جو تمام تيز بارش پئجي وئي ۽ لاش کي پاڻي ڪٽي هليو ويو اهڙي طرح هن شهيد جي جسم جي الله تعاليٰ ڪافرن کان حفاظت ڪئي.

اهڙي طرح ٻيا صحابي بہ شهيد ٿيا، باقي ٻہ صحابہ حضرت زيد ۽ خبيب رضي الله تعاليٰ عنہ رهيا، جن کي ڪافرن دوکي سان گرفتار ڪيو، حضرت زيد بن دثنہ رضي الله تعاليٰ عنہ کي صفوان بن امير يا حارث بن عامر جي اولاد 50 اٺن جي بدلي خريد ڪيو ۽ حرم پاڪ جي ٻاهر قتل ڪرڻ لاءِ موڪليو، جڏهن حضرت زيد حرم پاڪ جي ٻاهران پهتا تہ اتي ڪافرن جو وڏو ميڙ گڏ ٿيو پيو هو، ان وقت حضرت ابو سفيان رضي الله تعاليٰ عنہ بہ موجود هو، جيڪو ان وقت تائين مسلمان نہ ٿيو هو، بعد ۾ فتح مڪي جي موقعي تي مسلمان ٿيو هو، حضرت زيد کي ابو سفيان چيو تہ :

"اي زيد توکي خدا جي ذات جو قسم آهي هن وقت تون ڇا اهو پسند ڪرين ٿو تہ تنهنجي جاءِ تي حضرت محمد ﷺ جن کي قتل ڪريون ۽ تون آرام سان هجين؟"

پر جيڪو حضرت زيد بن دثنہ رضي الله تعاليٰ عنہ جواب ڏنو انهيءَ تان ڪروڙين بار قربان، پاڻ فرمايائون تہ خدا جي ذات جو قسم، مان تہ اهو بہ برداشت نہ ٿو ڪيان تہ جو منهنجي محمد ﷺ کي پير ۾ ڪنڊو بہ لڳي ۽ آئون آرام سان وينو هجان، اهو جواب ٻڌي ڪافرن ۾ شور پئجي وئي، ابو سفيان چيوتہ خدا جي ذات جو قسم جيئن صحابہ ڪرام محمد ﷺ سان محبت رکن ٿا، اهڙي محبت دنيا ۾ ٻيو ڪير بہ نہ ٿو رکي. ڀٽائي گهوٽ رحمة الله عليہ فرمايو تہ:

**عاشق زهر پياڪ، وھ ڏسي وسڪن گهڻو**
**ڪڙي ۽ قاتل جا هميشہ حيراڪ**
**توڙي چڪن چاڪ تہ بہ آہ نہ سلن عام سان.**

ڪافرن جڏهن حضرت زيد بن رضي الله تعاليٰ عنہ جي محبت ڪي ڏٺو تہ انهن جو عقل ختم ٿي ويو ۽ هوش خطا ٿي وين هن عاشق صادق کي پوري هجوم جي وچ ۾ هڪ غلام فسطاس شهيد ڪري ڇڏيو.

غلاميئي رسول ۾ موت پڻ قبول هي
نہ هو جو عشق مصطفيٰ تو زندگي فضول هي.

---

## حُسن مصطفيٰ جي جهلڪ بُڪايلن لاءِ قرار

اگر تاريخ جي ورقن کي کوليو وڃي تہ حسن يوسف جو منظر نظرن جي سامهون اچي ٿو، جڏهن مصر ۾ ڏڪار پيو، ان وقت مصر جي حڪومت وٽ اناج گڏ ٿيل هو ۽ انهيءَ کي آهستي آهستي عوام تائين پهچايو ٿئي ويو پر جڏهن باقي ٽي مهينا بچيا تہ ان وقت مصر جو اناج ختم ٿي ويو، ان وقت حضرت يوسف عليہ السلام کي فڪر ٿيو تہ هاڻي اناج ڪٿان آڻيون. پاڻ انهيءَ فڪر ۾ محو هئا تہ الله تعاليٰ حضرت جبرائيل عليہ السلام جي ذريعي حضرت يوسف عليہ السلام کي پيغام پهچايو تہ پنهنجي چهري تان پردو هٽائي ڇڏيو جيڪو بکايل توهان جي چهري کي ڏسندو ان جي بک ختم ٿي ويندي.

روايات ۾ اچي ٿو تہ جيڪو شخص بہ حضرت يوسف عليہ السلام جي چهري جي زيارت ڪندو هو ان جي بک ختم ٿي ويندي هئي.

(سيرت رسول ج 10، ص 228)

هي واقعو حضرت يوسف عليہ السلام جي حسن جي جهلڪيءَ جو هو. پر منهنجي مصطفيٰ ﷺ جن جي زيارت ڪرڻ کان بعد ۾ اڄ، بک جو احساس ڪٿان رهندو؟ هتي تہ گردن بہ ڪٽايا ٿئي ويا تہ بہ ڪا پرواهہ نہ هئي.

حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن منهنجو مصطفيٰ ﷺ پنهنجي حجري پاڪ کان ٻاهر آيو حالانڪ اهڙي وقت پاڻ ٻاهر نہ نڪرندا هئا پر اڄ اچانڪ ٻاهر آيا.

لايخرج فيها ولايلقاه فيها احد.

"اهڙي وقت ۾ نہ نڪرندا هئا ۽ نہ وري ڪنهن سان ملاقات ڪندا هئا"

پوءِ ڪجهہ دير کان بعد ۾ حضرت سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ بک جي ڪري ٻاهر آيا، حضور اڪرم ﷺ پنهنجي يارغار صديق اڪبر رضي الله عنہ کان پڇيو تہ:

**ماجآء بک يا ابا بکر**

"اي ابوبڪرصديق ڪيئن آيا آهيو؟"

محبوب ﷺ جي پرواني وفادارساٿي عرض ڪيو:

**خرجتُ القي رسول الله ﷺ وانظر في وجهہ والتسليم عليہ**

"يا رسول الله ﷺ صرف توهان جو ديدارءِ توهان کي سلام عرض ڪرڻ لاءِ حاضر ٿيو آهيان."

ڪجهہ ديرکان بعد ۾ سيدنا فاروق اعظم رضي الله تعاليٰ عنہ بہ انهيءَ رستي تان آيو تہ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو:

**ما جآء بک يا عمر رضي الله تعاليٰ عنہ**

"ڪهڙي ضرورت جي ڪري آيو آهين اي عمر؟"

شمع رسالت جي پرواني عرض ڪيو:

**الجوع يا رسول الله ﷺ**

"منهنجا محبوب ﷺ ! بک جي ڪري آيو آهيان."

حضور ﷺ جن فرمايو تہ:

**وانا قد وجدت بعض ذالک**

"مون کي بہ ايئن محسوس ٿي رهيو آهي."

تنهن کانپوءِ مٺڙو محبوب ﷺ پنهنجي ٻنهي دوستن سان گڏ هڪ صحابي حضرت ابو الهيثم بن تيهان انصاري رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر ۾ آيو جيڪو کجين جي هڪ باغ جو مالڪ هو. پاڻ ڪريم ﷺ جن جي اچڻ جي وقت حضرت ابو الهيثم بن تيهان انصاري رضي الله تعاليٰ عنہ گهر ۾ موجود نہ هو، گهر واريءَ ٻڌايو تہ يارسول الله! اسان جو گهروارو مٺو پاڻي ڀرڻ ويو آهي،

ايتري ۾ اهو صحابي به اچي ويو جيئن حضرت ابو الهيثم رضي الله تعاليٰ عنه جي محبوب منڙي ﷺ جن جي چهري تي نظر پئي ته خوشي ۾ نه پيو ماپي، محبوب ﷺ جن کي جڏهن ٻن صحابه ڪرام سان ڏٺائين ته دل ۾ جهومي رهيو هو. هڪ عجيب ڪيفيت محسوس ٿي رهي هئي، سوچي رهيوهو ته ڪهڙي طرح خوشيءَ جو اظهار ڪيان، انهيءَ سرور ۾ سمورا گهر وارا محو ٿي ويا هئا. درو ديدار، گل وگلزار، سڀ ٻهڪي رهيا هئا، حضرت ابوالهيثم رضي الله تعاليٰ عنه جي انهيءَ ڪيفيت کي هن طرح بيان ڪيو ويو آهي.

هي حديث سيرت جي ورقن تي اڪريل آهي جيڪي عاشقن جو سرمايو آهي:

**يلتزم النبي ﷺ ويفديه بابه وامه (ترمذي شريف)**

حضرت ابوالهيثم رضي الله عنه جيئن ئي گهر ۾ آيو ته منڙي محمد ﷺ جن سان چنبڙي ويو ۽ هي الفاظ چئي رهيوهو ته "منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تي قربان!"

ان کان بعد ۾ حضرت ابوالهيثم حضور ﷺ جن ۽ صحابه رضي الله تعاليٰ عنهم کي ڪجين جي باغ ۾ وٺي آيا ۽ انهن کي تازيون ڪجيون کارايائون، ڪاڏو پڻ کارايائون، شمائل ترمذي جي حاشيه تي هي عبارت لکيل آهي:

**لعل عمر جاء يستلي بالنظر في وجه رسول الله ﷺ كماكان يمنع اهل مصر في زمن يوسف عيليه السلام ولعل هٰذا المعنىٰ كان مقصود ابي بكر وقد ادي بالطف وجه كانه خرج رسول الله ﷺ لما ظهر عليه بنور النبوت ان ابابكر طالب ملاقاته وخرج ابوبكر لماظهر عليه بنور الولايت انه ﷺ خرج في هٰذا الوقت لانجاع مطلوبه. (شمائل ترمذي حاشيه 3)**

"حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه انهيءَ ڪري ٻاهر نڪتا هئا جيئن منڙي مصطفيٰ ﷺ جي زيارت ڪري پنهنجي بک ختم ڪن، جهڙي طرح حضرت يوسف عليه السلام جي زيارت ڪري مصر وارا بک ختم ڪندا هئا. سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي اچڻ ۾ به اهوئي راز سمايل هو مگر رفيق سفر پنهنجو عرض نهايت ئي پياري انداز ۾ پيش ڪيو ۽ اهو به ياد

رکڻ گهرجي تہ حضوراکرم ﷺ کي معلوم ٿي چڪو هو تہ سيدنا صديق اکبر رضي الله تعاليٰ عنہ ملاقات جي ارادي سان اچي رهيا هئا ۽ سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ کي بہ نور ولايت جي صدقي معلوم ٿي چڪو هو تہ هن وقت منڻي مصطفيٰ ﷺ جو ديدار ضرور ٿيندو.

محبوب جي ديدار جي جهلڪ صحابہ ڪرام جي زندگي جي قائم رهڻ جو ذريعو هئي، انهيءَ ڪري ئي صحابہ ڪرام پنهنجي بک ختم ڪرڻ لاءِ دلبر محبوب ﷺ جو ديدار ڪرڻ ايندا هئا، جيڪڏهن منهنجو محبوب ڪريم ﷺ پنهنجي حسن تان نوري حجاب جا پردا هٽائي ڇڏي ها تہ پوءِ دنيا ۾ ڪا بہ طاقت محبوب ﷺ جو ديدا ڪري نہ سگهي ها. هي محبت هئي جو صحابہ پنهنجي محبوب وٽ ايندا هئا، سندن جي زيارت کي هر درد جو علاج سمجهندا هئا.

اسيران حسن مصطفيٰ ﷺ جي محبت جا مثال جيڪي تاريخ جي ورقن تي لکيل آهن انهن جو رنگ ئي نرالو آهي. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ بہ انهن عاشقان مصطفيٰ ﷺ جي صف اعليٰ ۾ شامل آهي پاڻ پنهنجي محبوب مصطفيٰ ﷺ جي نقش قدم تي هلڻ جو آغاز ڪيو هئائين ۽ انهيءَ محبت ۾ محبوب جون حديثون ياد ڪندو هو انهن حديثن جو رڪارڊ بہ محفوظ رکندو هو.

**وكان ابن عمر يتحفظ ماسمع من رسول الله ﷺ ويسال من حضر اذا غاب من حضر اذا غاب من قوله وفعله وكان يتبع آثاره في كل مسجد صلي فيه وكان يعترض براحلته في طريق رسول ﷺ عرض ناقته وكان لايترك الحج وكان اذا وقف بعرفة يقف في الموقف الذي وقف فيه رسول الله ﷺ.**

(ابن سعد الطبقات الكبريٰ)

"حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جن رسول الله ﷺ جن کان جيڪي ڪجهہ ٻڌندو هو ان کي ياد ڪري ڇڏيندو هو، حضور ﷺ جن جي غير موجودگيءَ ۾ سندن جي باري ۾ پڇندو رهندو هو ۽ سندن جي اقوال وافعال جو پورو رڪارڊ رکندو هو، منڻي مصطفيٰ ﷺ جن جنهن جاءِ تي نماز پڙهي هئي،

انهيءَ جاءِ تي وڃي سجدا ڪندو هو، سفر جي دوران اهو رستو اختيار ڪندو هو جتان منٺڙو مصطفيٰ ﷺ گذرندو هو ۽ هرسال حج ڪندو هو انهيءَ جاءِ تي ويهندو هو جتي عرفات ۾ منٺڙو مصطفيٰ ﷺ ويهندو هو.“

هي عشق رسول ﷺ جو پيڪر اهي گليون وٺي هلندو هو جتان دلبر نبي ڪريم ﷺ هلندا هئا، هر وقت محبوب جي عبادت گاهه تي ڏسندو رهندو هو انهي جاين تي وڃي سجدا ڪندو هو، جڏهن به حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه محبوب ڪريم ﷺ جن جو ذڪر ڪندو هو ته :

**ما ذکر بن عمر رسول الله ﷺ الا بکي، ولا مر علي ربعهم الا غمض عينه**

”محبوب ڪريم ﷺ جي ذڪر وقت روئندو هو ۽ جڏهن به محبوب ﷺ جن جي ماڳن، رهڻ وارين جاين تان گذرندو هو ته پنهنجيون اکيون بند ڪري ڇڏيندو هو.“مشهور شاعر ٻٽائي گهوٽ رحمته الله عليه انهيءَ ڪيفيت کي هن طرح بيان فرمايو آهي:

**اکين ۾ تي ويهه،واري ڇپر ڍڪيان،**

**توکي مَ ڏسي ڏيهه ، آئون نه پسان کي پيو**

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جي محبت جي باري ۾ عجيب روايتون ملن ٿيون، هي عشق مصطفيٰ ﷺ جو پروانو هو هر وقت محبوب ڪريم ﷺ جن جي محبت ۾ گم رهندو هو، حضرت سيدنا عبدالرحمان بن سعد رضي الله عنه فرمايو ته حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعاليٰ عنه جو پير مبارڪ سُن ٿي ويو، مان به اتي ويٺو هئس مون عرض ڪيو:

**اذکر احب الناس اليک فقال، يا محمداه فانتشرت. (الاصابه ج 4 187)**

# غلامِ رسول ﷺ

محبت هڪ اهڙو جذبو آهي اهڙي ڪيفيت آهي جنهن کي الفاظن ۾ بيان نه ٿو ڪري سگهجي، انهيءَ محبت ۾ جيڪو مزو آهي، انهيءَ جي هڪ جهلڪ محبوب ڪريم ﷺ جن جي غلام حضرت زيد بن حارث رضي الله عنه جي جذبي جي بيان ڪجي ٿي.

حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي والده سان گڏ ناناڻي وجي رهيوهو تہ اچانڪ قافلي تي بنو قيس بن جسر جي ماڻهن ڇاپو هنيو ۽ قافلي وارن جي مال کي لُٽيو، انهن حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ کي بہ پنهنجي جيجل ماءُ کان کسي ورتو، هي ننڍڙو روئندو رهيو پر ڌاڙيلن کي کو بہ رحم نہ آيو، جيجل ماءُ پنهنجي معصوم ٻچڙي جي جدائيءَ ۾ بيحال ٿي وئي، جڏهن والد کي خبر پئي تہ پنهنجي معصوم پٽ کي ڳولڻ لاءِ جبل، جهرجهنگ، شهر، ڳوٺ، مطلب تہ هر جڳهہ تي ملڻ جي ڪوشش ڪيائين پر في الحال ڪٿان بہ جواب نہ مليو، هن معصوم ٻچڙي لاءِ سندس والدين هنجون هاريندا رهيا، پر ڪٿان بہ خبر نہ پئي، اهي ڌاڙيل هڪ ڏهاڙي حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ کي مڪي جي مشهور ميلي عڪاظ ۾ وٺي ويا جتي حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ کي حضرت بيبي خديجہ الڪبريٰ رضي الله عنها جي ڀائٽي حڪيم بن حزام خريد ڪيو، حڪيم بن حزام حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ کي حضرت بيبي خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها جن جي خدمت ۾ پيش ڪيو. هاڻي حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ بيبي خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها وٽ رهڻ لڳو. جڏهن حضرت بيبي خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها کي محبوب ڪريم ﷺ جن سان نڪاح جو شرف نصيب ٿيو تہ بيبي صاحبہ حضرت زيد بن حارث کي نبي ڪريم ﷺ جن وٽ پيش ڪيو، ان وقت حضرت زيد بن حارث جي عمر 15 سال هئي. حضور اڪرم ﷺ جن جيئن ئي نبوت جو اعلان فرمايو تہ حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ محبوب جي حڪم کي لبيڪ چئي ڪلمو پڙهيو، هاڻي حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ هميشہ حضور اڪرم ﷺ جن سان گڏ هوندو هو. طائف وارن منڙي مصطفيٰ ﷺ جن تي پٿر وسايا تہ حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي محبوب جي سامهون ڍال بنجي بيهي رهيو، جنهن حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ بہ رت ۾ ڳاڙها ٿي ويا، پر پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ جن کان جدا نہ ٿيا.

منڙي مصطفيٰ ﷺ جڏهن طائف کان واپس اچي هڪ باغ ۾ آرامي ٿيا تہ حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ محبوب ﷺ جن حالت ڏسي روئي رهيو هو هن عاشق رسول ﷺ جي خوش نصيبي هئي جو هروقت منڙي ﷺ جن جي خدمت ۾ رهندو هو، هر وقت پنهنجي محبوب جي جلون جي سامهون رهندو هو.

حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ تہ محبوب جي غلاميءَ ۾ خوش هو پرسندس جا والدين پريشان هئا، هن کي ڳوليندا رهندا هئا، هر شخص کان پنهنجي ٻچي جو ڏس پتو پڇندا رهيا، کين اها خبر بہ نہ هئي تہ زيد زندهہ بہ آهي يا نہ! انهيءَ غم ۾ حضرت زيد جي والد حارث بن شراحيل هڪ نوحو چيو هو، هڪ سال بنو کلب قبيلي جا ڪجهہ ماڻهو بيت الله شريف ۾ حج جي ارادي سان آيا. هي ماڻهو زيد رضي الله عنہ جي والد صاحب جو چيل نوحو هڪ جاءِ تي پڙهي رهيا هئا حضرت زيد جو اتان گذر ٿيو، بنو کلب قبيلي جي ماڻهن جي نظر حضرت زيد تي پئي تہ انهن سڃاڻي ورتو. حضرت زيد کي سندن والدين جي پريشاني جو احوال ٻڌايائون، پاڻ سان گڏ هلڻ لاءِ زور ڀريائون، پر هن انڪار ڪيو، پوءِ ان قبيلي جي ماڻهن حضرت زيد جي والد کي وڃي خبر ٻڌائي. سندس والد پنهنجي پٽ جي خبر ٻڌندي خوشيءَ ۾ نہ پيو ماپي، اتان پنهنجي ڀاءُ ۽ پٽ سان گڏ مڪي ۾ آيو، حضور اڪرم ﷺجي خدمت ۾ حاضر ٿيو. عرض ڪيائين تہ ”اي قريشي، اي ابن عبدالمطلب، اي حرم جا رکوالو، اي غريبن جا مددگارو، مجبور ۽ بيوس پيءُ آهيان، جنهن کان پنهنجو معصوم ٻچڙو وچڙي ويو آهي، انهيءَ جي جدائيءَ ۾ اسان جو گهر ماتم خانو بڻجي ويو آهي، هاڻي خبر پئي آهي تہ هن مسڪين جو پٽ اوهان جو غلام آهي، خدا جي واسطي مون کي پنهنجو پٽ ڏيو، جيئن اسان جي اکڙين جو ٺار بڻجي.“

حضور ﷺ جن فرمايو تہ حضرت زيد کي گهرايو وڃي جيئن ئي حضرت زيد حاضر ٿيو تہ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ ”اي زيد، هنن شخصن کي سڃاڻين ٿو؟“ زيد عرض ڪيو، ”هائو، هي منهنجوپيءُ آهي ۽ هي ڀاءُ آهي،“

پاڻ ﷺ فرمايائون تہ ”اگر زيد توهان سان هلڻ چاهي تہ اسان توهان کي کو بہ فديو نہ وٺنداسين، اسان رضا خوشيءَ سان هن کي اجازت ڏيون ٿا، باقي اسين هن تي سختي نہ ڪنداسين.“

هي الفاظ حضرت زيد جو امتحان وٺي رهيا هئا، هڪ طرف ابو، امان، رشتہ دار ۽ خاندان هو، وطن هو، دوست هئا، بچپن جون يادگيريون هيون تہ ٻئي طرف منڙي محمد ﷺ جي دامن هئي، محبوب ﷺ جن جي غلامي نصيب هئي، حضرت زيد پنهنجي والد صاحب جي طرف بہ ڏسي رهيوهو ۽ نبي ڪريم ﷺ جو ديدار بہ ڪري رهيو هو، آخر ۾ هي تاريخي عشق جا الفاظ ادا ڪيائون، جيڪي سچائي، خلوص، محبت، وفا، درد دل مان بي اختيار نڪري رهيا هئا.

**ما انا بالذي اختار عليک احدا انت مني بمکان الاب ولام، فقالا ويحک يازيد! اتختار العبوديت علي الحريتہ وعلي ابيک وعمک و اهل بيتک، قال نعم الي قد رءيت من هٰذ الرجل شيئا ما انا بالذي اختار عليہ احدا ابدا، فلماريٰ رسول الله ﷺ ذالک، اخرجہ الي الحجر، فقال يامن حضر اشهدوا، ان زيد ابني ارثہ ويرثني فلما رءيٰ ذالک ابوه وعمہ طابتہ انفسها وانصرفا.**

**(الطبقات الکبريٰ)**

”يارسول الله ﷺ توهان کان وڌيڪ مون کي ڪير بہ ناهي، توهان منهنجي والدين جي جڳهہ تي اهيو، حضرت زيد جي والد ۽ چاچي چيوتہ اي زيد تون هلاڪ ٿي، تون غلامي قبول ڪرين ٿو، آزاديءَ کي ڇڏين ٿو، پنهنجي پيءَ، چاچي کي ۽ گهر وارن کي ڇڏين ٿو؟ چيائين تہ هائو، مون هن محبوب ﷺ ۾ اهڙي شيءِ ڏٺي آهي، جنهن جي ڪري مون کي ڪير بہ پسند ڪونهي.“

جڏهن يتيمن جي يار، اڙين جي آڌار حضور ﷺ جن زيد جو جواب ٻڌو تہ حضرت زيد کي پنهنجي جهوليءَ ۾ ويهاريائون ۽ فرمايائون تہ ”هي منهنجو پٽ آهي. منهنجو وارث آهي هن جو وارث مان آهيان، توهان سڀ شاهد هججو.“

جڏهن پيءُ ماءُ ۽ چاچي سندس هيءُ منظر ڏٺو تہ تمام گهڻو خوش ٿيا ۽ زيد کي حضور اڪرم ﷺ جن وٽ ڇڏي هليا ويا.

امام قربطي رحمتہ الله عليہ لکيو آهي تہ حضرت زيد هن طرح جواب ڏنو:

والله!العبوديۃ عندمحمد ﷺ احب الي من ان يڪون عندڪم(سيرت رسول ج 10)
”خدا جو قسم! منڙي مصطفيٰ ﷺ جي غلام مون کي توهان وٽ آزاد رهڻ کان وڌيڪ پسند آهي.“

هي هڪ اهڙو منظر آهي، جنهن کي دل وارو، محبت وارو ۽ عشق وارو ئي سمجهي سگهي ٿو. هيءُ معصوم ڪيئن پنهنجا سڀ رشتا ٽوڙي محبوب ﷺ جي غلاميءَ کي پنهنجو سرمايو سمجهڻ لڳو.

نڪل جائي دم تيري قدمون کي نيچي
يهي دل کي حسرت يهي آرزو هي

## عشق مصطفيٰ ۾ بهانو

محبوب ڪريم ﷺ جن جي صحابہ ڪرام جذبہ عشق کي هڪ تحريڪ بنائي ڇڏيو هو. هر عاشق پنهنجي محبوب ﷺ جن کي راضي ڪرڻ جا عجيب طريقا اختيار ڪندو هو تہ جيئن هادي دوجهان سرور ڪائنات ﷺ جن کي راضي ڪري سگهان تہ جيئن محبوب ﷺ مون تي مهربان هجن، اسلام جي پهرين جنگ بدر جي مقام تي لڳي، ان وقت منڙو مصطفيٰ ﷺ هڪ عظيم سپهہ سالار جي حيثيت سان پنهجي صحابہ ڪرام کي جنگ جي ميدان ۾ صفن ۾ بيهاري رهيا هئا، ان وقت حضرت سواد بن عزيز رضي الله عنہ صف کان ڪجهہ اڳتي وڌي بيٺو پاڻ ڪريم ﷺ هن صحابي کي تير جي چنهب سان اشارو ڏئي فرمايو تہ:

استو ياسوار
”اي سوار صف ۾ سڌو ٿي بيهہ.“
ان وقت حضرت سواد رضي الله عنہ عرض ڪيو:

**يا رسول الله ﷺ وجعتني وقد بعثتک الله بالحق، فاقدني فكشف رسول الله ﷺ عن بطنہ وقال استقد فاعتنقہ و قبل بطنہ وقال ما علي هٰذا ياسواد؟ فقال رسول الله !حضر ماتري ولم آمن القتل،فالي احب ان اكون آخر العهد بک ان يمس جلدي جلد فدعا لہ رسول الله ﷺ بخير**.(البدايہ والنهايہ ج 3 ص 271)

”يارسول الله ﷺ توهان مون کي تکليف پهچائي آهي، حالانک الله تعالىٰ توهان کي حق سان موکليو آهي، انهيءَ کري مونکي (انهيءَ تير جو) بدلو ڏيو. پوءِ حضور کريم ﷺ جن پنهنجي پيٽ مبارک تان کپڙو هٽايو، فرمايو تہ بدلو وٺ. (هي صحابي تہ بهانو ڳولي رهيو هو) جيئن ئي حضور ﷺ اهي الفاظ فرمايا تہ محبوب جي پيٽ مبارک کي چوڻ لڳو، حضور ﷺ جن فرمايو تہ اي سواد! توکي کهڙي شيءِ انهي عمل کرڻ تي اياريو، عرض کيائين يارسول الله ﷺ اوهان ڏسي رهيا آهيو تہ جنگ جو ميدان آهي تي سگهي ٿو تہ هي منهنجو زندگي جو آخري لمحو هجي، مان شهيد ٿي وڃان، ان کري سوچيم تہ آخر ۾توهان جي جسم مبارک کي پنهنجي هٿڙن سان ڇهان، جسم ملايا (تہ جيئن مون کي برکت حاصل ٿئي) پوءِ حضور ﷺ جن ان جي لاءِ دعا خير فرمائي.“

هک طرف آقا ﷺ جن جي تير جو اشارو آهي تہ ٻئي طرف عاشق کي بهانو ملي ويو، انهيءَ کري بدلي جي ماد کيائين جيئن آقا ﷺ جن اجازت ڏني تہ محبوب کريم ﷺ کي چنبڙي ويو ۽ محبوب جي جسم پاک کي چمڻ لڳو، هي هک ادا هئي، هک طريقو هو، هي هک بي مثال محبت هئي، صحابہ کرام عجيب بهانا ڳوليندا هئا، موقعو ايندو هو تہ عقل کي پوئتي رکي عشق تي عمل کري روءِ زمين جي مخلوق کي عشق رسول ﷺ جو عجيب طريقو سيکاريندا هئا جنهن طريقي تي هلي هک عاشق پنهنجي محبوب حقيقي کي راضي کري سگهي ٿو.

# آخري خواهش

دنيا جي تاريخ عجيب خبرون ٻڌايون آهن، عجيب قصا ٻڌايا آهن، عجيب طريقا ٻڌايا آهن، عجيب معلومات ڏني آهي، پر هي عشق مصطفيٰ ﷺ جي قيدي جي ڪهاڻي آهي، جنهن پنهنجي زندگي جي آخري شام ۾، آخري لمحن ۾ آخري ساهه ۾ هيءَ تمنا ڪئي ته:

"منهنجي محبوب کي منهنجا سلام چئجو."

هڪ فطرتي اصول آهي ته محبت هميشه پنهنجا رشتا اختيار ڪندي آهي جنهن وقت محبوب سان محبت ٿي ويندي آهي ته هرشئي وسري ويندي آهي، نه گهر ياد ايندو آهي نه مال نه اولاد، نه تير، نه بم، نه گولا، نه خوف ۽ نه ڪو خطرو. هر وقت محبوبن جي تصور جو غلبو هوندوآهي، جنگ احد جي موقعي تي هڪ صحابي محبوب ﷺ جن تان جان قربان ڪري رهيو هو، عجيب رنگ هو، هر طرف ڪان هن اصحابي تي تيرن، تلوارن، نيزن جي بارش ٿي رهي هئي، جنهن ڪري حضرت سيدنا سعد بن ربيع سخت زخمي ٿي پيا، هن عاشق جي جسم ۾ ٻارنهن زخم نيزن جا آرپار ٿي ويا، تلوارن، تيرن جا تقريبا 70 زخم الڳ هئا، هي عاشق زخمي حالت ۾ رت ۾ ٻاڙهو ٿي پيوهو، حضور اڪرم ﷺ جن حضرت سعد بن ربيع جي خبر لهڻ لاءِ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه کي موڪليو، حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه ڳوليندو ڳوليندو حضرت سعد بن ربيع وٽ پهتا، ڏٺائون ته حضرت سعد زخمي حالت ۾ شهيدن جي وچ ۾ پيو آهي، حضرت ابي بن ڪعب فرمايو ته "اي سعد مون کي رسول الله ﷺ جن توهان جي خبر لهڻ لاءِ موڪليو آهي،"

حضرت سعد جيئن ئي محبوب ڪريم ﷺ جن جو اسم شريف ٻڌو ته بي اختيار ٿي ويو ۽ هي الفاظ چيائين:

فاذهب اليه فاقرئه مني السلام واخبره الي قد طعنت اثنتي عشره طعنته ، واني قد انفذت مقاتلي، واخبر قومک انه لاعذر لهم عندالله،ان قتل رسول الله ﷺ و واحد منهم حيٌ. (موطا امام ج 2 ص 465)

"اي ابن ابي ڪعب تون وڃي منهنجي محمد مصطفيٰ ﷺ کي منهنجا سلام عرض ڪر ۽ ٻڌائجان تہ مون کي ٻارنهن نيزن جا زخم ٿيا آهن ۽ مون بہ مخالف جي جسم مان نيزو ٽپائي پار ڪيو آهي، منهنجي قوم کي ٻڌائجان تہ اگر رسول الله ﷺ کي ڪجھ بہ ٿيو ۽ توهان مان ڪوبہ ماڻهو زنده بچيو تہ قيامت ۾ الله تعاليٰ توهان جو عذر قبول نہ ڪندو"

يعني هر هڪ محبوب تان پنهنجي جان قربان ڪري ٿي ڪهڙو عشق هو، ڪهڙو سوز هو، جو پاڻ تہ آخري پساهن ۾ آهن پر اتي بہ پنهنجي محبوب کي ياد ڪري رهيا هئا. هن جي جان ۾ ٻي انداز زخم، جيڪي تلوار، نيزن ۽ تيرن جا لڳل هئا، آخري پساھ هئا، دنيا کي ڇڏڻ وارا هئا، سڄي جان رتو ڇاڻ ٿي وئي هئي پر هن عاشق کي صرف پنهنجي محبوب ﷺ جو فڪر آهي، محبوب ﷺ جن جي يادگيري آهي، محبوب ﷺ جن جو تصور آهي، آخري گهڙيءَ ۾ بہ ٻين صحابہ ڪرام کي خبردار ڪري رهيا هئا تہ اي صحابيو! پنهنجي جان قربان ڪجو، پنهنجا ٻچڙا قربان ڪجو، پر منهنجي محبوب ﷺ جن کي تڪليف ۾ نہ ڇڏجو.

ڪاش! مان زنده هجان ها تہ محبوب ﷺ جن جا ڪروڙ دفعا قربان ٿيا ها.

نڪل جائي دم تيري قدمون ڪي نيچي
يهي دل ڪي حسرت، يهي آرزوهي

## ننڍڙو شهيد

اڄ جديد ٽيڪنالوجي ۽ ترقي جو دور آهي، هر طرف سائنس جي ڳالھ ٿي رهي آهي، زندگي جي هر شعبي ۾ عجيب قيرڦار ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي، هر

طرف ماڻهو فڪرمند آهي، پر ان معصوم عاشق جي معصوميت آهي، جنهن جي جسم جي خون جي قطرن سان دين اسلام جي آبياري ٿيل آهي.

جنگ بدر جي موقعي تي هڪ ننڍڙو نوجوان مجاهدين اسلام جي صفن ۾ لڪي لِڪي گهمي رهيو هو تہ جيئن محبوب ڪريم ﷺ جي سامهون شهادت جو درجو نصيب ٿئي ۽ قيامت جي ڏهاڙي مان بہ فخر سان چئي سگهان تہ يااللہ مان منڙي محمد ﷺ جن جي عشق ۾ ڪُٺل آهيان، منهنجي خون ۾ بہ محبوب ﷺ جي محبت سمايل آهي.

هي اها محبت آهي جيڪا عمر ڪي نہ ٿي ڏسي، ذات ڪي نہ ٿي ڏسي، هٿيار ڪي نہ ٿي ڏسي، پر جذبي ڪي صرف سچائيءَ ڪي ڏسي ٿي، هي معصوم نوجوان بہ انهيءَ سوچ ۾ مجاهدين اسلام جي صف ۾ گهمي رهيو هو، جڏهن منڙو محمد ﷺ صحابہ ڪرام جون صفون سڌيون ڪري رهيو هو تہ ان وقت حضور ﷺ جن هن نوجوان حضرت عمير بن ابي وقاص رضي اللہ عنہ ڪي فرمايو تہ "اي ٻچا! توهان جي عمر ننڍڙي آهي، توهان ڪي اجازت آهي تہ توهان واپس وڃو،" حضرت محبوب ﷺ جن جي پاڪ زبان مان اهي الفاظ ٻڌي هو تڙپي اٿيو، اکڙين ۾ آب اچي ويو ۽ عرض ڪرڻ لڳو، "يارسول اللہ ﷺ، مون تي نگاهہ ڪرم فرمائي اجازت ڏيو، منهنجي خون ڪي بہ اوهان تي قربان ٿيڻ جو موقعو نصيب ٿئي.!"

حضور اڪرم ﷺ جن هن عاشق رسول ﷺ جي عرض ڪي قبول ڪرڻ فرمايو، اجازت ڏئي انهيءَ نوجوان ڪي تلوار بہ ڏنائون، هيءَ ننڍڙو نوجوان محبوب ﷺ کان اجازت ملڻ کان بعد ۾ خوشي ۾ سرشار ٿي ويو، جڏهن جنگ شروع ٿي تہ محبوب جي دشمنن تي تلوار ڪٽي ڪاهي پيو، هي معصوم جوانمردي ۽ همٿ سان تلوار ڪٽي ڪاهي پيو، هي معصوم تلوار هلائي رهيوهو، عرش، فلڪ، هي عجيب منظر ڏٺو تہ هي نوجوان ڪيئن نہ بهادري سان وڙهي رهيو آهي. آخر هي محبوب تلوار ۽ تيرن جي زخمن ۾ گهايل (زخمي) ٿي پيو ۽ پنهنجي محبوب تان قربان ٿي ويو، هن جي عمر لڳ ڀڳ 16 سال هئي.

(الطبقات الڪبريٰ ج 3)

هن ننڍڙي عمر ۾ ايڏي محبت، ايڏي بهادري، ايتري سڪ، ايترو عشق، هي ڪا مذاق ناهي، هي سر جو سودو آهي، هي عشق جي بازي آهي، انهيءَ عشق ۾ ئي نوجوان ننڍڙي شهادت نصيب ٿي.
ڀٽائي گهوٽ رحمة الله عليه فرمائي ٿو:

**سنها ڀانءِ مَ سڀ، ٻچا واسينگن جا،**

**جنين جي جهڙپ هاٿي هنڌان نه چُري.**

هي ننڍڙو نوجوان حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جو ننڍو ڀاءُ هو، جنهن پنهنجي محبوب سان ڪيل واعدو پورو ڪري ڏيکاريو ته ڪئين منهنجي جان اوهان تان قربان ٿي وڃي.

## حضرت عبدالله رضي الله عنه ۽ دشمن پيءُ:

عاشق هر شيءِ قربان ڪري سگهي ٿو پر محبوب ﷺ جن جي خلاف ڪجهه به ٻڌڻ برداشت نه ٿو ڪري، هي عشق جو داستان هڪ منافق پيءُ ۽ ان جي مجاهد پٽ جو آهي، حضور اڪرم ﷺ جن مڪي پاڪ کان هجرت ڪري مديني آيا، پاڻ مديني پاڪ ۾ اسلام جو پيغام پهچايائون، ان وقت مديني ۾ منافقن جو سردار عبدالله بن ابي هو. حضور اڪرم ﷺ جن جي مديني پاڪ ۾ اچڻ کان پهريان عبدالله بن ابي سردار ٿيڻ جون تياريون مڪمل ڪري چڪو هو، ان کي بادشاهه ٿيڻو هو، پر جڏهن منڙو محبوب ﷺمديني پاڪ ۾ آيو ته عبدالله بن ابي جون سرگرميون ختم ٿي ويون، انهيءَ ڪري هن کي تمام گهڻو غضو هو، هر وقت پاڻ کي بادشاهه بنائڻ جي تيارين ۾ سازشون ڪندو رهندو هو ته جيئن مسلمانن کي ختم ڪري ڇڏجي پر:

**"جنهن کي رب رکي تنهن کي ڪير چکي."**

عجيب اتفاق هو، هڪ طرف هي عبدالله بن ابي منافقن جو سردار هو ته ٻئي طرف وري هن جو پٽ حضرت عبدالله رضي الله عنه محبوب ڪريم ﷺ جو پروانو هو. محبوب ﷺ جو صحابي هو، هڪ ڏهاڙي حضرت عبدالله رضي

الله عنہ حاضر ٿيو، عرض ڪيائين تہ "يارسول الله ﷺ! منھنجو پيءُ توھان جي خلاف سازشون ڪري رھيو آھي، اگر اجازت ملي تہ انھيءَ دشمن جو گردن لاھي توھان جي قدمن ۾ پيش ڪيان."

روايت:انہ استاذن النبي ﷺان يقتل اباہ، قال: لاتقتل اباڪ.
(المستدرڪ ج3 ص 479)

"حضرت عبدالله رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ اگر اجازت ڏيو تہ منافق پيءُ جو گردن لاھي توھان جي قدمن ۾ پيش ڪيان."پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو "پنھنجي پنھنجي پيءُ ڪي قتل نہ ڪر." ھي اھا محبوب ھستي آھي جنھن لاءِ صحابہ ھر شيءِ قربان ڪري رھيا ھئا، پر پاڻ ﷺ جن ان جي قتل ڪان ان ڪري منع فرمائي تہ تنھنجو پيءُ آھي، پرعاشق پنھنجي جذبي جو اعلان سرعام ڪيو تہ اگر اجازت ھجي تہ سڀ رشتا ٽوڙي پيءُ جو ڪنڌ بہ اڏائي ڇڏيان. ***ھي عشق اھا تپش آھي جنھن ۾ انسان صرف محبوب جي ياد ۾ گم آھي باقي ٻيا سڀ رشتا ختم ٿي وڃن ٿا، حضرت ابوھريرہ رضي الله تعالىٰ عنہ ڪان روايت آھي تہ:***

**مر رسول الله ﷺ بعبد الله ابن ابي وھو في ظل اطلم، فقال عبد علينا ابن ابي ڪبشة فقال ابنہ عبدالله بن عبدالله، يارسول الله ﷺ والذي اڪرمڪ لئن شئت لأتيتڪ ايتڪ براسہ ، فقال، لا، ولٰڪن براباڪ واحسن صحبة.**

**(مجمع الزوائد ج 9، ص 318)**

"حضور اڪرم ﷺ جن ھڪ جاءِ تان گذريا، جتي عبدالله بن ابي منافق ويٺو ھو، ان منافق حضور اڪرم ﷺ جن ڪي ڏسي چيو تہ ابن ابي ڪبشة ھتان لنگھيو آھي اھي لفظ ٻڌي حضرت عبدالله رضي الله عنہ جيڪو ان منافق ابي جو پٽ ھو، عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ ان ذات جو قسم! جنھن توھان ڪي عزت وارو بنائي موڪليو آھي. اگر اجازت ڏيو تہ ھن گستاخ پيءُ جو گردن اڏائي ڇڏيان. حضور ﷺ فرمايو تہ پنھنجي پيءُ سان سھڻو سلوڪ ڪر."

هي حضرت عبدالله رضي الله عنھ جي جرات ۽ سچائي هئي جو پنهنجي پيءُ کي بہ ذرا ذرا ڪرڻ لاءِ تيار هو، ڇو تہ اهو منافق سڀ کان وڏو ڪندو هو، جنهن کي حضرت عبدالله هميشہ لاءِ ختم ڪرڻ چاهيو ٿئي.

غزه بني مصطلق کان واپس ٿيڻ وقت هڪ جاءِ تي عبدالله بن ابي منافق تاجدار مدينہ ﷺ جن جي شان ۾ گستاخي جا الفاظ چيا، ان وقت هن منافق جو سڳو پٽ حضرت عبدالله رضي الله عنھ تلوار ڪڍي بيهي رهو تہ اي منافق پيءُ اج تون ذليل آهين، اهي لفظ تون پاڻ چئو، ورنہ تہ گردن ڪٽي ڇڏيندوسانءِ.

حضرت اسامہ بن زيد رضي الله عنھ هن طرح بيان فرمايو:

**لما رجع رسول الله من بني مصطلق قام ابن عبدالله بن ابي فسل علي ابيہ السيف وقال لله علي الا اغمدة حتي تقول محمد الاعز واناالاذل قال، ويلک ! محمدالاعز واناالاذل فبلغت رسول الله ﷺ فاعجبہ وشکر هالہ.**(مجمع الزوائد ج9 ص 317)

”جڏهن رسول اڪرم ﷺ جن بني مصطلق جي غزوه کان واپس موٽيا تہ حضرت عبدالله رضي الله تعالي عنہ پنهنجي پيءُ تي تلوار ڪڍي بيهي رهيو ۽ فرمايو تہ خدا جو قسم، ان وقت تائين تلوار نہ رکندس، جيستائين تون اهو نہ چوندين تہ مان منافق ذليل آهيان، منڙو محمد ﷺ زياده عزت وارو آهي، پوءِ عبدالله بن ابي چيو تہ هلاڪ ٿي وڃين، مان زياده ذليل آهيان. حضور ﷺ جن زياده عزت وارو آهي، جڏهن هي ڳالهہ محبوب ڪريم ﷺ جن تائين پهتي تہ پاڻ حضرت عبدالله جي جرات کي پسند ڪيائون ۽ ساراهيائون.“

# تنهنجا پير چُمان

طائف جي ميدان ۾ ڪافرن ظلم جي انتها ڪري ڇڏي، ايترا پٿر هنيائون جو محبوب ڪريم ﷺ جي ذات بابرڪات جو جسم مبارڪ رت سان پرجي ويو، پر پاڻ ڪريم ﷺ انهن کي ڪجهہ بہ نہ چيو، صرف دين اسلام جو

پيغام پهچايائون، جڏهن محبوب ڪريم ﷺ جن طائف کان واپس اچي رهيا هئا تہ رستي ۾ هڪ باغ ۾ ڪجهہ ترسي پيا، هي باغ ربيعہ نالي هڪ شخص جو هو، هي شخص محبوب ڪريم ﷺ جو سخت دشمن هو، ان جا ٻہ پٽ باغ ۾ موجود هئا، عتبہ ۽ شيبہ هنن جڏهن سيد الانبياءَ ﷺ جن کي ڏٺو تہ انگورن جو هڪ ڇڳ پليٽ ۾ وجهي پنهنجي غلام عداس جي هٿان حضور ﷺ جن ڏانهن موڪليو، عداس انگور حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ پيش ڪيا، پاڻ بسم الله پڙهي انگورن ۾ هٿ وڌائون تہ عداس جو نظرون محبوب ڪريم ﷺ جن جي چهري انور تي کُپي ويون، عدالس کي خبر هئي تہ هتان جا ماڻهو بسم الله ناهن پڙهندا حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ:

”توهان جو ملڪ ڪهڙو آهي؟، توهان جو ڪهڙي دين سان تعلق آهي؟“

عداس عرض ڪيو تہ ”مان عيسائي آهيان، نينوا جي شهر جو رهاڪو آهيان.“ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ ”اهو ننينوي جيڪو يونس بن متي جو شهر آهي.“ عداس حيرت سان ڏسڻ لڳو ۽ عرض ڪيائين تہ ”توهان يونس بن متي کي سڃاڻو ٿا؟“

پاڻ فرمايائون تہ ”ها اهو منهنجو ڀاءُ آهي، الله تعاليٰ جو پيغمبر آهي ۽ مان بہ الله جو نبي آهيان.“ اهي محبوب جا الفاظ ٻڌندي ئي عداس اٿي پيو ۽ منڙي مصطفيٰ ﷺ جي پيشانيءَ کي چمڻ لڳو، پيرن کي چمڻ لڳو ۽ جڏهن عداس واپس آيو تہ ان کي مالڪن گهٽ وڌ ڳالهايو، پر هي پهريون عداس نہ هو جو تہ هن جي دل خريد ٿي چڪي هئي، هن جي رڳ رڳ ۾ محبوب ڪريم ﷺ جن جي محبت سمائجي چڪي هئي، عداس جي وار وار ۾ جذبہ رسول ﷺ چمڪي رهيو هو، ان ڪري پنهنجي باغ جي مالڪن کي بي خوف هي الفاظ چئي ڏنائين تہ:

ما في الارض خير من هٰذا. (سيرة النبويہ ج 2، ص 286)

”اڄ هن روءِ زمين تي محبوب ڪريم ﷺ جن کان ڪو بهتر ناهي.“

هي ته گڏ به نه رهيو، عداس ته ڪڇهري به نه ڪئي هئي عداس ته پهريان ڏٺو به نه هو، پر هي عشق ڇو؟ ان جو جواب صرف نگاهه مصطفي ﷺ جي جهلڪ آهي.

وه اپني نگاهون سي مستانه بناتي هين
زحمت هي نهين ديتي،مي خوار کو پيني کي

---

## سفير قريش جو عشق

حضور اڪرم ﷺ جن جي نگاهه ڪرم جي ڪهڙي طرح تعريف ڪجي، دنيا ۾ اهڙا الفاظ ئي ناهن، جيڪي محبوب ڪريم ﷺ جن جي تعريف بيان ڪن، هڪ دفعي مڪي جي قريشن جي طرفان حضرت ابورافع رضي الله تعاليٰ عنه کي حضرت محمد ﷺ جن جي خدمت ۾ قاصد بنائي موڪليوويو، ان وقت ابو رافع مسلمان نه هو، جڏهن حضرت ابو رافع رضي الله عنه جي نگاهه حضور اڪرم ﷺ جن جي چهري انور تي پئي ته دل هٿن مان هلي وئي ۽ عرض ڪرڻ لڳو، ته "يارسول الله ﷺ ،مان هاڻي واپس وڃڻ نه ٿو چاهيان، مون کي پاڻ سان گڏ رهايو." حضور ﷺ فرمايو ته "توهان قريش جي طرفان قاصد ٿي آيا آهيو ان ڪري پهريان واعدي مطابق قريشن وٽ واپس وڃو، پوءِ پلي اچجو."

حضرت ابورافع رضي الله عنه کي نگاهه مصطفيٰ ﷺ قيد ڪري ڇڏيو هو، ان ڪري واپس وڃڻ نه پيو چاهي، پر منڙي محمد مصطفيٰ ﷺ جن جوحڪم هو، سو انهيءَ ڪري دلبر حڪم کي اکڙين تي رکي واپس هليو ويو پر هن کي هاڻي مزو نه پيو اچي، هر وقت تصور ياد ۾ مست هو، ديدار محبوب جي جهلڪ لاءِ تڙپي رهيوهو، هن عاشق کي هتي سڪون ئي نه پيو اچي، ان وقت ڪان وٺي جڏهن هڪ جهلڪي ڏٺي هئائين انهيءَ جهلڪ کي ئي برداشت نه ڪري سگهيو هو، حالانڪ پهريان مسلمان نه هو، پاڻ فرمائي ٿو:

**بعثني قريش الي رسول ﷺ فلما رايت رسول الله ﷺ القي في قلب الاسلام فقلت يارسول الله ﷺ اني والله لاارجع اليهم ابدا فقال رسول الله ﷺ اني لاخيس باالعهد ولااحبس العهد، ولٰكن ارجع، فان كان في نفسک الذي في نفسک الان فارجع.** (ابودائود ج 3 كتاب الجهاد)

"حضرت ابورافع رضي الله عنه فرمايو ته مون کي قريشن حضور اکرم ﷺ جن جي طرف موڪليو مون جڏهن محبوب ڪريم ﷺجن کي ڏٺو ته اسلام منهنجي دل ۾ گهر ڪري ڇڏيو مون عرض ڪيو، يارسول الله ﷺ مان هاڻي واپس نه ويندس، حضور اکرم ﷺ جن فرمايو ته مان واعدي خلافي نه ڪندس توهان کي هتي روڪي به نه رکندس، پر توهان هاڻي موٽي وڃو، جيڪڏهن توهان جي دل ۾ هميشه اهڙي محبت رهي ته واپس هليا اچجو."

حضرت ابو رافع رضي الله عنه فرمايو ته مان موٽي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ آيم ۽ ڪلمو پڙهيم ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جي محبت کي پنهنجي منشور زندگي بنايم.

## تنهنجو حسين چهرو

جڏهن دل جي دنيا تي محبت پير رکندي آهي ته پوءِ انهيءَ دل ۾ صرف محبوب ئي نظر ايندو آهي پوري ڪائنات وسري ويندي آهي، پوري خدائي هڪ پاسي هوندي آهي، پر محبوب جي محبت اهڙي طرح عاشق کي قيد بڻائي ڇڏيندي آهي جو ٻئي ڪنهن شيءِ جو تصور به نه ايندو آهي، اها محبت ڪنهن کان ڊڄندي ناهي، ڪنهن کان لِڪندي ناهي، ڪنهن کان روڪي به ناهي سگهبي، صرف هڪ يار جي تجلي: مان جنهن کي هڪ ذرڙو به ملي ويو ته پوري روءِ زمين ان تي رشڪ ڪندي آهي، اهڙي محبت محبود ڪريم ﷺ جن جي صحابه ڪرام جي نصيب ۾ لوح وقلم ۾ تحرير ٿيل آهي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته لشکر يمامه جو سپه سالار ثمامه بن اثال گرفتار ٿيو ۽ ان کي بارگاهه رسالت ۾ پيش ڪيوويو، حضور اکرم ﷺ جن فرمايو ته ثمامه کي مسجد نبوي جي ٿنڀي سان ٻڌي ڇڏيو، ٽن ڏينهن تائين ان کي مسجد نبوي جي ٿڙ سان ٻڌو ويو، ٽئين ڏينهن حضور اکرم ﷺ جن سان ڳالهائڻ جو موقعو نصيب ٿيو، حضور ﷺجن فرمايو، ثمامه کي آزاد ڪري ڇڏيو، جڏهن ثمامه کي آزاد ڪيو ويوته سڌو ڪجين جي باغ ۾ آيو، اتي غسل ڪيائين پوءِ واپس محبوب ڪريمن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته "يارسول الله ﷺ جيئن اڄ هن ظاهري قيد کان آزاد ڪيو اٿو، ائين ئي اڄ منهنجي دل توهان جي محبت ۾ قيد ٿي وئي آهي، مون کي ڪلمو پڙهايو."

هي تاريخي الفاظ آهن جيڪي هڪ سپهه سالار محبوب ڪريم ﷺ جن جي حسن اخلاق کان بعد ۾ چيا.

**يا محمد ﷺ والله مان کان علي الارض وجه ابغض الي من وجهک، فقد اصبح وجهک احب الوجوه کلها الي والله ما کان من دين ابغض الي من دينک فاصبح دينک احب الدين کله الي والله ما کان من بلد ابغض الي من بلدک فاصبح بلدک، احب البلاد کلها الي.** (صحيح مسلم 3 ڪتاب الجهاد )

"عرض ڪيائين ته يارسول الله ﷺ خدا جي ذات جو قسم! زمين جي تختي تي توهان کان وڌيڪ ٻيو ڪير به ناپسنديده نه هو پر هاڻي توهان کان وڌيڪ ٻيو ڪير به محبوب ناهي، توهان جي دين کان وڌيڪ ٻيو ڪو دين ناپسند نه هو، ليڪن هاڻي توهان جو دين زياده محبوب آهي، توهان جي شهر کان وڌيڪ ٻيو ڪو شهر ناپسنديده نه هو، پر هاڻي توهان جي شهر کان وڌيڪ ٻيو ڪوبه محبوب شهر ناهي."

هي صرف هڪ جهلڪ مصطفيٰ ﷺ جو ڪمال هو، جو جان جو دشمن بنجي آيل سپه سالار لشڪر وٺي جنگ لاءِ تيار ٿي آيل جڏهن حسن مصطفيٰ ﷺ جو نظارو ڏسي غور فڪر ڪيو ته دل جي دنيا بدلجي وئي، اڄ اهو ساڳيو ثمامه حضرت ثمامه رضي الله عنه بنجي ويو ۽ قيامت تائين ايندڙ نسل کي سبق عشق

سيڪاري ويو، ته محبوب جهڙو محبوب جي شهر جهڙو ٻيو شهر ڪوبه ناهي، جنهن محبوب جي شهر جا رب پاڪ پاڻ قسم کڻي ته ان جي شهر جهڙو ٻيو ڪوبه شهر ڪيئين ٿو ٿي سگهي".
"لَاُقسِمُ بِهٰذَا البَلَد"
"اي محبوب مون کي هن شهر مڪي جو قسم (جنهن ۾ توهان رهندا آهيو)." جنهن دين کي رب پاڪ پاڻ پسند ڪري ان دين جهڙو ٻيو ڪهڙو دين، جنهن شهر ۾ دين جهڙو ڪير نه ٿو ٿي سگهي ته پوءِ حضور ﷺ جهڙو ڪير ڪيئن ٿو ٿي سگهي.؟
پٺائي گهوٽ رحمته الله عليه فرمائي ٿو:

اکڙين ۾ ٿي ويهه، واري ڇپر ڍڪيان
توکي نه ڏسي ڏيهه آئون نه پسان ڪي ٻيو.

منهنجو سهڻو آقا هزارن ۾
سردار سونهي سردارن ۾

---

# ملائڪن جو سردار

ڪائنات جو لجپال نبي ڪريم ﷺ پوري خلق خدائي جو محبوب بڻجي آيو، انهيءَ محبوب جي جهلڪ ڏسڻ لاءِ هر مخلوق ديواني هئي، هر شيءِ مستاني هئي، هر دل ۾ تمنا هئي هر اک کي انتظار هو، پنهنجي محبوب ﷺ جي ديدار جو، حتيٰ جو ملائڪ سڳورا به منڙي محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي ديدار لاءِ تڙپندا هئا.

سورة والضحيٰ جو شان نزول بيان ڪندي مفسرين ڪرام فرمايو آهي ته جڏهن ڪنهن مصلحت جي خاطر حضور ﷺ جن تي وحي جو سلسلو ختم ٿي ويو ته ڪافر طعنا هڻڻ لڳا ته حضور ﷺ جن کي (معاذ الله) الله تعاليٰ ڇڏي ڏنو

آهي، جيئن ئي ڪافرن طعنا هڻڻ شروع ڪيا ته رب ڪريم پنهنجي محبوب ﷺ جن جي شان ۾ هي سورت سڳوري نازل فرمائي.

**بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ.**

**"وَالضُّحيٰ وَالَّيۡلِ اِذَا سَجيٰ....الخ"**

ترجمو: ڪچڙي منجهند جوقسم ۽ رات جو قسم جڏهن پردو وجهي جو توکي تنهنجي رب نه ڇڏيو ۽ نه ناپسند ڄاتائين ۽ بي شڪ هر پوئين گهڙي تنهنجي اڳئين گهڙي کان بهتر آهي ۽ بيشڪ قريب آهي تنهنجو رب توکي ايترو ڏيندو جو تون راضي ٿي ويندين، ڇا ان رب توکي يتيم نه لڌو، پوءِ توکي جڳهه ڏنائين، ۽ توکي پنهنجي محبت ۾ بي اختيار لڌائين، پوءِ پنهنجي طرف واٽ ڏنائين، ۽ توکي ضرورتمند ڏٺائين، پوءِ غني ڪري ڇڏيائين، پوءِ يتيم تي دٻاءُ نه وجهو ۽ سائل کي نه جهڻڪ، پنهنجي رب جي رحمت جو خوب چرچو ڪر."

هن سورة شريف ۾ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب کي وڏا انعام عطا فرمايا آهن، حديث پاڪ ۾ آهي حضور ﷺ جن هر وقت امت لاءِ غمگين هوندي هئا ۽ انهن جي بخشش لاءِ دعائون گهرندارهندا هئا. هڪ دفعي حضرت جبرائيل عليہ السلام آيو ۽ حضور اڪرم ﷺ جن کان پڇا ڪيائين ته "ڪهڙي ڳالهه جي ڪري غمگين آهيو؟"

محبوب ڪريم ﷺ جن فرمايو ته "منهنجا گنهگارڙا امتي ڪيئن ڪندا ؟، انهن لاءِ پريشان آهيان."

الله تعاليٰ نبي ڪريم ﷺ جن کي فرمايو ته "منهنجا محبوب اسين توکي عنقريب تنهنجي امت جي باري ۾ راضي ڪنداسين"

محبوب عرض ڪيو ته "جيستائين هڪ به امتي جهنم ۾ هوندو ان وقت تائين مان راضي نه ٿيندس"

انهيءَ لاءِ رب ڪريم فرمايو ته "منهنجا محبوب پريشان نه ٿيو، غمگين نه ٿيو، توهان جي شفاعت هر شخص لاءِ قبول هوندي، جنهن لاءِ توهان چوندوَ اهو توهان جو هوندو."

هن سورة تي غور ڪجي تہ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب تي طعنن جو سڀ ڪان پهريان جواب ڏنو جڏهن ڪافرن چيو تہ الله تعاليٰ محبوب کي ڇڏي ڏنو آهي، ان وقت الله تعاليٰ فرمايو تہ ”مون کي محبوب جي نوري مکڙي جو قسم، مون کي محبوب جي زلفن جو قسم، مون محبوب کي ناهي ڇڏيو.“

سبحان الله، الله تعاليٰ جڏهن پنهنجي محبوب جي روئڻ جو سبب پڇيو، حالانڪ الله تعاليٰ پاڻ ڄاڻي ٿو منهنجي محبوب ﷺ عرض ڪيو تہ امت لاءِ روئان ٿو، الله تعاليٰ فرمايو محبوب توکي هاڻي بہ ۽ اڳتي بہ پلائي آهي، محبوب عرض ڪيو، مون کي هر هڪ امتي کپي، الله فرمايو تہ محبوب جيئن توهان راضي ٿيندئو، ايئن ئي ڪندس. پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب کي پيار سان، شفقت سان، محبت سان دلداري ڏيندي فرمايو تہ اي محبوب ڏسو توهان بچپن ۾ ئي يتيم ٿي ويا هئا، توهان جو ابو توهان جي پيدا ٿيڻ کان پهريان وفات ڪري ويو هو، توهان جي جيجل امڙ4 يا 6 سالن جي عمر ۾ وفات ڪري وئي، توهان جو ڏاڏو اٺن سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو، اي محبوب ان وقت بہ اسان توهان کي سنڀاليو، توهان جي پرورش ڪئي، توهان کي بي مثل دريتيم بنايو، توهان جو شان پوري دنيا ۾ بلند فرمايو، اي منهنجا پيارا محبوب، هاڻي اسان توهان کي ڪيئن ڇڏينداسين، اي منهنجا مٺڙا محبوب ﷺ هي ساري خدائي تنهنجي ڪري ڪائنات تنهنجي ڪري، پوري مخلوق تنهنجي ڪري.... اي محبوب توهان تي لامحدود نعمتون آهن، انهن جو ذڪر ڪيو، توهان پريشان ۽ غمگين نہ ٿيو، مان الله تعاليٰ توهان سان گڏ آهيان.

**الله ڏيڻ تي آ محبوب وندڻ تي آ**
**صدقي ۾ محمد ﷺ جي هر ڪوئي وٺڻ تي آ.**

جڏهن هي پيارو پيغام حضرت جبرائيل عليہ السلام سورة والضحيٰ جي الفاظن ۾ محبوب ڪريم ﷺ جن کي پهچايو تہ حضرت جبرائيل عليہ السلام کان حضور ﷺ جن پڇا ڪئي، پاڻ فرمايائون.

**ما جئت حتيٰ اشتقت اليک.**

”اي جبرائيل توهان اڇڻ ۾ ايتري دير ڪئي جو مون کي توهان جي ملاقات جو شوق ٿيو.“

حضرت جبرائيل عليہ السلام عرض ڪيو تہ ”اي منهنجا محبوب ﷺ مان پاڻ توهان جي زيارت لاءِ تمام گهڻو تڙپي رهيو هئس، توهان جي ديدار جي تجلي لاءِ تڙپي رهيو هيم، پر منهنجا محبوب، الله تعاليٰ جو حڪم هو، انهيءَ ڪري حاضر ٿي نہ سگهيم،“ جيڪي الفاظ حضرت جبرائيل عليہ السلام چيا، ان کي تفسير خازن هن طرح نقل ڪيو آهي:

**وانا كنت اشد اليك شوقا ولٰكني عبد مامور وما نتنزل الابا مرربك.**

**(خازن ج 4، ص 485)**

”اي منهنجا محبوب ﷺ مون کي توهان کان وڌيڪ توهان سان ملاقات جوشوق هو، پر اسان کي جڏهن الله تعاليٰ حڪم فرمائيندو آهي ان وقت حاضر ٿيندا آهيون.“

اي منهنجا محبوب جڏهن اجازت نہ ملي، ڪجھ دير ٿي تہ توهان جي ديدار لاءِ هي توهان جو خادم جبرائيل بہ تڙپي رهيوهو تہ ڪڏهن محبوب جو ديدار نصيب ٿيندو.

**لڳي تنهنجي تار آ جن کي، دنيا ۾ اهي ديوانا،**
**اصحابي پهريون نمبر پيار ۾ هيڙا پروانا**
**يوسف لاءِ يار هئي هڪڙي زليخان حيران**
**مدني لاءِ ملڪ سڄو مَلڪ بہ هيڙا مستانا.**

**هي اهي محبت جا مثال آهن جيڪي ڪائنات جي ذري ذري تي قيامت تائين پهچندا رهن ٿا ۽ هي عشق مصطفيٰ ﷺ جون تجليون روءِ زمين ڪي، عرشن، ملائڪن، حورن، غلمانن ۽ جنت کي رشڪ ڏياريندڙيون رهنديون، ڪاش! انهيءَ ذرڙي مان هڪ ذرڙو بہ نصيب ٿي وڃي!**

# عشق ۾ ٿُڙ جو روئڻ
# (هڪ دردناڪ منظر)

اسان انسان عقل کي استعمال ڪندا رهندا آهيون پوءِ ڪڏهن اسان جي عقل جو فيصلو صحيح نڪرندو آهي تہ ڪڏهن غلط. پر جتي عشق فيصلو ڪندو آهي ان جو انداز ئي عجيب هوندو آهي، محبت ۾ جيڪو جنون هوندو آهي انهيءَ جي ڪري انسان هر شيءِ کان بي پرواھ ٿي ويندو آهي تہ ماڻهو ڇاٿا چون، هن مان ڪهڙو نقصان آهي، ڪهڙو فائدو، مستقبل ڪيئن ٿيندو، عزت جو ڇا ٿيندو؟

هنن سوالن جي جواب ڏي عاشق ناهي ڏسندو، پر پنهنجي محبوب ﷺ جن جي محبت ۾ مست هوندو آهي، حضور ﷺ جن پاڻ فرمايو:

**حبک الشي يعمي ويصم.**

"ڪنهن شيءِ جي محبت توکي انڌو، ٻوڙو ڪري ڇڏيندي آهي."

جڏهن عام محبت جو اهو حال آهي جو انسان کي انڌو ٻوڙو ڪري ڇڏي ٿي تہ پوءِ محبوب ﷺ جن جي محبت جو ڇا مقام هوندو، آقا ﷺ جن جي پاڪ ڪلام ۾ ڪهڙو اثر هوندو، حضور ﷺ جن فرمايو:

**ان من البيان لسحرا.**

"بيشڪ ڪجھ بيانن ۾ جادوهوندوآهي."

جڏهن عوام الناس جي بيان ۾ ايترو اثر هجي تہ پوءِ دلبر محبوب ﷺ جن جي بيان ۾ ڪيترو اثر هوندو، جڏهن محبوب ﷺ جن جي هر ادا محبوب آهي تہ پوءِ انسان ڇا ملائڪ ڇا جانور ڇا، تمام مخلوقات دلبر لاءِ ديواني آهي، محبوب جي جدائي برداشت جي طاقت نہ ٿا رکن، محبوب لاءِ روئن پيا، اوڇنگارون ڏين ٿا، اهڙو هڪ دردناڪ منظر هڪ ڪجي جي سڪل ٿڙ جو احاديث ۾ ملي ٿو، جنهن جي محبت کي ڏسي دل تڙپي پئي ٿي، تہ ڪاش اسان کي بہ اهڙي محبت هجي.!!

اسلام جي شروعاتي دور ۾ حضرت محبوب منڙي ﷺ مسجد نبوي ۾ کجيءَ جي هڪ سڪل ٿڙ کي ٽيڪ لڳائي خطبو بيان فرمائيندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن بيهي صحابہ ڪرام کي دين اسلام جو نوراني پيغام پهچائيندا رهندا هئا، اهو بيهڻ آقا عليہ السلام جو عاشقان رسول کي تڪليف ڏئي رهيو هو، ان ڪري هڪ صحابي جنهن جو پٽ واڍو هو، ان صحابي عرض ڪيو، يارسول الله ﷺ اجازت ملي تہ هڪ ممبر ٺهرائي اچان، پاڻ ڪريم ﷺ جن ان اصحابي کي اجازت عنايت فرمائي، صحابي خوشي ۾ نہ پيو ماپي، جلدي ۾ هڪ ميمبر ٺهرائي آيو جڏهن ممبر کي مسجد ۾ رکيو ويوءِ حضور اڪرم ﷺ ان ممبر تي ويهي صحابہ کي خطبو ڏيڻ شروع ڪيو تہ ان وقت هڪ عجيب منظر پيش آيو، آهستي آهستي روئڻ جو آواز شروع ٿي ويو، صحابہ ڪرام ڏسي رهيا هئا تہ ظاهري طرح ڪوشخص نہ روئي رهيوآهي، بلڪ آواز ويتر وڌندو ٿئي ويو، صحابہ ڪرام آواز ٻڌندا رهيا، اها ڪيفيت ڏسي پاڻ ڪريم ﷺ ميمبر تان لهي آيا ۽ سڌو اچي ان سڪل کجي جي ٿڙ کي هٿڙا گهمايائون، جيئن ئي منڙي محمد مصطفيٰ ﷺ جن ٿڙ کي هٿڙا هنيا تہ ٿڙ سڏڪا ڀرڻ شروع ڪيا، (جيئن ٻار کي پرچائبو آهي تہ سڏڪا ڀريندو آهي) پوءِ پاڻ ﷺ ان کي پرچائيندا رهيا ۽ آخر ۾ انهيءَ ٿڙ روئڻ بس ڪيو، انهيءَ ٿڙ جي متعلق حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ هن طرح روايت ڪئي آهي:

**ڪان النبي ﷺ يخطب الي جزع، فلما اتخذ المبر، تحول اليہ فحن الجرع، فاتاه فمسح يده عليہ** .(سنن دارمي ج1 ص 29)

”حضور اڪرم ﷺ هڪ کجي جي ٿڙکي ٽيڪ ڏئي خطبو ڏيندا هئا، پوءِ جڏهن ممبر ٺهي آيو تہ حضور اڪرم ﷺ منبر تي خطبو ڏيڻ شروع ڪيو، تہ اهو ٿڙ روئڻ لڳو پوءِ حضور اڪرم ﷺ ان ٿڙ وٽ آيا ۽ ان کي هٿ مبارڪ گهمايائون.“

انهيءَ عشق مصطفيٰ ﷺ جي روئڻ ۾ جيڪو مزو ان ٿڙ کي آيو اها تہ عاشق مصطفيٰ ﷺ کي خبر هوندي پر جيڪو پيار انهيءَ ٿڙ کي مليو، انهي پيار، شفقت، محبت، تان ڪروڙين دفعا قربان.!

حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ انهن عاشق ٿڙ جي ڪيفيت کي هن طرح بيان فرمايو آهي تہ:

**فصاحت النخلة صياح الصبي ثم نزل النبي ﷺ فضمها اليہ تئن انين الصبي الذي يسكن.**

"ٿڙ ٻار وانگر روئڻ لڳو پوءِ حضور اڪرم ﷺ پاڻ ممبر تان لهي آيا ۽ ان ٿڙ جي پرسان ويهي ان کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ورتائون، اهو ٿڙ ٻارن وانگر سڏڪا ڀري روئڻ لڳو ۽ سڏڪا ڀريندي ڀريندي خاموش ٿي ويا."

واهہ نصيب! انهيءَ ٿڙ جا جنهن کي منڙي مصطفيٰ ﷺ پنهنجي رحمت واري جهولي ۾ ڇپايو، اهي نصيب پاڻ ئي نہ ٿا ملن، پر مديني واري سائين جي محبت ۾ آهہ وزاري ڪرڻ کان بعد ۾ هڪ جهلڪ نصيب ٿئي ٿي.

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ فرمايوتہ:

**فسمعنا للجزع صوتا كصوت العشار حتيٰ نزل النبي ﷺ فوضع يده عليها فسكن.** (بخاري شريف ص 125)

"اسان روئڻ جو آواز ٻڌو تہ اهو ٿڙ روئي رهيو هو، جيئن ڏاچي پنهنجي ٻچي جي فراق ۾ روئيندي آهي پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن آيا ۽ انهيءَ ٿڙ کي هٿ گهمايائون تہ خاموش ٿي ويو" هي عشق جو منظر ڏسي صحابہ ڪرام فرمايوتہ:

**لولم احتضنہ لحن الي يوم القيامہ.** (ابن ماجہ)

"جيڪڏهن رسول الله ﷺ جن انهي ڪجي جي ٿڙ کي ڀاڪر نہ پائين ها تہ قيامت تائين محبوب ﷺ جي عشق ۾ روئندو رهي ها."

انهيءَ عشق جي آواز کي عاشقن جي اڳواڻ مولانا جلال الدين رومي رحمتہ الله عليہ هن طرح بيان فرمايو:

**استن حنانہ درهجر رسول،**
**نالہ ميزد همچو ارباب عقول**

عشق رسول ﷺ جي فراق ۾ ڪجي جو ٿڙ انسانن وانگي روئي رهيو هو تہ پوءِ حضور اڪرم ﷺ ان کي ڀاڪر پائي پرچايو.

پس رسولش گفت کاي نيکودرخت،
اي شده باسر توهمراز بخت

گر همي خواهي ترانخلي کنند،
شرقي وغربي زتوميوه چنند

حضور اکرم ﷺ فرمايوتہ اي ٿڙ، جنهن جي باطن ۾ ڀلائي آهي، اگر تون چاهين تہ توکي سائو سرسبز بنائي ڇڏيون تہ جيئن تنهنجو ميوو مشرق ۽ مغرب وارا کائن.

يادران عالم حقت سروي کنند،
تاترو تازه بماي تاابد.

اگر چاهين تہ توکي الله تعاليٰ هميشہ لاءِ جنت ۾ سرسبز بنائي ڇڏي.

گفت آن خواهم کہ دائم شد بقاش،
بشنو اي غافل کہ از چوبي مباش.

ان ٿڙ عرض کيو تہ مان اهو تيڻ چاهيان ٿو جيکو هميشہ رهي بڌائي غافل تون بہ سجاڳ ٿي هک سکل ٿڙ کان پوئتي نہ رهو.

جڏهن هک ٿڙ جي عشق جو اهو مقام آهي تہ پوءِ انسان جي اندر ۾ جيکا دل آهي اها دل هک اهم حيثيت جي حامل آهي تہ انهيءَ دل ۾ کيترو درد هجڻ گهرجي، اهو درد تہ عشق وارن جو مقصود آهي، اها سک ئي بنياد آهي، اها محبت ئي هر شيءِ جو وجود قائم رکڻ لاءِ انمول غذا آهي، انهيءَ غذا مان جنهن کي بہ ذرڙو مليو، اهو کامياب آهي، اها محبت پاڻ کي تڏهن ملندي جڏهن ان کي حاصل کرڻ لاءِ کوششون کنداسين، انهيءَ محبت لاءِ هر شيءِ قربان کنداسين، زندگي وقف کنداسين، اها محبت حقيقي رنگ ۾ حاصل کرڻ لاءِ صحابہ کرام ۽ عاشقان رسول ﷺ جن جي سيرت جو مطالعو کرڻ گهرجي.

محبت پائي من ۾ رندا روڙيا جن
تن جو صرافن اڻ توريو اگهايو (ڀٽائي رح)

اهڙي محبت جيڪو به رکندو ان کي ضرور منڙي مصطفيٰ ﷺ جن جو شفقت وارو محبت وارو، ٻاجهه وارو، تجليات وارو، نورالاهي وارو ديدار نصيب ٿيندو، انهيءَ ديدار جي جهلڪي لاءِ پوري ڪائنات کي جاءِ ملي، ان کي زندگي ملي، اهڙي زندگي جنهن مخلوق کي عطا ٿي آهي. اها صرف منڙي ﷺ جن جي صدقي ملي آهي ته هاڻي اها زندگي قربان به محبوب ڪريم ﷺ جن جي ذات بابرڪات تان ڪجي.
ڀٽائي صاحب رحمة الله عليه جن فرمايو:

جي پائين جوڳي ٿيان، ته سڳ سيئي ڇڏ،
اوڏو ٿي الف کي من ميم سان گڏ،
هتان لاهوتي لڏ ته گر کي گڏجين ڪاپڙي

هر شيءِ کي وساري الله ۽ ان جي محبوب ﷺ سان محبت ڪرڻ ئي ڪاميابي جو ذريعو آهي، باقي سڀ فنائيت آهي، اگر اهڙي محبت رکنداسين ته محبوب جو جلوو نظر ايندو.
اگر دل سان هن عاشق ٿڙ جي قصي کي پڙهيو وڃي ۽ سوچيو وڃي ته عجيب محبت جو مثال ملي ٿو، هڪ نصيحت، هڪ پيغام، هڪ وفا جي وضاحت، عشق جي مفهوم کي سمجهڻ جو سبق ملي ٿو اهو ٿڙ اسان کي چئي رهيو آهي ته "اي انسانو، اي مسلمانو!، اي دنيا ۾ رهڻ وارو، چاتوهان کي محبوب ﷺ جو عشق آهي، اگر عشق آهي ته پوءِ توهان دلبر ﷺ جن جي جدائي ۾ روئڻ سکيا آهيو، محبوب جي هر ادا کي پنهنجو محبوب بنايو اٿو؟ محبوب ﷺ جي شهر سان محبت ڪئي اٿو؟ حضور ﷺ جن جي زندگي کي

پنهنجو مقصد بنايو اٿوَ؟ توهان صرف انهيءَ لاءِ پيدا ڪيا ويا آهيو تہ جيئن اوهان ڪائنات جي محبوب ﷺ جن سان محبت ڪرڻ جو طريقو سکو، انهيءَ محبوب جا سچا، پڪا غلام بنجو، اگر توهان ۾ محبت ناهي تہ پوءِ توهان مان ٿڙ هزارين لکين ڀيرا وڌيڪ بهتر آهيان، ڇوتہ منهنجي اندر عشق جي ڇڻنگ ٻريل آهي، ۽ توهان جو سينو عشق کان خالي آهي، انهي ڪري لازمي آهي تہ محبوب ڪريم ﷺ جو عشق پنهنجي رڳ رڳ ۾ وار وار ۾ رت جي قطري قطري ۾ پيدا ڪيو، اهائي زندگي آهي، اهائي عبادت آهي، اها ئي عشق جي معنيٰ آهي، اهو سبق انسان جي دل ۾ جڏهن مضبوط ٿي ويجي ٿو تہ پوءِ محبوب بہ پنهنجي محب مان محبت ڪري ٿو، اها محبت، جنهن جو مثال تاريخ جي ورقن ۾ ملڻ محال آهي، اها سيرت، اهو اخلاق، اها محبت، اهو عشق وارو سوز پيدا ڪرڻ واري ذات ڪريم رب جي آهي پر اگر ڏٺو وڃي تہ ان جو محور نبي ڪريم ﷺ جن جي ذات بابرڪات آهي، انهيءَ ڪري ڪائنات جو ذرو ذرو حضور اڪرم ﷺ جن سان محبت ڪري ٿو، آقا ﷺ جي عشق ۾ جانور، انسان، جيت پکي، پکڻ، وڻ ٽڻ ٻوٽا، ملڪ فلڪ، بہ روئندا آهن، ڇو تہ عشق جي ڇڻنگ آهي ئي اهڙي شئي جنهن کي لڳي وئي ان کان هر شيءِ وسري ويندي، اها عشق واري چڻنگ سيني عاشقان رسول ﷺ جي سيني ۾ وڌندي رهي.

## ڪفن بہ محبوب جي چادر جو هجي.

نبي ڪريم ﷺ جن جي ذات بابرڪات سان جيڪا محبت صحابہ ڪرام ڪري ڏيکاري، اهڙي محبت محبوب ڪريم ﷺ جي صحابياڻين عورتن کي بہ هئي، هي محبت جو مثال بہ هڪ عورت جو آهي، جنهن عورت پنهنجي محبوب کان هڪ انگل ڪيو هو هڪ تمنا ڪئي هئي صرف محبوب کي راضي ڪرڻ لاءِ.

هڪ دفعي هڪ عورت حضور اڪرم ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ هرڪوشخص اوهان جي خدمت ۾ تحفو پيش ڪندو آهي منهنجي به تمنا آهي ته توهان جي خدمت ۾ تحفو پيش ڪيان ۽ اوهان ان کي قبول فرمايو ته جيئن منهنجي دل جي تمنا پوري ٿئي پوءِ اها عورت هڪ چادر کڻي آئي ۽ حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ پيش ڪئي. حضور ﷺ جن اها چادر قبول فرمائي ته اها عورت خوشي ۾ باغ بهار ٿيڻ لڳي، هن عورت جي دل جي تمنا پوري ٿي وئي.

حضور ﷺ جن اها چادر پنهنجي جسم اطهر تي پهري صحابه جي محفل ۾ تشريف کڻي ويا ته هڪ صحابي عرض ڪيو، يارسول الله ﷺ اها چادر مون کي عنايت فرمايو، حضور ﷺ جن اها چادر صحابي کي عنايت فرمائي.

صحابه ڪرام کي انهيءَ صحابي جو عمل پسند نه آيو، انهيءَ ڪري ان صحابي کي چوڻ لڳا ته جڏهن توکي خبر هئي ته محبوب ڪريم ﷺ ڪنهن به سوالي کي خالي ناهن موٽائيندا ته پوءِ تو چو چادر جي گهر ڪئي؟، اهو صحابي عشق رسول جو قيدي هو، ان ڪري جواب ڏنائين ته:

**رجوت برڪتها حين لبسها النبي ﷺ لعلي اڪفن.** (سيرت النبي ج10 ص 291)

”جڏهن حضور اڪرم ﷺ انهيءَ چادر مبارڪ کي پاڪ جسم تي پهريو ته مون اميد ڪئي ته هاڻي انهيءَ چادر پاڪ جي برڪت حاصل ڪيان ۽ انهي چادر سان پاڻ کي ڪفن ڏياريان.“

حضرت سهل بن سعد رضِ الله عنه کان روايت آهي ته انهيءَ صحابي کي انهيءَ چادر مبارڪ ۾ ئي ڪفن ڏنو ويو. هي ڪيڏو نه پيارو ڪفن هو، جنهن چادر مبارڪ کي پاڻ ڪريمن ﷺ جسم اطهر سان لڳايو هجي، ان چادر جو شان به عجيب هوندو، انهيءَ ڪري صحابه ڪرام جو اهو پاڪ عقيدو ۽ ايمان هو ته محبوب ﷺ جن جي پاڪ جسم واري لڳل شيءِ برڪت وار آهي نه صرف دنيا ۾ پر قبر، قيامت، حشر ۾ به برڪت واري آهي.

# غمِ مصطفيٰ ۾ نظر ختم

حضور ﷺ جن سان جيڪو عشق ومحبت جو جذبو صحابہ جي اندر ۾ سمايل هو ان جو مثال تاريخ ۾ ملڻ محال آهي، جڏهن ڪائنات جو محبوب ﷺ هن ظاهري دنيا مان پردو فرمائي ويا تہ ان وقت صحابہ ڪرام جي عجيب دردناڪ ڪيفيت هئي.

حضرت عبدالله بن زيد رضي الله عنہ ڪجي جي باغ ۾ ڪم ڪري رهيو تہ ان کي ڪنهن ٻڌايو تہ منڻو مصطفيٰ ﷺ هن دنيا مان برقعو فرمائي ويا آهن، هن عاشق رسول ﷺ جي سامهون جڏهن هي الفاظ چيا ويا تہ هن صحابي رسول ﷺ جي دل تي غمن جا پهاڙ ڪِري پيا ۽ هن عاشق جي دل مان هڪ آهہ نڪتي.

**"اللهم اذهب بصري حتي لا اري بعد حبيبي محمد ﷺ احدا."**

(المواهب اللدنيہ ج2، ص 94)

"اي منهنجا الله منهنجي اکين مان ڏسڻ جي طاقت ختم ڪري ڇڏ، مان هاڻي محبوب ﷺ جن کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي ڏسڻ نہ ٿوچاهيان."

الله تعاليٰ ان عاشق جي دعا قبول فرمائي ۽ ان جي نظر ختم ٿي وئي، هن عاشق جي جڏهن نظر ختم ٿي وئي تہ ماڻهو ان جي عيادت لاءِ اچڻ لڳا.

حضرت قاسم بن محمد رضي الله عنہ فرمايو تہ:

**ان رجلا من اصحاب محمد ﷺ ذهب بصره فعادوه.**

"جڏهن محبوب ﷺ جن جي هڪ صحابي جي نظر ختم ٿي وئي تہ ماڻهو ان وٽ عيادت لاءِ اچڻ لڳا." افسوس ڪرڻ لڳا تہ ان وقت هي محبوب جو عاشق چوڻ لڳو:

**ڪنت اريدهما لانظر الي النبي ﷺ فاما اذا قبض النبي ﷺ فوالله مايسرني ان بهما بظني من ظباءِ تبالہ.**

”مان هنن اکين کي پسند انهيءَ ڪري ڪندو هئس تہ جيئن مان هنن اکين سان محبوب جو ديدار ڪيان، هاڻي محبوب ﷺ ئي ظاهري دنيا مان پردو فرمائي ويا آهن انهيءَ ڪري اگر مون کي هرڻ جون اکيون ملي وڃن تہ بہ خوش نہ ٿيندس.“
هي ڪهڙو جذبہ رسول هو، هي ڪهڙو جنون هو.
انهيءَ جي لاءِ ڀٽائي گهوٽ رحمة الله عليہ فرمايو:

**اکين ۾ ٿي ويهہ تہ واري ڇپر ڍڪيان،**
**توکي مَ ڏسي ڏيهہ آئون نہ پسان کي پيو**

عشق جڏهن دل ۾ جاءِ وٺندو آهي تہ پوءِ هر شيءِ قربان ڪرڻي پوندي آهي. انهيءَ عشق جا حقيقي پروانا اصحاب رسول ﷺ آهن، جن محبوب کانسواءِ ٻئي ڪنهن ڏانهن نظر کڻي نهارڻ پسند نہ ڪيو، اگر ڪو عشق مصطفيٰ ﷺ ۾ روئي نہ ٿو تہ اهڙي اکڙين کي ڀٽائي صاحب رحمة الله عليہ هن طرح ڏوراپو ڏنو آهي.

**اکين کان ڪين ٿيو جو رت نہ رُنائون،**
**پلاٽيندي پرينءَ کي بيٺي ڏنائون،**
**تن اکڙين کي آئون، ڪجل ڪهڙو پائيان.**

ڀٽائي صاحب فرمايو تہ اکڙيون بہ اهي ڪم جون آهن جيڪي غم مصطفيٰ ﷺ ۾ روئن ٿيون، باقي جنهن کي عشق ناهي، اها اک سرمو پائڻ جي لائق بہ ناهي هي اهو مقام آهي جنهن کي صرف محبت وارا ئي سمجهي سگهن ٿا، باقي ظاهر عقل وارا اعتراض ڪندا، سوال ڪندا. پر هي عشق وارا چوندا تہ هتي عقل نہ هلندو، علم نہ هلندو، صرف هڪ دل ۾ محبوب جي ديدار لاءِ هر شي قربان آهي.

هن دردناڪ منظر کي صاحب دل ئي سمجهي سگهي ٿو، جنهن اکين کانسواءِ انسان جي زندگي اڌوري هجي، جيڪي اکيون دنيا جي هر منظر کي ڏسي سڪون حاصل ڪنديون آهن، جنهن شخص کي اکيون نہ هجن تہ اهو پاڻ کي بدنصيب سمجهندو آهي پر هي ڪهڙو سفر هو تہ صحابي عاشق رسول پاڻ دعا گهري رهيو آهي تہ مولا مون کي اهڙيون بہ نہ گهرجن جيڪي محبوب ﷺ

ڪانسواءِ ٻئي ڪي ڏسڻ، هي هڪ سوز جي ڪيفيت آهي، عشق جي ڪيفيت آهي، انهيءَ ڪي سمجهڻ لاءِ سوز ۽ عشق جي ضرورت آهي هر شخص ڪي اها ڪيفيت نصيب ناهي ٿيندي ڪو بخت وارو هجي.

## هڪ دردناڪ دل جي تمنا

دنيا جي تختي تي جيڪا محبت ماءُ جي نصيب ۾ تحرير ٿيل آهي، ان جو پيار، شفقت، جيڪو اولاد سان آهي، اهڙو مثال دنيا جي تاريخ ۾ هر جاءِ تي موجود آهي، هر ماءَ پنهنجي اولاد سان محبت ڪندي آهي، هر عورت حد کان وڌيڪ محبت ڪندي آهي، پنهنجي اولاد، ڀائرن، يا والدين سان. هي ان محبت رسول ﷺ ۾ قربان ٿيندڙن صحابہ ڪرام جو منظر آهي جن صحابہ ڪرام جي جيجل، ڀيڻ، ڌيءُ هڪ عورت هئي، پر هي عشق رسول جواظهار شايد ڪڏهن ڪنهن جي نصيب ۾ ٿئي، ڪنهن خوشبخت جي قسمت جو ستارو چمڪي تہ ان کي ڪروڙين سلام.....!!

جنگ احد جي موقعي تي جڏهن اها خبر مشهور ٿي وئي تہ (معاذ الله) حضور اڪرم ﷺ جن کي شهيد ڪيو ويو آهي تہ اهو دردناڪ منظر سامهون ڏسي صحابہ ڪرام رضي الله عنہ هوش وحواس گم ٿي ويا، هر طرف کان عجيب ڪيفيت معلوم ٿي رهيون هيون، هر طرف ڪهرام مچي ويو، مدينہ پاڪ جا ماڻهو ٻاهر نڪري آيا، انهن ۾ ننڍڙا وڏڙا عورتون ۽ مرد شامل هئا، انهن عورتن ۾ انصار قبيلي جي هڪ عورت حضرت هند بنت حزام رضي الله عنها شامل هئي، هن جو ڀاءُ، پيءُ ۽ پٽ جنگ احد ۾ رسول الله ﷺ جن جي محبت ۾ پنهنجون جانيون قربان ڪري وينا هئا، جڏهن جنگ احد کان واپسي تي ڪو صحابي رسول ﷺ انهيءَ عورت کي ملي پيو تہ ان کي ٻڌائي پيو تہ "تنهنجو پٽ، پيءُ، ڀاءُ شهيد ٿي ويو آهي." اهو ٻڌي هن صحابياڻي فرمايو تہ "اهي ڳالهيون نہ ٻڌايو، مون کي محبوب ڪريم ﷺ جي باري ۾ ٻڌايو":

**ما فعل برسول ﷺ.؟**

"محبوب ڪريم ﷺ جن ڪيئن آهن؟"

وري اگر ڪو ٻيو صحابي اچي پيو ته اها ئي ڳالهه ڪري پيو ته هي عورت ساڳيو ئي جواب ڏئي رهي هئي. مون کي منهنجي محبوب ڪريم ﷺ جن جي متعلق ٻڌايو، صحابہ ڪرام فرمايو:

**خير هو بحمد الله ڪما تحبين.**

"الحمد الله! محبوب ڪريم ﷺ خيريت سان آهن، جيئن پسند ڪرين ٿي."

اهو ٻڌي هن صحابياڻي عرض ڪيو ته "مون کي منهنجي محبوب ﷺ جن جو ديدار ڪرايو، مون کي سڪون نه ٿو اچي."

**ارونيہ حتي انظر اليہ.**

"مون کي محبوب ﷺ جي زيارت ڪرايو ته جيئن مان پاڻ محبوب ﷺ جي زيارت ڪريان."

جڏهن محبوب ڪريم ﷺ جن جي چهري انور جي تجلي ڏٺائين ته بلند آواز سان چوڻ لڳي:

**يارسول الله ﷺ ڪل مصيبتہ بعدڪ جلل.**

"يارسول الله ﷺ توهان صحيح سلامت آهيو ته ٻي هر مصيبت گهٽ آهي."

اگر دل وارو سوچي ڏسي ته هڪ طرف دنيا ۾ پيءُ، ڀاءُ، پٽ شهيد ٿيو پيو هجي ۽ انهن جو جسم خون ۾ ڳاڙهو لڳو پيو هجي، ماءُ، ڀيڻ جهڙي هستي هڪ عورت آهي، ان کي بار بار ٻڌايو وڃي ته تنهنجو خاندان شهيد ٿي ويو آهي، پر هي عورت ان جي پرواهه نه ڪندي اهي ڳالهيون ٻڌڻ بہ پسند نه ٿي صرف هڪ سوال آهي ته منهنجو محبوب ﷺ ڪٿي آهي، جڏهن آقا ﷺ جي چهري تي نظر پوي ٿي ته يارسول الله ﷺ جو نعرو لڳائي عرض ڪري ٿي ته "اي منهنجا محبوب توهان صحيح سلامت آهيو ته هي پٽ، ڀاءُ ۽ پي جو غم ڪجهه بہ نه آهي، اسان جو ٻچو ٻچو، ابو امان توهان تان قربان." هي صرف الفاظ نه هئا پر هنن ۾ صداقت ، سوز ۽ جذبو بہ شامل هو.

هڪ نہ رُسي هوت، گهوري ٻاجھ ٻين تان،
متان چوي خان بلوچ تہ هن ڪميڻي مان ڪين ٿيو.

ڀٽائي صاحب رحمتہ الله عليہ بہ پنهنجي پياري انداز ۾ انهيءَ ڳالھ جي وضاحت ڪري ٿو تہ صرف هڪ دلبر راضي هجي تہ باقي ٻي ڪنهن شيءِ جي پرواھ ڪانهي.

## ديدار مصطفيٰ ﷺ

صحابہ ڪرام جي زندگي جو مطالعو ڪجي ٿو تہ عشق محمد ﷺ جا عجيب واقعا سامهون اچن ٿا جيڪي محبت رسول ﷺ جو سبق سيکارن ٿا، امام شعبي رحمتہ الله عليہ حضرت عبدالله بن زيد رضي الله عنہ جي باري ۾ نقل ڪيو آهي تہ هڪ ڏهاڙي حضور اڪرم ﷺجي خدمت ۾ حاضر ٿيو عرض ڪيائين.

**والله يارسول الله ﷺ لانت احب الي من نفسي ومالي وولدي، واهلي ولولاني اتيتک فاراک لرايت ان اموت.** (المواهب اللدنيہ ج2، ص 94)

"خدا جو قسم، يارسول الله ﷺ توهان مون کي جان، مال، اولاد کان زياده محبوب آهيو، جيڪڏهن مان روزانو توهان جو ديدار نہ ڪيان تہ منهنجو موت واقع ٿي ويندو، مطلب تہ مان مري ويندس."

هي صحابہ ڪرام جي محبت جو داستان آهي، جنهن جي لاءِ الله تعاليٰ فرمايو:

**رضي الله عنهم، ورضوا عنہ.**

"الله تعاليٰ انهن کان راضي آهي، اهي الله تعالي کان بہ راضي آهن."

الله تعاليٰ جي ذات جيڪا قرآن پاڪ ۾ گواهي ڏني آهي اها ڪا معمولي ڳالھ ناهي، اها الله تعاليٰ جي ذات جي شاهدي انهيءَ ڳالھ جو دليل آهي تہ صحابہ ڪرام پنهنجي محبوب ﷺ جي محبت ۾ جبلن کان وڌيڪ مضبوط، سچا پڪا هئا. انهيءَ ڪري تہ الله تعاليٰ فرمايوتہ:

"**أُولَٰئِکَ هُمُ الْمُؤْمِنُونَ حَقًّا.**" "اهي ئي مومنين حق تي آهن."

الله تعاليٰ صحابہ ڪرام جي عقيدي تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي.

## دعاءِ حاجات

**ياالله يا احد يا واحد يا موجود يا جواد يا باسط يا ڪريم يا وهاب يا ذالطول يا غني يا مغني يا فتاح يا رزاق يا عليم يا حڪيم يا حي يا قيوم يارحمٰن يا رحيم يا بديع السمٰوات والارض ياذالجلال والاڪرام ياحنان يا منان نَفِحنِي مِنڪَ بِنَفحَةِ خيرِ تُغنِنِي بها عَمَن سِواڪَ اِن تَستَفتِحوا فقد جاءَ ڪم الفتح اِنا فَتحَنا لَڪَ فتحا مبينا نصرُ من الله و فتح قريب. اللهم يا غني يا حميد يا مبديءُ يا معيد يا ودود يا ذالعرش المجيد يا فعال لما يُريد اِڪفِنِي بِحَلالِڪ عن حَرَامِڪ وَاغنِنِي بِفَضلِڪ عَمَن سِواڪَ وَاحفِظنِي بما حَفِظتَ بہ الذِڪر وَانصُرني بِما نَصرتَ بِہ الرُسل اِنڪَ عليٰ ڪُلِ شيءِ قدير.**

هيءَ دعا هر تڪليف، غم پريشاني، رزق جي تنگي دورڪرڻ، قرض ختم ڪرڻ، شادي وغيره هر ديني، دنيوي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ آزمايل آهي زواني هر نماز ڪان بعد ۾ 7 دفعا پڙهجي يا هڪ ئي جاءِ تي 41 دفعا پڙهجي.

**2: حضور ﷺ جن جي زيارت جي لاءِ هي درود شريف پڙهجي ۽ پريشاني ختم ڪرڻ لاءِ:**

**اَللّٰهُم صَلِ عَلٰي سَيِدِنا مُحَمَدِ ڪَاشِفِ الغُمَةِ وَ مُحلِ المُشڪِلاتِ صلواتٌ و سَلاَمًا عَلَيڪَ يَا سَيِدِي يَا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيڪَ وَسَلَمَ.**

### 3: رزق ۾ ڪشادگي لاءِ:

**روزانہ 100 دفعا بسم الله الرحمٰن الرحيم، 100 دفعا درود شريف، 100 دفعہ** اَللّٰهُ لَطِيْفٌ بِعِبَادِهٖ يَرْزُقُ مَنْ يَّشَآءُ وَهُوَالْقَوِيُّ الْعَزِيْزُ، 100 دفعا استغفرالله الذي الااٰلہ اِلا هُوَ الحي القيوم واتوب اليہ، 100 دفعا حسبنا الله و نعم الوڪيل.

### 4: هر بيماري لاءِ مجرب عمل

**بسم الله الرحمٰن الرحيم بِسْمِ اللهِ الَّذِي لَا يَضُرُّ مَعَ اِسْمِهٖ شَيْءٌ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِيْ السَّمَاءِ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ.**

يا شافي يا ڪافي يا سلام بحق ويشف صدورهم قوم مومنين. وشفاءٌ لما في الصدور يخرج من بطونها شراب مختلف الوانہ فيہ شفاءٌ للناس قل هو للذين آمنوا هُدي و شفاءٌ ورحمة للمومنين واذا مرضت فهو يشفين.

هي آيتون لکي ۽ روزانہ پاڻي ۽ ماڪي تي دم ڪري پيارجن انشاءَ الله هر بيماري ختم ٿي ويندي 41 ڏينهن.

### 5: محبت رسول پيدا ڪرڻ جي لاءِ

روزانہ 1100 دفعا هي درود شريف پڙهجي.

**اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلىٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّد نُوْرِالْاَنْوَارِ وَسِرِّ الْاَسْرَارِ وَسَيِّدِ الْاَبْرَارِ.**

### 6: ذهن جي ڪمزوري دورڪرڻ جي لاءِ:

ربِّ زِدْنِي عِلْمًا 111 دفعا روزانہ هر جمع رات 4 رڪعتون نفل پڙهي ان ۾ سورة فاتحہ ڪان بعد ۾ پهرين رڪعت ۾ يٰسين شريف، ٻي رڪعت ۾ حٰم، دخان ٽين رڪعت ۾ الم سجده چوٿين رڪعت ۾ سورة الملڪ پڙهي ان ڪان بعد ۾ **سبحان الله، الحمدلله الله اڪبر**33 دفعا پڙهي ان ڪان بعد درود شريف پڙهي، استغفار پڙهي دعا گهري اگر هي سورتون ياد نہ هجن تہ

پهريان نفل پڙهي بعد ۾ اهي سورتون ڏسي پڙهي انشاءَ الله جلدي حافظو قوي ٿي ويندو.

7: **شادي لاءِ**

جنهن بہ عورت يا مرد جي شادي نہ ٿئي يارشتي ۾ رڪاوٽ آهي تہ 112 دفعا پڙهي. **رَبِّ اِنيّ لِما اَنزَلتَ اِليَّ مِنْ خَيْر فَقِيَر.**

8: **امتحان ۾ ڪاميابي ٿيڻ جي لاءِ**

**حَسْبِيَ اللهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْل،** 450 دفعا عشاءِ نماز کانپوءِ روزانہ پڙهي

9: **دعا جي مقبوليت لاءِ**

12 رڪعتون نفل هڪ سلام سان پڙهجن ان کان بعد ۾ سجدي جي حالت ۾ ست دفعا فاتحہ 7 دفعا آية الڪرسي 10 دفعا ٽيون ڪلمو ۽ هيءَ دعا گهرجي

**اللهم اِنِّي اَسْئَلُکَ بِمُعَاقِد مِن عَرْشِکَ وَمُنْتَهي الرَّحْمَةِ مِن كِتَابِکَ وَاِسْمِکَ الاَعْظَمِ وَجَدِّکَ الاَعْلٰي وَكَلِمَاتِکَ الثَّامة،**

ان کان بعد ۾ سلام ورايو ۽ دعا گهروان شآءالله قبول ٿيندي.

**پورو ٿيو**

# مصنف جو تعارف

نالو: محمد ساجد المعروف راحب علي گهانگهرو
ولد : قائم الدين عرف محمد جمن گهانگهرو
تاريخ پيدائش: 2.6.1979 جمعہ رات
ابتدائي تعليم: ڳوٺ جيئو خان گهانگهرو
ميٽرڪ: هاءِ اسڪول پڪا گهانگهرا 1994ع
انٽر، بي اي ۽ ايم اي: ڊگري ڪاليج ڪنڊيارو
داخلا درس نظامي جامعہ عربيہ غفاريہ درگاھ الله آباد شريف ڪنڊيارو 17 مئي 1994ع
دستار فضيلت: 2003ع
سلسلہ طريقت: نقشبنديہ طاھريہ
فاروقي سڏرائڻ جوسبب: حضرتِ سيدِنا عمرِفاروق رضہ جن جي ذاتِ اقدس سان قلبي وروحاني محبت جورشتو
خدمات: سال 2005ع کان جامعہ عربيہ غفاريہ درگاھ الله آباد شريف ڪنڊيارو ۾درس وتدريس، لائبريري انچارج،فتوي نويسي جون ذميواريون.
مشغلو: ڪتابن جومطالعو، تصنيف، تبليغ، سيروتفريح
عمره شريف: حرمين شريفين جي حاضري 26مارچ2010 ۾ نصيب ٿي.